# وطن مون نه وڙاءِ

## رسول بخش پليجو



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.
1992ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر **هڪ سؤ ٻاهٺ**

**ڇپائيندڙ** نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

**ڇپيندڙ** نيو فيمس پرنٽنگ پريس،
هوم اسٽيڊ هال چاڙهي، حيدرآباد.

پهريون ايڊيشن جولائي 1992ع

**قيمت** 55/- رپيا




---


WEHAN MOON NA WARAOH. written by RASOOL BUKHSH PALIJO. published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed, Hyderabad Sindh, Pakistan. First Edition: July, 1992. Price per copy: Rs. 55/-

— اسان کي خوشي آهي تہ ٿوري عرصي ۾ هند ۽ سنڌ جي مهان ليکڪ محترم رسول بخش پليجي جا ٽي ڪتاب نيو فيلڊس پبليڪيشنس شايع ڪيا آهن. سندس چوٿون ڪتاب 'ڪوٽ لکپت جو قيدي ڀاڱو II' جلد شايع ڪبو. سندس هي ڪتاب ڪيڏو نہ دلچسپ معلوماتي، ۽ سنڌي ادب ۽ سياست ۾ وڏي اهميت رکندڙ آهي تنهن جو اندازو پڙهندڙ خود ڪتاب پڙهي لڳائي سگهن ٿا. سياسي اختلاف پنهنجي جاءِ تي، پر ادبي لحاظ کان محترم رسول بخش پليجو وڏو اديب آهي ۽ سندس ادبي تحريرون وڏي اهميت رکن ٿيون، جن کي پڙهڻ، ادب سان دلچسپي رکندڙن لاءِ ضروري آهي. اسان کي پوري پوري اميد آهي تہ پڙهندڙن کي هي ڪتاب پسند پوندو.

— ادارو

# فهرست

# مڙيا مٽي مڃ

۸ نومبر ۱۹۶۹ع جو سج سياري جي عام سجن وانگر سڪرن وهاڻ، شرمائبو لڪندو چڪندو اڀريو. هن سال سي ۽ گهٽ هئا. حيدرآباد جا ماڻهو دستور موجب آهستي آهستي گهرن مان نڪرڻ لڳا. سنڌ يونيورسٽيءَ جي اصلوڪي ڪيمپس ۾ شاگردن ۽ شاگردياڻين جا ننڍڙا ننڍڙا ٽولا امتحان ڏيڻ لاءِ اندر داخل ٿيڻ لڳا. سامهون سيشن ڪورٽ ۾ ڪارا ڪوٽ پاتل جي لشڪرن سان داخل ٿي رهيا هئا. ڪجهه دير بعد ڪورٽن جي دربانن، نانگن جي ٽڙين جا بند پڇي پيا ۽ ”جوابدار جمعو ۽ پيا حاضر ٿيو!“ ”فريادي خميسو حاضر ٿئي!“ جوابدار اڪرم جي ڪيس جا شاهد!“ جا دل ۾ ڪنبڻي وجهندڙ ۽ دهشتناڪ رانباڙ ڪورٽ جي پٺين سان ٽڪرائجي پڙاڏا ڪري يونيورسٽيءَ ۾ پهچڻ لڳا. مطلب ته حيدرآباد جي هر شيءِ اهڙين هٿي جيئن هميشه هوندي آهي.

يونيورسٽيءَ جي لان تي هڪڙو خوبصورت نوجوان عام سنڌي قميص سلوار پايو، پلٿي ماريو چپر تي ويٺو هو. پرت پريل ٽوپي ۾ هو ڪنهن ڳوٺاڻي وڏيري جو گهر ڪان واندو پٽ لڳو ٿي جو شايد ڪنهن عزيز جي انتظار ۾ چپر تي اچي ويٺو هو. سندس چهري تي سنڌي هاري ڏکي وارو موڳو سڪون ڇانيل هو ڄڻ ته ڪيس دنيا ۾ ڪوبه مقصد، ڪم يا فڪر ڪونه هو. سندس پرسان ڳاڙهو ڪپڙو ٽڪيل هو پٺي طرف ڪاغذ جي تختي رکيل هئي جنهن تي سنڌي ۾ لکيل هو. ڳاڙها ڪپڙا ۽ ڪاغذ جون تختيون سالن کان سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڄڻ ته ڪورس ۾ داخل ٿي چڪا آهن جن تي اڄڪلهه ڪوبه ڌيان ڪونه ڏيندو آهي ڪيترائي شاگرد لنگهندي نوجوان کي ڏسي مرڪي اکين، ڪنڌ لوڏيا جي هلڪي اشاري سان سلام ڪري ڪلاس ۾ هليا ويا. ڪي ٻيهي لکيتون پڙهڻ

لڳا. ”ڇا ڳالھہ آھي؟“ ھڪڙي خوش طبعيءَ سان پڇيو. ”بس ڏسو پيا.“ ٿورو ڳالھائو نوجوان دلفريب، شرميلي مرڪ ڇپن تي آڻي چيو ”ڇريوا!“ ھڪڙي شاگرد پيار ۽ قياس وچان ھٿي کي چيو.

اخبار وارا ڇوڪرا دستوري رنيون ڪندا سائيڪلن تي لامارا ڏيندا اچي لنگھيا. ھڪڙي سنڌي وانھڙي ”ھلال پاڪستان“ ۽ عبرت ورتيون. اول ھلال ۾ ”سورو ۽ محرابپور ۾ کنڊ جا ڪارخانا“ ....”گڏيل تيل ڪمپني لاءِ ايران جو وفد پاڪستان ايندو“ ”عرب اسرائيل معاملو“....”سرڪاري ملازمن جي سيمنارني بابت ٽريبونل“ جون سرخيون اڀاتري نموني نظر مان ڪيدي وچ تي ٽن ڪالمن جي سرخيءَ واري خبر پڙھڻ لڳو ”ووٽرن جي لسٽن لاءِ بڪ ھڙتال. شاگردن مظاھرا ڪيا. لالا قادر جي مرڻ گھڙيءَ تائين بک ھڙتال!“ ان بعد عبرت ۾ ساڳئي خبر پڙھيائين ان ۾ ڪجھہ وڌيڪ تفصيل ھئا:

حيدرآباد ٢ــ (اسٽاف رپورٽر) اڄ شام جو ھتي سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪئمپس جي احاطي ۾ شاگرد ليڊر لالا قادر مرڻ گھڙيءَ تائين بک ھڙتال شروع ڪئي. ھن جو مطالبو آھي تہ ووٽرن جا فارم ۽ ووٽر لسٽون سنڌيءَ ۾ شايع ڪيون وڃن. لالا قادر جي بک ھڙتال شروع ڪرڻ جي ٿوري دير بعد ڄامشوري کان بسن ۾ سوار ٢-٣ سؤ شاگرد سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪئمپس پھتا. ھنن جي ھٿن ۾ پلي ڪارڊ ھئا جن تي لکيل ھو تہ ”آپا شمس عباسي کي واپس آندو وڃي ۽ زبيدہ گرلس ڪاليج خلاف غلط پروپيگنڊہ بند ڪئي وڃي“ ....”ڊاڪٽر افغان ۽ سنڌ يونيورسٽي جي ملازمن خلاف ڪيس واپس ورتا وڃن.“....”ون يونٽ کي ٽوڙيو وڃي.“ شاگردن ... سنڌ جا نعرہ ھنيا، ان دوران سنڌ يونيورسٽي جو وائيس چانسلر الحاج غلام مصطفيٰ شاہ اتي پھتو تہ ھن شاگردن جا مطالبا ھمدردي سان ٻڌا ۽ کين ٻڌايو ۽ اھو يقين ڏنو ويو آھي تہ ڊاڪٽر افغان ۽ سنڌ يونيورسٽي جي ملازمن خلاف جيڪي ڪيس آھن، سي فوجي عدالت ۾ نہ ھلايا ويندا.

شاه صاحب جي وڃڻ کانپوءِ اولڊ ڪئمپس مان شاگرد هڪ جلوس جي شڪل ۾ روانا ٿيا. شاگردن جي هٿن ۾ پلي ڪارڊ هئا. شاگردن جو هي جلوس ڪئمپس مان ٿيندو تلڪ چاڙهي وٽ پهتو جتي شاگردن جو هڪ جلسو ٿيو جنهن کي شاگردن جي ليڊر اقبال ترين ۽ مسعود نوراني خطاب ڪيو.

ان موقعي تي حيدرآباد جي ڊپٽي ڪمشنر مسٽر عبدالڪريم لوڌي شاگردن کي خطاب ڪيو ۽ چيو ته اها خبر غلط آهي ته ڪو مسٽر افغان ۽ يونيورسٽي جي آفيسرن خلاف ڪيس فوجي عدالت ۾ هلايو ويندو. سندن مطالبن کي اختيارين وارن وٽ پهچايو ويندو. ان بعد شاگرد جلوس جي شڪل ۾ اسٽيشن روڊ کان ٿيندا اولڊ ڪئمپس ۾ پهتا جتي شاگردن پنهنجي جدوجهد کي جاري رکڻ لاءِ عزم کي دهرايو.

اهڙي ريت سنڌ جي قومي تحريڪ جي تاريخ ۾ اهوشاندار نئون ۽ سرخ باب شروع ٿيو جنهن جو رنگين ۽ دليرانه داستان پڙهي ايندڙ نسل فخر وچان پنهنجا ڪنڌ اوچا ڪري ڇڏيندا. اهڙيءَ ريت دودي، دريا خان، مخدوم بلاول، صوفي شهيد، هوشوءَ، شير سنڌ، هيمون، مائي بختاور ۽ بلو شهيد جي وطن جي باغ ۾ اهي ڪنڌار ڪڙيا، اهي گلاب جا گل ٽڙيا جن جي ڪٿوريءَ جهڙي خوشبوءِ هند سنڌ ۾ هٻڪارون ڪري ولايتون واسي ڇڏيون. لطيف، خليفي نبي بخش ۽ تنوير جا ڪيڏاري جا بيت ڪلي جي ڪوڏين ڪونڌرن ۽ اڻ موٽ ڳڀرن جو روپ وٺي ڪنهنبا ويس ڪري، ڳاڙها گهوٽ بنجي مادر وطن جي محبت جي ميدان تي اچي مڙيا. اياز جي باغي گيتن جي مست لئي تي ساري سنڌ نچي اٿي. پل پل شعلا بنجي ڀڙڪي اٿيو. مارئيءَ جي مٽيءَ بـه مان لڏو، سنڌ جي سنڌ وري ٻه مهراڻ کي ٻوڙي ڇڏيو، سسئيءَ وري ٻه ڏونگر کي ڏاري وڌو، وڃيندڙ نيٺ وڃي ويا، ڪنار نيٺ ڪنبي ويئي، دوڪي جي

ديوار نيٺ ڊهــي پئي. ۴ مارچ ١٩٦٧ع (١) ٣ جنوري، ١٩٦٩ع (٢) ١٧ جنوري ١٩٦٩ع (٣) ۽ ١٧ نومبر ١٩٦٩ع (۴) جي رت ۾ رڱيو جهنڊو آپ تائين جهومڻ لڳو.

— — —

سنڌ جي تاريخ جــو اهو بــاب هڪ لمبي داستان جو هو. هڪ هزار سالن جي تاريخ ۾ سنڌي عوام، سنڌي قوم جي وجود جو هڏ ۽ ماس جو جسم ڏاهي جوڙي راس ڪيو. قوم جي آزاديءَ، قومي وجود، لڄ ۽ حقن تان قربان ٿيندڙ شهيد سورمن پنهنجي رڱيءَ رت سان قومي جسم ۾ لالاڻ ۽ سرخي آندي. سهڻي لطيف ۽ سنڌي شاعرن سنڌن سونهن ۽ سيرت کي سورنهن سينگار ڪرائي ڪيس فن جي آئيني ۾ پنهنجو پاڻ پسايو ۽ پنهنجي نرالي حسن ۽ جوڙ جنسار کان ٻه آگاه ڪيو. سن جي سائينءَ دنيا کي اعلان ڪري ٻڌايو ته هيءَ قوم، هيءَ ڌرتي پنهنجو الڳ تاريخي وجود رکن ٿا. سنڌڙي ڪنهن جي خريد ٻانهي ناهي. هن جو دين ڌرم سياست جي بازار ۾ نيلام ٿيڻ نه ڏبو. شيخ اياز ۽ نئين نسل جي ٻين شاعرن ۽ اديبن سنڌس ڏکن جــا درد ڀــريا داستان بيان ڪري رت رنــو ۽ رنااڙيو. پنهنجي قلب جا ٽڪر ڪوري سنڌس قدمن تي پيٽ چاڙهيا، ڳوڙهن ڀــريل اکين سان ڪيس دعائــون ڪيون؛ دلداريون ڏنيون؛ سنڌس سڌوري سونهن جون ساکون ڀريون، سنڌس قيد مان نڪرڻ، شاد ۽ آباد ٿيڻ جا سهڻا سپنا ڏٺا ۽ ڏيکاريا تانجو آهون ۽ دانهون، دعائون ۽ دلداريون، ڪاوڙ؛ غصي ۽ احتجاج ۾ بدليون، گيت شعلا بڻجي

---

١- ڄامشوري وٽ ڪمشنر مسرور ۽ ڊپٽــي ڪمشنر علمدار رضــا طرفان موڪليل پوليس جو ٧٠٢ شاگردن جو خون وهائڻ.

٢-٣ اعظم خان ۽ اصغر خان جي جلوسن ۾ ”جيئي سنڌ“ جي نعري هڻندڙن شاگردن تي جماعت اسلامي جي غنڊن جا خوني حملا.

۴- يونيورسٽي اولڊ ڪئمپس ۾ بک هڙتالي شاگردن ۽ رهنمائن تي پوليس جو حملو.

ويا. فرياد ٻڌڪارون ڏني پيا. وطن دوستيءَ جي تحت ۾ ڏڪار جي انڪٽ ڦهري زماني جي ڀڄائيءَ جا ڏينهن اچي وڃها پيا. رتيون بدليون. سڌن جا پڙاڏا گونجڻ لڳا. تانجو سڏ پڙاڏاءَ هڪ ٿي ويا. نئون نسل جاڳيو، مادر وطن سان محبت جي مينهن جي موسم اچي سهڙي. اول ڦڙ ڦڙ پوءِ وسڪارا ٿيڻ لڳا. ۳ مارچ ۱۹٦۷ع کان پلر جي پالوٽ شروع ٿي. رکي رکي وڏ ڦڙا وسڻ لڳا. تانجو اهو وقت اچي پهتو جڏهن، ”وسي تڏهن وس، سند مڙيئي مينهن اچي!“

## ”ابا ڏوري جاءِ ڏيو!“

”جيئي سنڌ نوجوان محاذ“ سڀ کان پهرين سنڌيءَ ۾ لسٽون ڇپائڻ جو مطالبو ڪيو هو ۽ اعلان ڪيو تہ جيڪڏهن اهو مطالبو منظور نہ ٿيو تہ سنڌ جا ماڻهو چونڊن جو بائيڪاٽ ڪندا. پوءِ شاگرد جماعتن، اخبارن ۽ ڪن قومي ڪارڪنن دستوري تائيد ڪئي هئي. باقاعده مهم هلائڻ ۽ ڪنهن خاص قدم کڻڻ جو خيال ڪنهن بہ ڪونہ ڏيکاريو. قومي تحريڪ ۾ في الحال ماٺائي اچي چڪي هئي.

ملڪي ماحول تي اينڊڙ چونڊن جو نشو چڙهيل هو. وڏي زميندار طبقي جا آڙي ڪاپ جهونا سياسي لومڙ جي ون يونٽ خلاف هلچل هلندي پرن مان لڪي سنڌ جي حبدارن خلاف بگهڙن سان سازشون ڪندا هئا ۽ لڪي لڪي گهوڙا ٿا اچلائي پيا هئندا هئا، سي هڪدم ”ون يونٽ ٽوڙيو!“ جا نعرا هڻي ڏاڍي ميناج ۽ فضيلت سان ”ابا ٿورو پاسي!“ ”پٽ! ٿوري جاءِ ڏيو!“ ”بابا ٿوري جاءِ ڏيو!“ چئي ڪمال استاديءَ سان مجاهدن اديبن ۽ شاعرن، وطن دوست ڪارڪنن ۽ شاگرد سورمن کي هٽائي پاڻ سياسي اسٽيج تي قبضو ڪري ويهي رهيا ۽ پنهنجا پراڻا سياسي ڪرتب ڏيکارڻ لڳا جهڙوڪ، ٽولا ٺاهي هڪٻئي جون ڏڙهيون پٽڻ، پاڻ تي جڳ، ڪلائڻ، ڏارين کي وجهہ ڏيڻ، پنهنجي ڳالهہ مٿي ڪرڻ

ٽه سنڌ کي نيلام جي اڏي تي رکڻ وغيره.

"عبرت" ۽ هلال پاڪستان جي مورچن مان گند سان ڀريل ڳوٺن جي توبرن شروع ٿي ويئي، سنڌي عوام جي اکيان فقط اهو مسئلو وڃي رهيو تہ ادبي بورڊ جي بنگلي جي معاملي ۾ مخدوم صاحب ٿو اڳ ۾ مارشل لا ۾ چالان ٿئي يا قاضي برادران ٺا ڪلراٺي زمين ڪري ڪاٽ پون. علي مراد خان واريون روايتون زنده ٿي ويون. سنڌ جي قومي اخبار "عبرت" جنهن سالن جا سال پنهنجي حال ۽ وقت آهر سنڌيت جو ڏيئو پئي ٻمڪايو ۽ ڏک سک ۾ سنڌ جو آواز پئي بلند ڪيو ۽ ساراهہ گناهہ مفت ۾، سنڌ جي قاتل دشمن ۽ سامراجي ڇاڙتي ملان مودودي؏ جي حوالي ٿي ويئي ۽ روز سنڌس زهريلي پروپئگنڊا جو زهر ڦهلائڻ لڳي. سنڌ، سن جي سائين، اياز ۽ ٻين سنڌ جي وطن دوست اديبن، شاعرن ۽ قومي ڪارڪنن خلاف زهر اوڳارڻ وارا ڦانگ جا ٻچا مزي سان سن جي سائين جي تائيد ڪندڙ قومي اخبار ذريعي سنڌ جي ڪير تي پلجڻ ۽ ٺئون زهر تيار ڪري نوان ڏنگ هڻڻ لڳا.

هلال پاڪستان هڪ طرف مودودي؏ جي مخالفت ڪرڻ لڳي تہ ٻئي طرف سيد خلاف ساڳئي منافق جي، مذهب جي اوٽ ۾ هلايل فتنہ انگيز پروپئگنڊا جي گندگي وڏي شان شوڪت سان ڦهلائڻ لڳي. مهراڻ اصل کان جماعت اسلامي جي قبضي ۾ آهي. "خادم وطن" تازو ڄڙڪائي اٿس. رهيل ڪسر هن وڏيرڪي؏ ڏاڙهي؏ پٽ ۾ پوري ٿي ۽ عبرت ۽ هلال پاڪستان ۾ به سنڌس في سبيل الله پائيواري ٿي ويئي. گويا سموري سنڌي پريس تي سامراجي ايجنٽن ۽ سنڌ دشمنن جو قبضو ٿي ويو. وطن دوست اديبن کي به وڏيرڪي سياست ۾ گهليو ويو. ڏٺا وائسٽا ماڻهو ليڪا لنگهي ويا. سازشن جا الزام گهڙيا ويا. "سنسني خيز انڪشاف" تيار ڪرايا ويا. سهڻي لطيف جو مقدس روح تڙپي رهيو هو ۽ چئي رهيو هو:

بلي ڪين ٻلا پرين، هڻ نہ مناسب هوءِ
توڙي حب نہ هوءِ، تہ بہ هوت نہ ڪجن هيڏيون

— — —

پاڻي ڪان ڪماڻ ۾ سيان مـــار م مون،
مون ۾ آهين تون، متان تنهنجوئي توکي لڳي.

— — —

کهين تـــہ آپ ڪيہ، ڏس م ڇوهڙيان،

خود شاگرد بہ مختلف سياسي جماعتن جي حامين ۽ مخالفن ۾ ورهائجي ويا هئا. ائين ٿي ڏسڻ ۾ آيو تہ اهو مجاهد طبقو جنهن پنهنجي جرائت، اتحاد ۽ پيش قدميءَ سان سنڌ جـي قسمت جـوڙڻ واڳون وڏي زميندار طبقي جي قوم فروش اليڪشني سياست بازن ۽ پنجابي مهاجر ”ترقي پسند“ سڏائيندڙ سامراجي ذهنيت رکندڙ گرگن ۽ سنڌن ڇڙتن ڪان زبردستيءَ کيس پنهنجن هٿن ۾ وٺي سنڌ جـي تاريخ ۾ انقلابي موڙ آندو هو، سو هاڻي پنهنجي رضا خوشيءَ سان سياسي خودڪشي ڪري انهن ساڳين طبقن جو پڇ ٿي لٽڪڻ لاءِ تيار ٿي ويو هو ۽ سنڌ جي سياست وري بہ لال بازار جي رونق بڻجي قوم فروش ۽ سامراجين وٽ تين وال ٿيڻ لاءِ تيار هئي.

اهڙيءَ ريت وڏيرڪي سياست جي پراڻي گند قومي جدوجهد جي صاف، شفاف ۽ آب حيات جهڙي چشميءَ کي اڪ چنب ۾ ڪنو ۽ بدبودار ڪري ڇڏيو:

اڇو پاڻي لڙ ٿيو، ڪالوريو ڪنگن،
ايندا لڄ مرن، تنهن پاڻيءَ مٿي هنجڙا.

دونهين آهستي آهستي دکي هئي ۽ ڀڙين ڏينهن يعني:

**٧ نومبر ٿي ٻہ اهم واقعا ٿيا.**

حيدرآباد ۾ شاگردن گڏجي جدوجهد جي اڳواڻي ڪرڻ ا هڪ رهبر ڪميٽي (١) ٺاهي. سنڌ جـي اترئين حصـي ۾ خيرپ

---

١- ميمبر: ١- لالا قادر ٢- اقبال ترين ٣- غلام نبي پليجو روشن پنهور ٥- خليل ٻچاڻي ٦- مسعود پيرزادو ٧- سليم سنجر ٨- آغا زاهد ٩- رفيق صفي ١٠- مختيار ميمڻ.

ڊويزنل ڪائونسل ڦهرستون سنڌيءَ ۾ ڇاپڻ جي سفارش جو ٺهراءُ بحال ڪيو.

٨ تاريخ شاگردن جو جلوس نعرا هڻندو، لاڪاليج ۾ ويو جتي امتحان ڏيندڙ شاگرد پيپر ڦاڙي جلوس ۾ شامل ٿي ويا. ان ڪانپوءِ جلوس "جيئي سنڌ"، "سنڌ جي جان ڊاڪٽر افغان"، "سنڌين سان زيادتيون ختم ڪريو"، "ڊاڪٽر افغان خلاف ڪيس واپس وٺو"، "آپا شمس عباسيءَ کي واپس آڻيو"، "ون يونٽ ٽوڙيو"، "مارشل لا ختم ڪريو" جا نعرا هڻندو اولڊ ڪئمپس پهتو.

اليڪشن ڪميٽيءَ جي ميمبرن ٻہ دفعا ڪمشنر ۽ وائيس چانسلر سان ملاقاتون ڪيون. ٻنهي صاحبن کين وعدو ڏنو تہ "ڏينهن ٻن ۾" سندن مطالبي تي آخرين فيصلو ڪيو ويندو. نئون وائيس چانسلر سيد غلام مصطفيٰ شاه تازو مقرر ٿيو هو.

هن اچڻ شرط ظاهري توڙي عملي طرح صاف چئي ڇڏيو تہ هو سنڌي قوم جي مفادن کي پنهنجي ذاتي فائدي لاءِ قربان ڪرڻ لاءِ تيار نہ هو. هونئن بہ سنڌي شاگردن جي جدوجهد هيستائين واضح ڪري ڇڏيو هو تہ سنڌ ۾ سنڌين خلاف سازش ڪندڙ عملدارن لاءِ ڪابہ جڳهہ ڪانهي پوءِ اهي خود ڪئي سنڌي ڇونہ هجن.

هوڏانهن ڪمشنر هائوس ۾ صبح جو ڏهين بجي کان وٺي حيدرآباد شهر ۽ سڄي حيدرآباد ڊويزن جي "معززن" جي ميٽنگ

---

اخباري اطلاعن مطابق ڪمشنر جي ميٽنگ ۾ ٻين ڪانسواءِ هيٺين برک شخصيتن شرڪت ڪئي.

١- مخدوم طالب المولي ٢- مير رسول بخش ٽالپر ٣- مير اعجاز علي ٽالپر ٤- مسٽر عبدالحميد جتوئي ٥- لطيف انصاري ٦- نبي بخش ٻرگڙي ٧- مير پير بخش ٽالپر ٨- غلام حيدرشاه ٩- نثار آفندي ١٠- فقير عيسيٰ ١١- نواب يامين ١٢- نواب مظفر ١٣- غلام محمد وسان ١٤- چوڌري اشرف ١٥- ڪمال الدين ميمڻ ١٦- حافظ مبارڪ علي شاه ١٧- مير محمد بخش ٽالپر ١٨- خواجہ (هلندڙ)

هلي رهي هئي. سرزمين سنڌ جي حاڪم طبقي سياسي اقتدار جـي سورهن ئي آنن جي موروثي ڪاٺيدار طبقي سرزمين سنڌ جي زمين ۽ زماني جـي مالڪ طبقي جا برک عيوضي اهي صاحب بهادر جي دربار ۾ رونق افروز ٿيا هئا. مجلس جي مورن ۾ نواب مظفر، حافظ مبارڪ علي شاهه، چوڌري اشرف ۽ صدرالدين انصاريءَ جهڙا نامي گرامي سنڌ جا سڄڻ ۽ قومي اتحاد جا ”علمبردار“ به شريڪ هئا. ڪمشنر صاحب جـي تقرير کانپوءِ سنڌ جـي زميندار ”عيوضين“ تقريرون ڪيون. ”عبرت“ جي اطلاع موجب سمورن صاحبن پنهنجي وضاحت ۽ بلاغت جي درياهن جي ڀالوٽ فقط ”باهمي اتحاد“ ۽ زور ڏيڻ تائين محدود رکي. سنڌي فهرستن، سنڌي قومي زبان، ون يونٽ، لالا قادر جي ٻڪ هڙتال جهڙيون خسيس ڳالهيون نه هنڙي حاڪم طبقي جي ڪچهري جي شان وٽان هيون ۽ نه ئي نڪتيون.

مخدوم محمد زمان طالب المولي سنڌي فهرستن توڙي سنڌيءَ کـي قومي ٻولي مقرر ڪرڻ جـي مسئلي جو ذڪر ڪندي چيو، ”ماڻهن جي رضامندي حاصل ڪرڻ جو بهترين حل اهو آهي تـه لسٽون ۽ فارم سنڌي ۾ ڇپايا وڃن..... سنڌي زبان کـي نـه صرف تعليم جو ذريعو بنايو وڃي پر قومي ٻولي بنايو وڃي. ائين ڪرڻ سان پاڪستان جي سالميت ۽ استحڪام حاصل ٿئي ٿو....“

ان ڏينهن غـلام محمد لغاري، باقرعلي شاهه، غـلام حسين سوسرو، عثمان لغاري ۽ ٻيا نعپ ۽ هاري اڳواڻ ۽ ڪارڪن لالا سان ملڻ آيا ۽ سندس همت افزائي ڪيائون.

---

محمد عيسي ۱۹- حبيب الله قادري ۲۰- مولوي عبدالله ميمڻ ۲۱- ڊاڪٽر شبلي ۲۲- رفيق عابد ۲۳- صدرالدين انصاري ۲۴- قاضي محمد اڪبر ۲۵- سيد قمرالزمان شاهه ۲۶- سلطان احمد ۲۷- ميان محمد شوڪت ۲۸- رفاقت الله ۲۹- سيٺ هرچندراءِ ۳۰- حافظ محمد اسحاق ۳۱- محمد عثمان ڏيپو ۳۲- غلام قادر ۳۳- جميل احمد ۳۴- محمد سومار ٽيپو ۳۵- نصير عباسي.

لاءِ ڀڪ هڙتال ڪرڻ وقت سنڌي لسٽن کان سواءِ ٻہ ٻيا مطلبا پڻ پيش ڪيا هئا. اهي هئا: ڊاڪٽر افغان پرنسپال انجنيرنگ ڪاليج خلاف ڪيس واپس وٺڻ ۽ آپا شمس عباسي پرنسپال گورنمينٽ گرلس ڪاليج حيدرآباد کي واپس ڪاليج ۾ آڻڻ. آپا شمس عباسي خلاف پروپيگنڊا فلم ڊائريڪشن جا فرائض حيدرآباد جي چوڌري اشرف، مظفر، مبارڪ علي شاه جي نام ڪني سنڌ دشمن ٽمورتيءَ بجا آندا هئا ۽ ڪيترا مهاجر حلقا ان جي پروپيگنڊا جي اثر ۾ اچي ويا هئا. ڪراچيءَ جي مهاجر سياستبازن جي زير اثر عثماني نعيم ۽ ان سان تعلق رکندڙ ساقي گروپ انهيءَ ڪري مطالبو ڪيو تہ آپا شمس کي واپس آڻڻ جي مطالبي کي ترڪ ڪيو وڃي نہ تہ اسان جو گروپ تحريڪ جي حمايت نہ ڪندو. هن گروپ جي اها پاليسي اصل کان هلي اچي. اڳئين دفعي جڏهن اشرف، مظفر، مبارڪ ٽمورتيءَ مسرور- عملدار- اعظم جي عملدار ٽوليءَ سان ملي حسن- علي عبدالرحمان کي لوڏي ڪڍايو هو تڏهن بہ عثماني نعيم ۽ ساقي گروپ ساڳيو رول ادا ڪيو هو تڏهن. حسن عليءَ خلاف سنڌ دشمن شازش ڪئي پڻ ڪامورن وچ ۾ جهيڙو سڏيو ويو ۽ سنڌي شاگردن کي پري کان ويهي تماشو ڏسڻ ۽ حسن علي کي اڪيلو ڇڏي ڏيڻ جي صلاح ڏني ويئي هئي. حسن علي کي لوڻ ۽ سنڌي شاگردن کي سنڌس جماعت ۾ متحد ٿيڻ کان روڪڻ لاءِ حسن عليءَ جي عيبن ثوابن بابت زبردست پمفليٽ لکي ورهايا ويا. مطلب تہ سنڌ دشمن سازشين کي ميدان صاف ڪري ڏنو ويو تہ "ڀلي حسن علي کي اڪيلو ڪري ماريو اسين سنڌين سان ڪوبہ سنڌس ويجهو اچڻ نہ ڏينداسين، جڏهن انهيءَ ٽہ طرفيءَ (اشرف ٽولي، مسرور ٽولي ۽ نعيم ساقي گروپ) جي مخالفت ٻاهرين خواه اندروني سازش جي باوجود مسرور خلاف جو زور وٺي ويئي ۴ مارچ ١٩٦٧ع جو ڏهاڙو ڇهنڊو بلند ٿيو ۽ جيئي سنڌ جي تحريڪ ڇال ڏيئي اڳتي وڌي تڏهن ڪجهہ اردو پريس جي مهربانيءَ سان ڪجهہ عثماني ٽوليءَ جي پروپيگنڊا جي استادين ۽ ڪرامتن سبب ۽ ڪجهہ

سنڌي شاگرد طبقي ۽ سنڌي قوم جي سادي ويساهه وسوڙيل طبيعت ۽ سياسي اڻڄاڻائيءَ ۽ ناتجربيڪاريءَ سبب جيئي سنڌ تحريڪ جو سمورو عتاب ۽ ڏک ڏاڪڙا وطن دوست سنڌي شاگردن ۽ ليڊرن جي حصي ۾ آيا ۽ سمورو داد تحريڪ جي ڪٽر مخالف ڪنڌڙ عثماني ٽعپ ۽ سندس زير اثر ساقي گروپ جي حصي ۾ آيو.

— — —

آپا شمس قاضي محمد اڪبر وارن جي همشيره آهي. تنهن ڪري سنڌ جي سياسي دستور ۽ روايتن مطابق مڪاني پيپلز پارٽيءَ ٻ . آپا شمس کي اڪيلو ڪري مارائڻ بلڪ ٻه طرفي حملي جو شڪار ڪرڻ لاءِ وسان ڪونه گهٽايو. هلال پاڪستان پنهنجو اخلاقي ۽ قومي فرض سمجهي ور ڪنجي اچي آپا شمس جي ٻوڙيان پيئي ۽ چوڌري اشرف - مظفر مبارڪ علي ٺموريءَ جي پروپيگنڊا کي في سبيل الله خوب زور وٺايائين ۽ شاگردن تي به زور آندائين ته اهي انهيءَ مسئلي ۾ هٿ نه وجهن.

بهرحال عثماني - ساقي گروپ ۽ هلال جي مخالفت سبب آپا شمس کي واپس آڻڻ جو مطالبو گڏيل پليٽفارم مان خارج ڪيو ويو. ايس.ايس.ڪو. جيئي سنڌ محاذ ۽ آزاد اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن هڪ الڳ بيان ۾ هن مطالبي جي حمايت ڪرڻ ۽ ان لاءِ جدوجهد ڪرڻ جو اعلان ڪيو. پر عملي طور ان کي بلڪل نظرانداز ڪيو ويو. اختياريءَ وارن سان ڳالهين مان اها ڪوبه ڪڙتيل ڪونه نڪتو. ۹ تاريخ لالا ڪسي مرڻ گهڙيءَ تائين بک هڙتال جي اڻانگي ۽ خطرناڪ سفر ۾ هڪ پيو به ساٿي مليو. گورنمينٽ ڪاليج دادوءَ جو شاگرد پير بخش پنهور موت تائين بک هڙتال لاءِ اچي لالا پيڙو ٿيو. زرعي ڪاليج ٽنڊي ڄام جو شاگرد شبير احمد سيال به علامتي هڙتال تي اچي ويٺو ۽ اهڙيءَ طرح زرعي ڪاليج ٽنڊي ڄام هن جدوجهد ۾ شاندار رڪارڊ جي شروعات ڪيائين. هن ڪاليج جا اٽڪل ٻه سؤ شاگرد بسن ۾ چڙهي قومي نعرا هڻندا ٽنڊي ڄام کان اولڊ ڪئمپس پهتا.

شاگرد ليڊرشپ اها پڌتر ۾ هئي. سندس ذهن ڪنهن لمبي ڪٺن آزمائش لاءِ تيار نه ٿي ڏنا ۽ مسئلي جي ترت ۽ آسان نبيري جي ڳولا ۽ اميد ۾ مبتلا هئا.

ان ڏينهن ٿسندي ٿسندي ڪجهه شاگردن جو هٿ ۾ ڪنيل هي بظاهر ننڍڙو مسئلو **آل پاڪستان جو سياسي مسئلو** بڻجي ويو ۽ جدوجهد سياسي طرح ڏکي گاڏيءَ جي رفتار سان هلندي هلندي اوچتو چال ڏيئي ٽاپ گيئر ۾ پئجي ويئي.

هڪ مشهور آل پاڪستان پارٽيءَ جي مقبول رهنما جدوجهد جي پرجوش حمايت جو اعلان ڪيو ۽ ان کي قومي مسئلو ٺهرايو. غيرملڪي دوري تان موٽڻ شرط اخبارنويسن کي بيان ڏيندي، پيپلز پارٽيءَ جي چيئرمين ذوالفقارعلي ڀٽي سنڌ ۾ سنڌي لسٽن جي مطالبي جي حمايت ڪئي. هن چيو، ”ڪيترن علائقن ۾ قومي ٻوليون نٿيون سمجهيون وڃن.“ سنڌ ۽ بلوچستان جو مثال ڏيندي هن چيو، ”اتي لکين ماڻهو قومي ٻولي نٿا سمجهن.“ موصوف رپورٽرن کي ٻڌايو ته ”جيڪڏهن يوگوسلاويه ۾ اهڙا فارم پنجن ٻولين ۾ ڇپجي سگهن ته پوءِ پاڪستان ۾ علائقائي ٻولين کي نظرانداز ڪرڻ لاءِ ڪوبه سبب ڪونهي.“

ساڳي ڏينهن سنڌ متحده محاذ جي صدر جي. ايم. سيد دادوءَ ۾ تقرير ڪندي فهرستن جي مطالبي جي پرزور حمايت ڪئي ۽ چيائين ته ”جيڪڏهن لسٽون سنڌيءَ ۾ نٿيون شايع ڪيون وڃن ته پوءِ اسين ڪيئن اعتبار ڪنداسين ته ون يونٽ اسان کي گهر ويٺي لوڙي ڏنو ويندو؟“ سيد صاحب چيو ته، ”جڏهن ته انگريزن جي وقت ۾ به سنڌيءَ ۾ لسٽون شايع ٿينديون هيون ته پوءِ هن وقت آزاد ملڪ هئڻ جي باوجود ڇو نٿيون سنڌيءَ ۾ شايع ڪيون وڃن؟“

پنهنجي دستور مطابق عبرت ڀٽي جي بيان کي ڳول ڪري ڇڏيو ۽ هلال پاڪستان سيد جي بيان کي ڪاٽي ڇڏيو. مخدوم طالب المولي ٽنڊي مٺا خان ۾ تقرير ڪندي پنهنجي حمايت کي

دهرايو. هلال پاڪستان "سنڌيءَ ۾ لسٽون" جي عنوان سان ايڊيٽوريل لکي مطالبن جي حمايت ڪئي.

١٠ تاريخ سرڪاري ڊاڪٽر لالا جو معائنو ڪيو. شام جو اسٽيرنگ ڪميٽي ڪمشنر سان ملڻ ويئي، پر ڪوبه فيصلو نه ٿيو. هوٽل اورينٽ ۾ جناب جي. ايم. سيد جي صدارت هيٺ سنڌي شام جيئي سنڌ محاذ طرفان ملهائي وئي. اخباري اطلاعن موجب لسٽن جي مطالبي ۽ بک هڙتالين جو نه صدارتي خطبي ۾ ذڪر آيو، ۽ نه ڪنهن ٺهراءَ ۾.

١١ تاريخ هلال پاڪستان "دير ڇو؟" ۽ عبرت "از خانہ فهرستون ۽ علائقائي زبانون" جي عنوانن سان حمايتي ايڊيٽوريل شايع ڪيا. هلال تنهن ڪانسواءِ محترم عبدالله چنه جو حمايتي مضمون "اينڊز اليڪشن" به شايع ڪيو ۽ شاگردن جي صفحي ۾ لالا ۽ پين هڙتالي شاگردن کي خراج تحسين ڏنو. جيڪب آباد مان مير مراد خان جمالي، نواب شاه مان قاضي محمد بخش ۽ هاري ڪميٽي ٽنڊي الهيار جا حمايتي بيان پريس ۾ شايع ٿيا. پاڪستان عوامي ليگ جي نائب صدر قاضي فيض محمد حمايتي پريس بيان سان گڏ اهو به اعلان ڪيو ته هو مرڻ گهڙي تائين بک هڙتال ڪندو. لالا جو ڊاڪٽري معائنو ڪيو ويو ۽ ڪيس ڪمزور ڏسي اسپتال ۾ داخل ٿيڻ جو مشورو ڏنو ويو، پر هن قبول نه ڪيو. سٽي ڪاليج ۽ لطيف آباد مان چوڌري اشرف، مظفر، مبارڪ علي شوشي باز نه موري جي چورت تي سنڌي شاگردن جي خلاف جوابي جلوس ڪڍيا ويا. هوڏانهن اختياري وارن جي ٽال مٽول ڏسي شاگرد ليڊرشپ تنظيمي طور هڪ قدم اڳتي وڌايو ۽ چئني سنڌي شاگردن جماعتن جي اڳواڻن جي اڳواڻ ڪاميٽي ٺاهي ويئي، جنهن جو نالو "سنڌ نوجوان هاءِ ڪمانڊ" رکيو ويو. ان جا ميمبر هئا: ١- لالا قادر، ٢- مسعود نوراني، ٣- يوسف ٽالپر، ٤- جام ساقي. رات جو ڄامشوري ۾ جنرل باڊيءَ جو اجلاس ٿيو. ٻئي ڏينهن ١٢ تاريخ زرعي ڪاليج جو شاگرد صابر علي شاه علامتي بک هڙتال تي ويٺو.

لالا جو وزن ۱۲ پائونڊ گهٽجي ويو. ڪراچي جي سنڌي شاگردن، پيپلز پارٽي ٽنڊوالهيار ۽ سنڌي ثقافتي مجلس جي جنرل سيڪريٽري غالب لطيف طرفان حمايتي پريس بيان جاري ڪيا ويا. ڪمشنر سان ڳالهين پونهين مان هڪ مسئلي جو نبيرو ٿيو ۽ اعلان ٿيو ته ”ڊاڪٽر افغان خلاف انڪوائري فوجي يا سول عدالت بدران ڊپارٽمينٽل طور هلائي ويندي“ معلوم ٿي ٿيو ته لسٽن جي معاملي ۾ ڪنهن سمجهوتي جو امڪان گهٽ هو. تنهنڪري هاڻ ڪمان طرفان سڄي سنڌ جي شاگردن کي علامتي بک هڙتال ڪرڻ جي اپيل ڪئي ويئي ۽ حڪومت کي آخري وارننگ ڏني ويئي ته ”هو پنهنجي ضد تان لهي ڪجهه نرميءَ کان ڪم وٺن. ٻيءَ صورت ۾ سڄي سنڌ وڌيڪ نا انصافي نه سهندي“ البت ڊاڪٽر افغان بابت ڪيل فيصلي جي مدنظر شاگردن کي هلندڙ امتحانن ۾ شريڪ ٿيڻ جي اجازت ڏني ويئي.

۱۳ تاريخ حيدرآباد ۾ عثماني نعيم طرفان حسن ناصر جو ڏينهن ملهايو ويو، جنهن ۾ جام ساقي، مهر حسين شاهه ۽ ٻين تقريرون ڪيون. اخباري اطلاعن موجب انهن تقريرن يا ٺهرائن ۾ لسٽن جي يا بک هڙتالين جي حمايت جو ڪوبه ذڪر نه آيو. هوڏانهن بدين ۾ ٽي شاگرد سليم سنڌي، نور احمد شاهه، الهڏنو ابڙو ۽ نواب شاهه ۾ اسماعيل وساڻ ۽ احمد خان جمالي بک هڙتال تي ويٺا. ۱۴ تاريخ پاڪستان عوامي ليگ جو نائب صدر ۽ سنڌ جو مشهور مرد مجاهد قاضي فيض محمد به پنهنجي سر اڌيءَ تي رکيو ۽ موت تائين بک هڙتال شروع ڪيائين. حيدرآباد ۾ ٻن شاگردن الطاف حسين ۽ علي اڪبر بروهي ۽ نواب شاهه ۾ عزيزالله ميمڻ علامتي بک هڙتال شروع ڪئي.

۱۵ تاريخ تي پيٽي ۽ سيد جا ٻه بيان شايع ٿيا. پيٽي لالا ۽ ٻين بک هڙتالين کي آفرين ڏني ۽ سندن ڪاميابيءَ لاءِ دعا گهري. شاهه صاحب کين بک هڙتال ملتوي ڪرڻ جي اپيل ڪئي. هنن بيانن ۾ ٻن مختلف سياسي سوچن ۽ ڪم جي طريقن جو فرق هو.

ٻن سياسي نسلن جو فاصلو هو. ٻنهي جي وچ ۾ ماضي ۽ مستقبل جي ڪامي هئي. هڪ چئي چئي رهيو هو ”شاباس! وارو ڪريو! مڙس ماڻهو ٿيو، اهي ويجها پهتا آهيو!“ ٻيو چئي بزرگانه نهمانش ڪري رهيو هو، ”هون! هون! هي ڇا؟ ائين به ڪو ٿيو آهي؟ هاڻ گهڻو هل ٿيو، فضيلت سکو!“ ڇا هڪڙو ٻئي ڪان وڌيڪ وطن جو گهڻگهرو هو؟ نه! فرق سچائيءَ جو، نه سمجهه سوچ ۽ پس منظر جو هو. هڪ نگاهن تي ماضيءَ جي اليڪشن وڏيرڪي محلاتي سياست رڻ پٽ جي ننيڙن ٿڌن خيابانن جا لمبا، اداس، پر ڪنهن نموني وڻندڙ ۽ چاتل سڃاتل پاڇا پيل هئا. اهي خيابان جن ۾ هر ڪم، هر مسئلو، هر سياسي وار ڦير، ڪنهن خيرشاهه، ڪنهن حسن بخش شاهه، ڪنهن عبدالمجيد سنڌيءَ، ڪنهن مصطفي يا ڳزي سان درٻور ملاقات ذريعي ڪئي ويندي هئي، جنهن ۾ هر ڪارروائي، نوٽيس، ايجنڊا، سبجيڪٽ ڪميٽي ۽ سليڪٽ ڪاميٽين ۾ فهميدي نموني پارليامينٽري زبان ۾، رولن ۽ ريگيوليشن مطابق ٿيندي هئي، جنهن ۾ سڀ حصو وٺندڙ ساڻي توڙي مخالف، عمر جا چاتل سڃاتل، ٽر جا سٺ پيڙهيا خاندان يا سيٺيون هوندا هئا، جن جي وار وار جو ماڻهو عمر ڪان واقف هوندو هو. جن جي ڦيرائڻ ۽ پنهنجي پاسي ڪرڻ جا گس معلوم هئا. جن جي ووٽ جي ڪاف تي لڳ لاڳاپن جون ڪئين ڇاپيون لڳنديون هيون ۽ هر ڪنهن چرندڙ پرندڙ سياسي ڪاريگر وٽ اهڙين ڇاپن جا ڪئين ڇڳا هوندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ته اهي ڪاف بنا ڇاپن جي ڪلن سان ٿاري رکيا هئا. يا مور ڳو پوليسي سترڪي سان ٽوڙي رکيا هئا. جهيڙا به ٿيندا هئا ته قاعدي موجب، رستي سان ناميشن پيپر رد ڪيا يا ڪرائيا هئا، ووٽن جون پيٽيون اڳواٽ ڀريون هيون. اميدوار عين ٽائيم تي ڪجهي وچي پلن ۾ پوندا هئا. ميمبر ڇورائيا هئا، وزيريءَ جا اميدوار سچيون راتيون ڪاڪوس ۾ ڪمودن تي سڪا لڪا ويٺا هوندا هئا اوچتو ڪفر جون رٿون يا بي اعتماديءَ جا ٺهراءَ پيش ٿيندا هئا. پيچون بدلائييون هيون، وزارتون ڪرنديون هيون، ڪڏهن

ڪڏهن جيل ڪاٽيا پوندا هئا. پر هڏ جو ڏو نه ڏيندو هو. ڪي به دائمي دشمنيون ڪونه هونديون هيون، ڪي به اوپرا ۽ اوپٽوماڻهو سياست ۾ ٽنگ ڪونه اڙڪائيندا هئا. سڀ پنهنجا پاڻ ۾ هوندا هئا. شاگردن، هارين يا عام ماڻهن جي ڪيچل ڪانه هوندي هئي اهي پنهنجي ڪم ۾ هوندا هئا ۽ سياست باز پنهنجي ڪم ۾.

انهن نظارن تي هريل اکيون هن دور جي هر نظاري کي حيرت، ناپسنديدگيءَ ۽ مونجهاري سان ڏسڻ تي مجبور آهن. ڪين هر شئي پنهنجي جاءِ تان ٽڙيل، هر ڳالهه آبتي، بي قاعدي، اونڌي، هر ماڻهو شڪي، اوپرو، حد دخلي ڪندڙ لڳي ٿو. ڪين موجوده سياسي آبهوا ۽ ماحول پاڻ نه ٿا پون. ڪين فضا تي هر وقت هلڪي هلڪي بغار جي ڪيفيت ڇانيل لڳي ٿي. مستقبل ڏانهن نهارڻ سان ڪين نامعلوم، خوفائتو پوت لامارا ڏيندا نظر اچن ٿا. انڪري اهڙيون اکيون حال ۽ مستقبل بدران ماضيءَ ڏانهن ڪتل رهن ٿيون. ان ماضي ڏانهن جو ڪڏهن هو ۽ وري ڪڏهن به نه اچڻو آهي!!

هئي جي اکين ۾ ويهين صديءَ جي ٽين چوٿائيءَ واري دنيا جا ڪنوڻ جي تيزيءَ سان ڦرندڙ طوفاني ۽ محشر انگيز نظارا هئا. ڌرتيءَ جي شهسوارن جو چنڊ کي پنهنجي سرڪش ڦاهيءَ ۾ ڦاسائڻ ۽ پيرن هيٺ لتاڙڻ، آمريڪا جي حقير ۽ ڪين جهڙن، جونئن ڪاڏل شيدي غلامن جو سموري دنيا جي آقا گورن جي مغرور بستين، آسمان کي ڇهندڙ رنگبرنگي روشنين ۾ وهنجيل، قارون جي خزانن جا پريل، الف ليليٰ جي آکاڻين ڪان حسين بهشت جهڙن شهرن کي عوامي بغاوت جي شعلن ۾ وڪوڙي پسم ڪرڻ، ويٽنام ۾ صدين ڪان بکين اگهاڙن ماريل ڇپيل هاري عيالن جو راڪيٽن ۽ زهريلن بمن جي برندڙ ساڙيندڙ پيانڪ برسات ۾ ثابت قدم رهڻ ۽ انساني تاريخ جي سڀ ڪان خوفناڪ ۽ طاقتور فوج کي گوڏن پر جهڪائي ذليل ۽ خوار ڪرڻ، برڪلي، شڪاگو، برلن، پئرس، روم، ٽوڪيو، ائمسٽرڊم، لنڊن، پيڪنگ، شنگهائي، انقرا، دهلي، ڍاڪا، حيدرآباد، راولپنڊي، ڪراچي، لاهور ۽ سڄي دنيا جي شهرن ۾

سرفروش شاگردن جي طاقت ۽ حڪومت جي مورچن تي واچوڙن کان تيز جلهون ۽ هلائون، آفريڪا جي اونداهن ٻيلن، ڏکڻ آمريڪا جي ويران پوٺن فلسطين ۽ سينائي جي رڻن پٽن، ٿائلنڊ جي ٻهاڙن، هندستان جي ميداني علائقن، ڀونچ سمنڊ جي فضائن ۾ گوريلا مجاهدن، مردن ۽ عورتن، ٻڍن ۽ ٻارن جا حيرت انگيز ڏرتيءَ ڪي ڏوڏيندڙ ڪارناما، سڄي دنيا ۾ اليڪشني سياست تي ڪاڪ محل جو جادو ٽٽڻ ۽ عوامي جدوجهد جو فاتح سرخرو جهنڊو بلند ٿيڻ، عوام کان ڀري ڀچندڙ قربانيءَ کان وٺندڙ ويندڙ، مصلحت پرست سياستدانن، گهر ويٺي پنهون پچائيندڙ، ٻاهر ٽڙ تي بيهي ميهار، ميهار ڪندڙ ڪٺيءَ ڪاپار مجنن جي سياست جو خوار خراب ٿيڻ ۽ ڏونگر ڏوريندڙ عوامي سرفروشن جي ناموس جي ڪٿوريءَ جهڙي خوشبوءِ جون ٽرن ۽ برن، جهنگلن ۽ شهرن ۾ هبڪارون، سڄي دنيا ۾ ڪروڙها انساني چپن جو فلمي ائڪٽرن ۽ رانديگرن، پهلوانن، فوجي جنرلن ۽ فاتحن، ولين ۽ پيرن، پادرين ۽ پوپن جي نالن بدران نون اڀرج جهڙن نالن کي اڪبر، احترام ۽ عقيدت وچان اچارڻ، روءِ زمين جي ڪروڙين ڪنڌن جو جميلہ بوپاشا، وان ٿوئي، شي گئارا، لومبا، هوچي منهه، مائوزي تنگ جهڙن نالن ٻڌڻ سان احتراماً جهڪي وڃڻ، اهي ۽ ٻيا هزارين اهڙا نظارا.

هڪڙي جي نظر ۾ شاگردن جي بک هڙتال هڪ خواه مخواه جي ڪؤنس ۽ پارٽي ڪيچل هئي. ٻئي جي نظر ۾ اها هڪ اهم سياسي قدم، عوامي جذبن جي اظهار جو هڪ پرامن ۽ دستوري ذريعو هئي. هڪڙي ان کي موجوده سٺي صورتحال لاءِ خطرو ۽ ٻئي ان کي بهتر مستقبل جو نيڪ فال سمجهيو.

ٻئي پنهنجي تار ۾ ”لالا جي بگڙندڙ صحت تي تشويش جو اظهار ڪندي ڪيس پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيڻ جي دعا ڪئي.“ هن ڪيس ”حق لاءِ لڙندڙ سر زمين سنڌ جو بهادر فرزند“ قرار ڏنو.

١٥ تاريخ شاه صاحب پنهنجي پريس بيان ۾ بک هڙتالين کي اپيل ڪئي ته ذهن ڏيڻ لاءِ پنهنجي بک هڙتال ملتوي ڪن

تنهن جيئن هو اختياري وارن سان گفت و شنيد ڪري ذهن ڏينهن اندر تسلي بخش فيصلو ڪرائڻ جي ڪوشش ڪري. شاه صاحب چيو ”جنهن صورت ۾ ون يونٽ جي ٽٽڻ جا روشن امڪان موجود آهن تنهن صورت ۾ ڪوبه مناسب ناهي جو وونرن جون لسٽون سنڌيءَ ۾ ڇپائڻ تي اختياري وارن کي آماده ڪري نه سگهجي.“ شاهه صاحب چيو ته ”جيڪڏهن ڏهن ڏينهن اندر مسئلي تي سنڌ جي عوام جي حسب منشا فيصلو نه ٿيو ته هو فورن متحده محاذ جي ايگزيڪيوٽو ڪميٽي جي ميٽنگ سڏائي انهيءَ سوال تي ڪڏيل قدم کڻڻ لاءِ غور ڪندا.“ شاهه صاحب جي اپيل شاگرد ليڊرشپ کي ۾ دليو ڪري وڌو. چيو وڃي ٿو ته اول سمورا شاگرد ليڊر انهيءَ فيصلي تي پهتا ته انهي اپيل تي بک هڙتال ٽوڙائجي ۽ هنن لالا، قاضي فيض محمد ۽ پير بخش ڀنوهر تي ڀرپور زور وڌو ته هو پنهنجي بک هڙتال ٽوڙين. پر ٽئي ڄڻا اڏول ٿي بيهي رهيا. شام جو شاگرد هاءِ ڪمان طرفان هڪ پريس ڀڌرائي ٿي جنهن ۾ ڄڻاءُ ڏنو ويو ته ”سنڌي عوام ۽ شاگردن جي مسئلن بابت پنهنجي پاليسي واضح ڪن ٿي حالت ۾ اٿين سمجهيو ويندو ته سياستدانن کي رڳو پنهنجي خواهشن ۽ مطلب سان پيار آهي.“ ان ڏينهن ڪراچيءَ جو اسلم عباسي ۽ ٽنڊي الهيار جو رفيق احمد حيدرآباد ۾ امداد علي اوڊو جيڪب آباد ۾ ۽ مولا بخش شيخ، اسدالله، فقير مشتاق علي خيرپور ۾ علامتي بک هڙتال تي ويٺا. قاضي محمد اڪبر ۽ سيد باقر شاهه حمايتي بيان جاري ڪيا. اسٽرينگ ڪميٽي جا ميمبر سرڪاري خبررسان ايجنسي اپپ جي آفيس ۾ ويا ۽ مطالبو ڪيائون ته اهي سنڌ جي عوام خلاف پاليسي ترڪ ڪري ۽ سنڌي شاگردن جي جائز مطالبن جي خبرن کي نظرانداز نه ڪن.

پريس ۾ تائيدي بيان ايندا رهيا. پرواني پٽي هڪ بيان ۾ شاگردن جي تائيد ڪندي چيو ته سنڌ جا اديب هن ڳالهه ۾ شاگردن کان جدا نه آهن. مولوي عبدالله ميمبر ڊويزنل ڪائونسل حيدرآباد اختياريءَ وارن کي شاگردن جي تائيد ۾ تار ڪئي. حيدرآباد ۾

ڪراچي جي بئريسٽر عزيزالله شيخ پڻ وڪيلن سميت ڪراچي جي سنڌين طرفان بک هڙتالين جي خيريت دريافت ڪئي. بلوچ اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن، فلسطيني شاگردن جي ٽيم ۽ حيدرآباد ۾ رهندڙ بنگالي شاگرد به ڪين پهچي آيا. قاضي فيض محمد هڪ پريس بيان ۾ چيو "سنڌ عظيم ۽ قديم ملڪ آهي. سنڌي زبان ۽ ثقافت جون پاڙون عوام جي دلين ۾ پختگي سان کتل آهن. بدقسمتيءَ سان غيرملڪي ثقافت ذريعي سنڌ ۽ سنڌين کي تباهه ڪرڻ جي سازش ٿي رهي آهي. پر اسين انهيءَ جي خلاف جدوجهد ڪري شاه لطيف ۽ ٻين صوفي شاعرن جي تصور مطابق هڪ نئين سنڌ وجود ۾ آڻينداسين. هلال پاڪستان "ترت اعلان جي ضرورت" لکي اختياري وارن کي مطالبو منظور ڪرڻ جي صلاح ڏني. غلام مصطفي جتوئي جو تائيدي بيان شايع ٿيو.

شاگردن جي هاءِ ڪمانڊ، اسٽيئرنگ ڪميٽي هڪ گڏيل اجلاس ۾ ٺهراءُ بحال ڪري سنڌ جي ماڻهن کي پرزور اپيل ڪئي ته "هو پنهنجي سنڌي زبان لاءِ جدوجهد عزم ۽ حوصلي سان ڪن". هنن سمورين سياسي پارٽين ۽ انفرادي اڳواڻن کي اپيل ڪئي ته هو ان معاملي ۾ شاگردن جي رهنمائي نہ ڪن ڇو ته هي شاگردن جو پنهنجو معاملو آهي. حيدرآباد ۾ بک هڙتالين کي پيرزادو حفيظ، حفيظ قريشي، ڊاڪٽر اي- ايم شيخ، غلام نبي شيخ، مجيب پيرزادو ۽ ٻيا پهچي آيا.

نواب مظفر هڪ پريس ڪانفرنس کي خطاب ڪندي چيو ته: "سنڌ جي ڪنهن ڪُنڊ ۾ بک هڙتالين جي ڪري امن امان جون ڪوششون ڪمزور ٿي ويون آهن ۽ پاڪستان عوامي ليگ جي نائب صدر قاضي فيض محمد جي بک هڙتال ۾ شامل ٿيڻ بعد شهر جي فضا بيحد خراب ٿي ويئي آهي." هن شهر ۾ ناخوشگوار حالتن پيدا ٿيڻ جو انديشو ظاهر ڪندي چيو ته: "قاضي فيض محمد سياسي فائدو وٺڻ چاهي ٿو. حيدرآباد ۾ جيڪڏهن ڪو ناخوشگوار واقعو پيش آيو ته سڄي سنڌ ۾ حالتون قبضي ڪرڻ کان نڪري

ويندين.... سنڌ ۾ حالتون اڳئي سنگين آهن. هن چيو تہ ون يونٽ جو مسئلو اشتعال انگيزين، جيان ۽ ڌمڪين کان مرعوب ٿي نہ ڪيو ويو ۽ جڏهن حالتون ٺيڪ ٿين تہ پوءِ اهو مسئلو کڄي.“

## عرب بدو ۽ مهمان اٺ

ننڍي هوندي ڪتابن ۾ پڙهيو اٿئون تہ ڪنهن اٺ، ڪنهن مهمان نواز عرب کي چيو تہ: ”سيءُ ٿو پويم پلائي ڪري پنهنجي تنبوءَ ۾ رهڻ ڏينم.“ عرب بدوءَ ويچاري ڏاڍيءَ خوشيءَ سان رهڻ ڏنس. ٻئي ڏينهن اٺ چيس تہ تنبو ننڍو آهي. ٻئي پورا ڪونہ ٿا ٿيون، سون کي سوڙهہ ٿي ٿئي تون ٻاهر هليو وڃ!“

سنڌ جي قاضي فيض محمد سان بدوءَ واري ڪار ٿي هئي. سندس ابن ڏاڏن جي وطن ۾، قوم جي قديم تخت گاهہ واري شهر جي پٽ ٽڪريءَ تي ويٺو ٿي تہ مهمان نواب صاحب کي اندر ۾ سوڙهہ ٿي ٿئي! پنهنجي پيٽ کي تسيو ٿي ڏنائين تہ نواب صاحب وارو امن خطري ۾ ٿي پيو!

ٻئي ڏينهن ۱۶ تاريخ قاضي فيض محمد نواب صاحب کي جواب ڏيندي پريس بيان ۾ چيو تہ ”آئون حيدرآباد جي هڪ فوٽ-پاٿ تي پيو آهيان. انهن سان جهڳڙا يا لاقانونيت شروع ٿيڻ جو سوال ئي نٿو پيدا ٿئي اسان پنهنجون جانيون قربان ڪرڻ جي مقصد سان پرامن جدوجهد شروع ڪئي آهي.“

ان ڏينهن شاگردن جي اسٽيرنگ ڪميٽي ۽ هاءِ ڪمان کي گڏي شاگردن جي انقلابي ڪائونسل ٺاهي ويئي ۽ ۲۱ تاريخ سموري سنڌ جي شاگردن جو گڏيل جلسو يونيورسٽيءَ جي شهر واري ڪئمپس ۾ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو.

ڊاڪٽر بڪ هڙتالين جو معائنو ۽ وزن ڪيو. لالا ۱۳ پائونڊ، پير بخش ڀنوهر ۸ پائونڊ ۽ قاضي فيض محمد ۷ پائونڊ گهٽجي ويا هئا. غلام محمد لغاريءَ ۽ علي احمد قريشيءَ همدردي جون تارون موڪليون. خيرپور جي نعپ ۽ جمعيت العماء اسلام شاگردن

جي قدم کي جائز ٺهرائي ساڻن همدردي ڏيکاري.

لاڙڪاڻي ۾ متحده محاذ جي ورڪنگ ڪميٽي جي ميٽنگ کهڙي جي صدارت هيٺ ٿي جنهن ۾ سنڌي لسٽن جي مطالبي جي حمايت ڪئي ويئي پاڪستان جي چوٽيءَ جي ليڊر مجيب الرحمان ۾ سنڌي فهرستن جي حمايت جو اعلان ڪيو ۽ وعدو ڪيائين تہ هو ان سلسلي ۾ هرڪا مدد ۽ حمايت ڪندو. ان پنهنجي جماعت جي نائب صدر قاضي فيض محمد ۽ پين شاگردن کي اپيل ڪئي تہ هو بک هڙتال ختم ڪن.

عبرت بہ ان ڏينهن هڪ زوردار دليلن سان ڀرپور ايڊيٽوريل لکي بک هڙتالين کي صلاح ڏني تہ هو، جي. ايم سيد جي اپيل تي پنهنجي بک هڙتال في الحال ختم ڪن. ”بک هڙتالي شاگردن کي اپيل“ جي عنوان سان لکندي، عبرت لکيو ”اسان کي اهو اندازو آهي تہ فهرستن کي سنڌي ۾ ڇپائڻ جو سوال اڳ ۾ ئي اليڪشن اختياريءَ وارن سان زيربحث آهي ان ۾ جيڪي بہ دقتون آهن تن کي سوچي سمجهي حل ڪرڻو آهي هي سوال اهڙو نہ آهي جيڪو جلد بازي سان فيصل ٿي سگهي.

.... اسان جا نوجوان بک هڙتال ختم ڪري حڪومت کي اهو سوچڻ تي مجبور نہ ڪن تہ اسان حڪومت کي هر ڳالهہ زور ۽ هنگامي آرائي سان مڃائڻ گهرون ٿا اهو ياد رکڻو پوندو تہ هي ڪو ايوبي دور ڪونهي جنهن جي خلاف عوام کي شڪايتن جا انبار هئا تنهن ڪري هرهڪ معاملي ۾ آخري حربو استعمال ڪرڻو پوندو.... اسان کي بہ اندازو آهي تہ خوشي يا تماشي خاطر ماڻهو موت تائين هڙتال ڪرڻ وارو انتهائي قدم نہ کڻندا آهن.... هاڻي ان قصي کي هرو ڀرو ايڏو بہ طول نہ ڏيڻ گهرجي جنهن سان حڪومت پنهنجي وقار کي چئلينج سمجهي. اسانکي معلوم هئڻ گهرجي تہ سنڌ جي بدخواهن جو تعداد بہ گهٽ نہ آهي ۽ نہ ئي هو منصوبن کان باز آيا آهن. اهڙن سازشي ماڻهن کي ڪنهن بہ صورت ۾ سنڌ جي نوجوانن خلاف غلط فهميون پيدا ڪرڻ جو وجهہ نہ ملڻ گهرجي....“

جناب جي. ايم سيد جي نڪتہچينيءَ جو چوڻ هو تہ اهو ايڊيٽوريل، شاهہ صاحب، مجيب الرحمان جون اپيلون بس هڪڙي ئي سلسلي جون ڪڙيون هيون ۽ شاهہ شاحب جي جدوجهد ۾ بي-اعتباري انفرادي ۽ ذاتي پيچ گهڙ ۽ سوديبازي واريءَ سياست جو ثبوت هيون. سندس مخالفن اهو نتيجو ڪڍيو تہ شاهہ صاحب هن مسئلي کي پنهنجي تنگ سياسي مفادن جي اڏيءَ تي قربان ڪرڻ چاهيو ٿي ۽ حڪومت اڳيان پاڻ کي سنڌ جو معقوليت پسند، صلح جو ڳولائو ۽ سرڪار توڙي سنڌ دشمن ٽولن جو خيرخواهہ ليڊر مشهور ڪري سرخرو ٿيڻ گهريو ٿي. سندن چوڻ هو تہ جيئن تہ پٽي ان تحريڪ جي حمايت ڪئي هئي تنهنڪري شاهہ صاحب هر قيمت تي ان کي تارپيڊو ڪري پٽي تي برتري حاصل ڪرڻ گهري ٿي، هنن جي نظر ۾ شاهہ شاحب جي انهيءَ روش ئي مقامي اختياري وارن کي هشي ڏيئي کين ١٧ ۽ ١٨ جي وچ واري رات واري رٿ تو چاڻ لاءِ آماده ڪيو بلڪ کين ان جي سلي چٺي ڏيئي ڇڏي.

ان ڏينهن سکر ۾ شيخ اياز، تنوير عباسي، رشيد پٽيءَ ۽ حسين حميدي بہ فهرستن جي حمايت ڪندي بک هڙتالين کي پنهنجي تعاون جو يقين ڏياريو.

عبرت "وڌيڪ دير نہ ڪرڻ گهرجي" جي عنوان سان ايڊيٽوريل لکيو.

١٧ تاريخ سنڌ نيشنل عوامي پارٽيءَ ۽ مشهور هاري ليڊر غلام محمد لغاريءَ لالا، قاضي فيض محمد وارن سان گڏ مرڻ گهڙي تائين بک هڙتال شروع ڪئي. محمود ڏاهري ۽ ہ پارهن سالن جا نينگر حبيب الرحمان ڏيپلائي ۽ ممتاز علي چانڊيو بہ علامتي هڙتال تي ساڻن شريڪ ٿيا. نوابشاهہ ۾ عزيز احمد ميمڻ ۽ محمد اسماعيل سيال راٺيپور ۾ غوث بخش خاصخيلي، موسي رضا شاهہ ۽ شاهنواز پٽو جيڪب آباد ۾ علي احمد پٽي ۽ شوڪت علي ڪوسو علامتي بک هڙتال تي ويٺا.

بدين ۾ پنهون خان چانڊيو محمد صديق پنهور ۽ شاهد

هنلاڻي ٽنڊي محمد خان ۾ محسن شاهہ، چٽل، عبدالغفور، صالح ۽ زمان شاهہ راشدي دادو ۾ عبدالحئي قريشي صلاح الدين پنهور شفيع محمد شيخ، نوابشاه ۾ حاجي خان جمالي، حاجي پگهيو. خيرپور ۾ هڪ شاگرد نالو نامعلوم ۽ ٽنڊي الهيار، هوسڙي، ٽنڊي باگي ۽ ٺٽي ۾ نامعلوم تعداد ۾ بک هڙتالي هڙتال تي ويٺا. پرواني پٺي ۽ غلام حسين سومري تائيدي بيان ڏنا. ميرپورخاص ۾ مسڪين جهان خان کوسي جي صدارت هيٺ نعپ جي ميٽنگ ۾ حمايتي ٺهراءُ بحال ڪيو ويو. عبرت جي ايڊيٽوريل ۾ ”وڌيڪ دير نہ ڪرڻ گهرجي“ شايع ٿيو.

حيدرآباد ۾ مير رسول بخش ٽالپر، حيدر بخش جتوئي، عبدالله چنہ، زينت چنہ، حفيظ قريشي، غلام رباني، ڊاڪٽر ڏاهري، حميد سنڌي، ڊاڪٽر اي. ايم شيخ ۽ ٻيا ڪيترائي شهري بک هڙتالين کي پڇڻ آيا ۽ کين هار وڌائون ۽ ميوات ڏنائون. تنهن کان سواءِ ٽنڊي الهيار جي شهرين جو هڪڙو وفد، نوابشاهہ جا وڪيل، ميرپورخاص جا شاگرد ۽ حيدرآباد جا ٻيا سوين ماڻهو بک هڙتالين جي خيريت پڇڻ آيا. نوابشاهہ ۾ رئيس امام بخش انڙ شاگردن جي مزاج پرسي ڪئي. بدين ۾ جلوس ڪڍي بک هڙتالين کي خراج تحسين ڏنو ويو. ٽنڊي باگي ۾ جهانگير ۽ شڪاپور ۾ منور سومرو بک هڙتال تي ويٺا. خيرپور ۾ غوث بخش خاصخيلي ۽ محمد بچل بک هڙتال تي ويٺا، عاشق علي ۽ فقير حسباڻي مرڻ گهڙي تائين بک هڙتال جو اعلان ڪيو، خيرپور بار شاگردن جي مطالبي جي تائيد ڪئي. انقلابي ڪائونسل قائم ٿي. جنهن ۾ فيصلو ڪيو ويو تہ گهر پوري نہ ٿي تہ شاگرد يونين ڪائونسل سطح تي هڙتالون ڪندا. حيدرآباد ۾ ٢ جلوس نڪتا. پهرين ڪئنيڊي وارن جي طرفان ۽ ٻيو گورنمينٽ ڪاليج، مسلم ڪاليج ۽ سچل ڪاليج طرفان. عوامي ليگ جي صدر شيخ مجيب الرحمان هڪ دفعو وري سنڌ جي بک هڙتالين سان همدردي ڪندي بک هڙتال ملتوي ڪرڻ جي صلاح ڏني. سنڌس جنرل سيڪريٽري قمرالزمان پڻ سنڌي

شاگردن جي جدوجهد جي حمايت ڪئي.

هاڻي هن داستان جي پهرين باب جو خاتمو اچي ويجهو سهڙيو. اختياريءَ وارن جنهن آخري جواب جو وعدو ڪيو هو سو شام جو ڊسٽرڪٽ ڪائونسل هال ۾ حيدرآباد جي ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ مسٽر عبدالڪريم لوڌي جي واتان معززن جي اوچتو سڏايل ميٽنگ ۾ ڏنو ويو. هن چيو ته ”انتظاميه ڪي اميد هئي ته امن و امان کي خطرو نه پوندو.... اڄ کان وٺي ڪنهن به مارشل لا جي ضابطي جي خلاف ورزيءَ جي اجازت نه ڏني ويندي.“ هن ميٽنگ ۾ ٻين کان علاوه مسٽر غلام نبي ميمڻ، خالد بن جعفر، صدرالدين انصاري، رفاقت الله، عبداللطيف انصاري، نواب مظفر، قاضي اڪبر، قاضي سعيد، نواب زاهد علي، ڄام ساقي، عبدالحي پليجو، روشن پنهور ۽ رفيق صفي شريڪ ٿيا.

حاضرينن، خاص ڪري شاگرد نمائندن ڪو جواب ڏنو يا نه سا خبر ڪانهي. پر نواب مظفر ۽ صدرالدين انصاريءَ جهڙن سنڌي قوم جي سڄڻن جي اٿاهه خوشيءَ جو اندازو لڳائڻ ڏکيو ناهي.

ڪين پر سال اڳ جي اها گهڙي ياد اچي وٺي هوندي جڏهن ڪمشنر مسرور ڪمشنر هائوس ۾ ساڳي قسم جي ميٽنگ ۾ يوسف لغاريءَ ۽ ٻين سنڌي شاگردن تي خونريز حملي ڪرائڻ جي ٻئي ڏينهن اعلان ڪيو هو، ”حالتون حد کان وڌي چڪيون آهن تنهنڪري حڪومت قدم کڻڻ جو فيصلو ڪيو آهي. توهان سڀئي حضرات تعاون ڪريو ۽ حڪومت جيڪو قدم کڻي تنهن جي حمايت ڪريو“ ان دفعي سنڌن من جي مراد پوري ٿيندي ٿيندي رهجي ويئي هئي. هنن سنڌي شاگردن کي مارائي، ڦائي، وري انهن کي جيل ۾ ڳارڻ ۽ ساڙڻ ٿي گهريو پر معاملو ڪجهه ”هونئن“ ٿي ويو. ان ميٽنگ ۾ حاضر صاحبن (قاضي اڪبر، غلام نبي ميمڻ، ۽ وساڻ صاحب وغيره) کي ياد هوندو ته مون سڄي سازش جو بروقت پانڊو ڦوڙي سازشين کي شڪي ڪري وڌو هو. مون مسرور صاحب کي منهن تي چيو هو ته عوام کي ٿي سڄي منصوبي جو باني ٿي

سمجهيو. لغاري وارن تي حملو ڪندڙ ولي ڀائي، نواب مظفر ۽ حافظ مبارڪ علي جا موڪليل غنڊا سمجهيا ويا ٿي.

اينڊڙ وار بہ صاف سنڌي شاگردن خلاف سٽيل نظر آيو ٿي. مسرور صاحب جو منهن ڦري ناسو ٿي ويو هو ۽ سڄو ڀڳهرجي ويو هو. اڌ ڪلاڪ سمجهاڻيءَ جي تقرير ڪيائين. تنهن تي حافظ مبارڪ علي ڪيس مچرائڻ لاءِ ٺوڪون هڻيون تہ حڪومت پليجي صاحب جي دڙڪن پر ڊڄي ٿي. بهرحال وڏي ڪوشش سان ڀارن جي سازش ناڪام بنائڻ لاءِ امن ڪميٽي ٺاهي، سنڌن وار خطا ڪيو ويو هو. هن دفعي شايد ڪنهن بہ ڪونہ ڪڇيو.

بهرحال اڀا ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ صاحب جو ڇتاءُ شايع ٿئي ٿي ٿئي، تنهن ڪان اڳ رات وچ ۾ وار ڪيو ويو ۽ سو بہ اهڙي وقت جيئن پٺي ڏينهن اخبارن ۾ ان جي دانهن بہ پڌڻ ۾ نہ اچي.

قاضي فيض محمد ان واقعي جو هيٺين مختصر لفظن ۾ نقشو چٽيو آهي:

”اڱاري جي رات جو انڪل هڪ ڪان بي بجي ڌاري اسانجي ڪئمپ تي اسانجي ننڊ جي وقت، اوچتو حملو ٿي ويو. لٺين جا سٽڪا ٿي ويا. غلام محمد لغاري جو ويچارو سوسر جي صبح جو اچي اسان سان شريڪ ٿيو تنهن ڪي مٿي تي خطرناڪ ڌڪ، مونکي پيرن تي ڏنڊا لڳا. نو ڇٽا هواسين سواءِ ممتاز جي ٻين سڀني کي ڌڪ لڳا. مٿي آ گهاڙي، پيرن اگهاڙي اسان ڪي ڌڪي ٿيلا ڏئي نهايت ذليل نموني اچي لاريءَ ۾ پوليس چاڙهيو. اسان سڀني جو انڪل هرار ڏيڍ جو سامان پوليس ڦر ڪري ڪٺي ويئي جو اڄ ڏينهن تائين اسانکي ڪونہ پهتو.

پوليس پارٽيءَ جي قيادت ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ ۽ انسپيڪٽر نواب خان ڪري رهيا هئا. سٽي مئجسٽريٽ مسٽر بروهي بہ پريان موجود ڇپيو وڃي ٿو. اختياريءَ وارن پوءِ هن ڪارنامي جي نهايت سولي سمجهاڻي ڏني. هي ”قيدين پنهنجا مٿا پوليس گاڏيءَ جي پٽين سان هٽي ڀاڻهي پنهنجا مٿا ڦاڙيا آهن!“ آخر جڏهن اها ڳالهہ ماڻهن

ڪي مغز ۾ نه ويٺي تڏهن معصوم ٻنهي ڇوڪرن تي هڪڙي نالائق پوليس واري ڪان غلطي ٿي ويٺي هوندي. رات جي وڳڙي ڪري سجاڳ ٿـي ڪاته سگهي. هاڻ ڇا ڪجي، ڪنهن کي ڏوهه ڏجي خاطري ٿي جيڪر سسپنڊ ڪري لائين ۾ رکي ڇڏيونس ها!

ساڳي رات سڄي سنڌ ۾ بڪ هڙتالين ڪي ساڳيئي نمونـي گرفتار ڪيو ويو ان رات ڪل ۳۲ شاگرد گرفتار ڪيا ويا (گرفتارين جي تاريخوار فهرست پڇاڙيءَ ۾ ڏنل آهي).

هن اوچتي ۽ ڀرپور وار شاگرد ليڊرشپ کي چڪر ۾ وجهي ڇڏيو هو، ڪو فيصلو نه ڪري سگهيا ته هاڻ ڇا ڪجي ٻئي ڏينهن اخبارن ۾ سندن بيان آيو تـه انقلابي ڪائونسل جلد ئي قدم کڻڻ واري آهي ۽ انهيءَ سلسلي ۾ پروگرام تيار ڪيو ويندو.

گرفتارين جي خبر هڪ ڏينهن دير سان ۱۹ تاريخ شايع ٿي. ان سان گڏوگڏ شاگردن ۽ سياسي رهنمائن جـا رد عمل شايع ٿيا. پيپلز پارٽيءَ جي چيئرمين جناب ذوالفقار علي ڀٽو، مير رسول بخش خان ٽالپر ۽ سنڌ جي چئني اهم شاگرد جماعتن ۽ هلال پاڪستان طـرفان گرفتاريـن ۽ پـوليس جـي زيـادتين خلاف زبردست احتجاج ڪيو ويو.

هوڏانهن متحده محاذ طـرفان مڪمل ۽ معني خيز خاموشي اختيار ڪئي. روزانه ”عبرت“ جنهن ”اڃا به ڏينهن اڳ وڌيڪ دير نه ڪرڻ گهرجي“ جي عنوان سان ايڊيٽوريل لکي هن معاملي سان هيڏي دلچسپي ڏيکاري هئي تنهن مذمت ته ڇهيو پر گرفتارين جو اکر به پنهنجي ايڊيٽوريل زبان تي نه اچڻ ڏنو. ڇڻ اوچتو ڪيس نانگ سنگهي ويو هو. ماڻهن ان ماجرا مان قدرتي طور اونها مطلب ڪڍيا. ڪن چيو تـه سڀ سيد ۽ متحده محاذ جي اطلاع سان ٿيو آهي. بڪ هڙتالين کي سيد صاحب جـي اپيل نه مڃڻ جي سزا ڏني وڃي ته آئينده سيني کي اکيون ٿين ۽ ٻئي جي هش تي خوش ٿي آپي ڪان ٻاهر نه ٿين.

پاڪستان پيپلز پارٽي جـي چيئرمين ذوالفقار علي ڀٽي بڪ

هڙتالي شاگردن ۽ سياسي ڪارڪنن جي وسيع پئماني تي گرفتارين جي سخت لفظن ۾ مذمت ڪندي چيو ”.... نوجوان سنڌي شاگرد پنهنجي بلڪل جائز حقن لاءِ لڙي رهيا آهن.... ووڙن جون لسٽون سنڌي زبان ۾ نہ ڇپرائڻ سنڌ سان ڪليل زيادتي آهي........ جڏهن انگريزن جو دور حڪومت هو تنهن ۾ بہ هيئن نہ ٿيو ۽ ان وقت بہ سنڌيءَ کي پنهنجو جائز مقام حاصل هو........ پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان ۾ اتان جي ٻولين ۾ ووٽرن جون لسٽون نہ ڇپرائڻ ڪا وڏي ڳالهہ نہ آهي ڇوتہ اتي جا باشندا اردو چڱي طرح سمجهي سگهن ٿا مگر سنڌ ۾ سنڌين جي وڏي اڪثريت اردو نٿي سمجهي سگهي........ انگريزن جي دور حڪومت ۾ بہ سنڌي زبان اوج تي هوندي هئي ۽ بمبئي يونيورسٽي کي جائز مقام حاصل هو. تاريخ ۾ ائين ڪڏهن بہ نہ ٿيو آهي تہ مادري زبان ۾ جائز حق گهرڻ تي هھڙيون جٺيون ڪيون ويون هجن........ جتي ڪشمير پاڪستان جو اولين ۽ قومي مسئلو آهي اتي سنڌي ۾ لسٽن ڇپرائڻ جو سوال بہ قومي حيثيت رکي ٿو ۽ ان کي ڪنهن علاقي جو مطالبو سمجهي نظرانداز نٿو ڪري سگهجي. مارشل لا رڳو سنڌ سان ناهي، اهو پاڪستان جي ٻين علائقن سان بہ لاڳو آهي. پوءِ خبر نہ آهي تہ هن قسم جون زيادتيون فقط سنڌ ۾ ئي ڇو ٿيون ڪيون وڃن.“

هن آخر ۾ شاگردن جي مطالبي کي بلڪل جائز قرار ڏيندي کين يقين ڏياريو تہ ”پيپلز پارٽي انهيءَ ڏس ۾ سندن هر قسم جي مدد ڪرڻ ۾ ڪڏهن بہ پٺتي نہ پوندي.“

مير رسول بخش ٽالپر پنهنجي بيان ۾ چيو تہ ”جيڪڏهن موجوده حڪومت اهو اصول قبول ڪري ٿي تہ ماڻهو ئي دراصل ”سرڪار“ آهن تہ پوءِ ماڻهن جي ٻولي کي بلا حيل حجت ”سرڪار“ سمجهڻ گهرجي.... جيڪڏهن هڪ ڪروڙ سنڌي عوام جي مطالبي قبول ڪرڻ ڪري ڇوندون هڪ اڌ مهينو دير سان ٿيون تہ اسان اهو نقصان سهڻ لاءِ بہ تيار آهيون. سنڌيءَ ۾ ووٽر لسٽن جو مطالبو بدستور جاري رهندو ۽ هن قسم جي گرفتارين ڪان سنڌ جو عوام

پنهنجي هن جائز مطالبي کان بلڪل نہ هٽنداءِ اسين پنهنجي جدوجهد جاري رکنداسين."

پاڪستان نئشنل عـوامي پارٽي (ولي گروپ) جـي جنرل سيڪريٽري مسٽر محمـود عثمانـي هڪ بيان ۾ مطالبو ڪيو تـہ "قومي زبانن سان گڏ علاقائي زبانن ۾ ووٽرن جا فارم مهيا ڪيا وڃن." هن چيو تہ "اهل سنڌ جو سنڌيءَ ۾ لسٽون تيار ڪرڻ جو مطالبو اردو خلاف هرگز ناهي."

ان ڏينهن پهو بہ گولو اليڪشن ڪميشن ڦٽـو ڪيو. ان صاف لفظن ۾ سنڌ جو مطالبو مڃڻ کان قطعي ۽ آخري انڪار ڪري ڇڏيو. ڪميشن پنهنجي اعلان ۾ چيو تـہ "ڪميشن فيصلو ڪيو آهي تہ اوڀر پاڪستان لاءِ بنگاليءَ ۾ ۽ اولهہ پاڪستان لاءِ اردوءَ ۾ ووٽرن جون لسٽون تيار ڪيون وينديون ۽ هن انتظام ۾ موجوده مرحلي تي ڪابہ تبديلي نـہ ڪئي ويندي، ڇوتہ ان سان وري ٻيا مسئلا پيدا ٿيڻ کان علاوه عام چونڊون ڪرائڻ ۾ بـہ دير ٿـي ويندي."

۱۷ ۽ ۱۸ تاريخ جي وچ واري رات هن داستان جي پهرئين باب جون آخري سٽون سنڌ جي سپوتن جي رت سان لکجي پوريون ٿيون.

هر ڪنهن ٿي سوچيو تہ هاڻي ڇا ٿيندو؟ هاڻي ڇا ڪجي؟ پوليس اختياريءَ وارن پرامن جدوجهد جـا دروازا ڏنڊا هڻي بنـد ڪري ڇڏيا هئا. ننڍڙن معصوم ٻارن کي بہ نہ ڇڏيو ويو هو. عمر- رسيده بزرگن جي عمر ۽ قومي حيثيت جو لحاظ نہ رکيو ويو. پوليس جڻ چئلينج ڏيئي رهي هئي، **"ڏسون تـہ ڪير ٿو اڳيءَ جو ڏنڊ ۾ اوچتو للهن جو بي رحم وسڪارو سهڻ اچي".**

سنڌي قوم ۽ سنڌس نوجوان نسل هڪڙي بہ واٽي تي اچي بيٺا هئا. هڪ طرف ذلت هئي، ٻئي طرف اڻ ڏٺل، اڻ ڄاتل خطرا هئا. ڪهڙي خبر ڪير ڪيترو پنڌ هلي. ڪير پٺ ڏيئي ڀڄي وڃي. وطن جي ٻن سياسي قـوتن سان هڪڙي پنهنجي عمل ذريعي اڳتي

قدم وڌائڻ جي مخالفت ڪري چڪي هئي. قوم ناتجربيڪار هئي .... اڳ ڪڏهن اهڙي مسلسل آزمائش مان ڪانه لنگهي هئي. گهڻن اصل مسئلي کي ايڏو اهم نٿي سمجهيو، جو ان لاءِ پنهنجون زندگيون خطري ۾ وڌيون وڃن. ملڪ جي وڏي اڪثريت، هاري- ناري هن مسئلي کان لاتعلق هئا. وچولي طبقي کي چڻ خبرئي ڪانه هئي ته ڪنهن جي بازار پيئي لڳي. اهي وڏيرن وانگر چڙهيءَ جا سوار ۽ سوري جا سلامي هئا. جيڪو ڪرندو ۽ مرندو، تنهن تان ائلو چٽرون ٺينديون ته "مڙس تيسين جهلي جهل نٿي ڏني، آسمان سان ٿي ٽڪر هنيائين! هاڻ ڏسوس، جهڙيءَ جو هو، تهڙي لونگي ڪنڌ ۾ پيئي اٿس!"

تنهن کانسواءِ هڪ سياسي ڊر ته مور ڳو سموري تحريڪ کي شروع کان وٺي قوم دشمن حرڪت پئي سمجهيو. هنن جو چوڻ هو تہ انهيءَ ڪري چونڊن ۾ اينگهه پوندي مخالفن کي گڙٻڙ پيدا ڪري ون يونٽ ٽوڙڻ جي ٺهيل ٽڪيل، ڳالهه ۾ رولو وجهڻ جو سونهري وجهه ملندو، سنڌين جا نالا لسٽن ۾ داخل ٿيڻ کان رهجي ويندا ۽ ڪين اثرائتو آواز نه ملندو وغيره وغيره ڪهڙي خبر سچ پچ معاملو الٽو ئي وڃي، انديشا سچا ثابت ٿين تہ پوءِ قومي نقصان هڪ طرف تہ سڄي قلم ڳچيءَ ۾ پوڻ جي مصيبت پئي طرف پو ڳٽي پوندي.

عام راءِ هئي ته جتي هٽڻ ناهي هنڌ، اتي پڄڻ ڪم وريام جو. عام شاگردن ۽ خود سنڌن ليڊرشپ اندر ۾ ڪيترا انهن طبيعت جا هئا ڪن ته اڳ ۾ ئي لاچار پنهنجي پت رکڻ لاءِ پئي رڪارڊ جي پورائي ڪئي. دلي طور ان ڏچي ۾ پوڻ لاءِ تيار نہ هئا، هن حادثي جو وجهه وٺي انهن سنهڙا سرڪڻ شروع ڪيا ته "معاملو اجايو وڌي ويو، سياستدانن وچ ۾ پئي ڪم ڦٽائي وڌو، هاڻي حالتن جو انتظار ڪجي گرفتار ٿيلن جي آزاديءَ لاءِ ڪوشش ڪجي وغيره".

جدوجهد ۾ سرگرم هڪ شاگرد جماعت ايس. ايس ڪو جي سرڪزي ڪميٽيءَ جي هڪ رپورٽ ۾ ان هڙتال جو نقشو هنن

لفظن ۾ ڇپيو ويو:

١٩ تاريخ.... بک ھڙتالين جي اوچتو گرفتارين ڪري ماحول ٿڌو ٿي چڪو ھو. ھر طرف خاموشي ڇانئجي وئي ھئي. چوڌاري مونجھارو ڇانئجي ويو ھو. سياسي ليڊر خاموشين سان حالتون جاچڻ لڳا ھئا، مختلف جماعتون ھڪ لحظي تذبذب ۾ پئجي ويون ھيون. شاگردن جي ايڪشن ڪميٽي نئون قدم کڻڻ کان اڳ سوچ ۽ فڪر ۾ پئجي ويئي ھئي.... (ايس. ايس ڪو جي رپورٽ)

گذريل ڪيترن سالن جي جدوجھد جي تاريخ جو سڀ کان نازڪ سوڙ ساھھون بيٺو ھو، خلا ۾ چڻ وڏن ٿلھن ڪارن اکرن ۾ لکيو پيو ھو "ھاڻ ڪھڙي پاسي وڃون؟"

وانھون ويھہ ٿيون کن جاٽان ڪيھرءَ ويا!

# دور پيو

٢١ آڪٽوبر کان ٢٨ آڪٽوبر.... ھڪ ڏکيءَ غشيءَ ۽ غنودگيءَ جا اٺ ڏينھن ۽ اٺ راتيون. وچ وچ ۾ سُرت ۽ سجاڳيءَ جون گھڙيون، يادگيريءَ جون اڌ ڪيديون جھلڪون، ڏنڊ ۽ ڪوھيڙي ۾ ويڙھيل چھرا، جملن جا اڌڙ، ڪمپائونڊر، ڊاڪٽر، انجيڪشنون گوريون، ملاقاتي:

"ڪيئن آھين!"

"دعا آھي!"

"ڇا ٿو ٿئي!"

"بخار.... پاسي ۾ سور"

٢٩ تاريخ. اما ۽ ادا، شميم لطيف، پناھہ گھر وارا. ڪار سول اسپتال، ڊاڪٽر عالماڻي. وري بہ ڪار، ڄامشوري جي پل، ڄامشورو اسپتال.

پرائيوٽ وارڊ ٤، روم نمبر ٣، نرسون، گلوڪوز جي ڊرپ:

انجيڪشنون، گوريون، دوائن جا وزن، ايڪس ري. مانٽ، ڪلهي ۾ چوويهہ ڪلاڪ سور جا ڏنگ، ڏينهون ڏينهن ڪمزوري راتين جون راتيون تڙپڻ، اوجاڳا، مريضن جي ٻارن جون ورانڊي ۾ ڊوڙون ۽ ڏمچر، ملاقاتي، ڊاڪٽر.

"ڪهڙو حال آهي؟" ڊاڪٽر صالح مرڪي پڇيو.

"ڪلهہ ڪان وٺي سخت الٽيون آهن."

"چو پلا؟"

"ٻڙلجين جي انجيڪشن ۽ گورين سان اچيو الٽيو ٿين ڪلهہ ڪان وٺي اها حالت آهي."

"تڏهن انٽلجين ڏيوس.... پلا ايميٽين شروع ڪيوَ؟"

"نہ ٠ بي پي ١٠٥ هو. تنهنڪري ڊاڪٽر عالماڻي چيو تہ في الحال نہ." ڊاڪٽر پير ادب سان جواب ڏنو.

"فڪر ناهي. شروع ڪري ڇڏيو.... ٺيڪ ٿي ويندا فڪر نہ ڪريو.... ڪاڏو ڪاڏو.... وري بہ ايڪس ري ۽ اسڪيننگ ڪرائي ڏسوس!"

"حاضر" ڊاڪٽر پير وراڻيو.

"توهان سڏايو؟" سسٽر زرينہ ڪمري ۾ گهڙندي پڇيو.

"ها سسٽر. ڪلهي ۾ سخت سور آهي. انٽلجين لڳايو؟"

"چڱو".

نس ۾ سئيءَ سان گڏ ڄڻ هزارين وڇونئن جا زهريلا ڏنگ گهڙي ويا ۽ ڦهلجڻ لڳا. اڌ ڪلاڪ ڪانپوءِ آرام آيو.

سسٽر عزيزه گهڙي آئي.

"هي سڀ ڪيڏانهن ويا؟"

"ننڍڙي بيمار هئي. اما اوجاڳا ڪري پاڻ بيمار ٿي پيئي پاڻ اڳيئي ڇاڪ ڪونهي. هتي زڪام ۽ بخار ٿي پيس."

"اڇا! هاڻي باقي اوهين ٿي، بس؟"

"بس!"

"ڊرپ لڳي ائين؟"

”ها سسٽر!“

”ڪاڏو کھڙو ڪاڏو اٿس؟“

”سسٽر ڪاڏو وٺيس ئي نٿو. ڪجهه نٿو ڪائي.“

”پوءِ ائين ڪيئن ڪم هلندو. آءٌ توهان کي پنهنجي ميس مان سوپ موڪليان ٿي. اهو پي ڏسجو. قسم سان ڏاڍو مزيدار آهي. ضرور پي ڏسجو.“

”چڱو.“

سنڌن پاڻ ۾ ڳالهيون. سسٽر حميده جون وچ وچ ۾ هلڪيون چيخون ”ائي الله!“ ديل ٽڪڙا، مريضن ۽ سسٽرن جا قصا، اهرج، خوشي، ناپسنديدگي، نوڪ جا هٽن ۽ اکين سان اشارا.... غنودگي.

.... .... ....

گھنٽي.

”توهان سڏ ڪيو؟“

”ها سسٽر، هن جي طبيعت سخت خراب ٿي پيئي آهي. ڊاڪٽر کي گھرايو.“

”چ! چ! چيومانس سڄي رات اوجاڳو نه ڪندي ڪر. پنهنجي صحت جو خيال ڪندي ڪر.“

ڊاڪٽر پير آيو.

”هي ڪنهن سرجن جو ڪم آهي. آرتوار جي رات ڪوبه سرجن گھر ڪونه هوندو.... رات جا اٺ ٿيا آهن. سرجن غنيءَ کي فون ڪريان ٿو، خدا ڪري هجي.“

”ها ڊاڪٽر، ذاتي ڪوشش وٺي ڪونه ڪو فوراً انتظام ڪر. نازڪ حالت آهي. مڙس ماٺهو ٿي.“

”حاضر ادا.“ اڌ ڪلاڪ ڪانپوءِ سرجن غني، تپاس.

”ڪڏهن کان وٺي تڪليف آهي؟“

”پنجن ڏينهن کان.“

”الٽي به ٿي هئي؟“

"ها اچ پنهنجي جو الٽي ٿي هئي."

"ٺيڪ آهي. هيٺر ٿي داخل ڪري. بٽوالجين ڊرپ ۾ ملائي هئوس. سڀ ٺيڪ ٿي ويندو."

پيو ڏينهن ڏهون نمبر ڪمرو. گلوڪوس جي ڊرپ، بٽرلجين، ڪلوروفائيٽين.

.... .... ....

وارڊ بواءِ، ڊرپ جو اسٽئنڊ، گلوڪوس جي ٿيلهي. پويان سسٽر زرينہ .

"تڪليف ٿئي تہ ٻڌائجو"، سسٽر زرينہ نس مان سوئو ڪڍي وري پيو دفعو ٽنبيندي چيو. جواب ۾ سور، طنز، خود قياسيءَ ۽ صبر ڀريل اڻ لکي مرڪ.

گلوڪوس جي ٽنگيل ٿيلهيءَ مان گلوڪوس جا ڦڙا ڳڙڻ لڳا. ٽپ! ٽپ! ٽپ!

"اڪيلا رهجي ويا آهيو" سسٽر زرينہ همدرديءَ، قياس واري سرڪ مرڪندي چيو.

"هائو.... ڏهين نمبر جو ڪهڙو حال آهي؟"

"ان کي بہ گلوڪوس لڳل آهي. رات ڪجهہ ننڊ ڪيائين .... سرجن غني رات ۱۲ بجي ڏسڻ آيو هوس.... سڀاڻي ايڪسري ٿيندو. رات لاءِ ايميٽين جي انجيڪشن آهي؟"

"نہ شهر مان وٺڻ ويئي آهي، هن اسٽور تان نٿيون ملن."

"ويچاري ڏاڍي تڪليف ۾ پنجي ويئي آهي. ساڳئي وقت ٻئي ڄڻا بيمار. سچي رات ماڻس سان اوجاڳو ٿي ڪري ڏينهن بہ سڄو! ٻنهي جي چاڪريءَ ۾ آهي.... ڏاڍي سٺي ڇوڪري آهي!" سسٽر عزيزه ڪمري جون ٽڙيل پکڙيل دوائون ۽ سامان ٺيڪ ڪندي چيو.

در کليو هوءَ نوڪري ڪنيو سهڪندي، مرڪندي پريان ئي زور سان ڳالهائيندي آئي....

"دوا ملي ٿي نہ . رلي رلي مس ملي آهي. سنڌي رسالا

ڪونہ مليا. تائيم اچا ڪانہ آئي آهي، پيتو سڄي بازار ۾ ڪونہ ڏو ملي."

ٽوڪريءَ مــان ساوا مرچ، هفتيوار نيوزويڪ، موسميون، پالڪ، سنڌي اخبارون هفتيوار پڪنگ ريويو، انجيڪشنون، دوائن جون شيشيون ڪيڏي ڪپٽ ۾ وجهندي ويئي.

"تکڙ ۾ ڪلوروماٿيٽن وسري ويم. امــا ڪاوڙبي. خير اڄ لاءِ تہ آهي. سياڻي ڪٿي وئبي.... امان وٺان ٿي، اڇي اوهان ڪي سوپ ٿي ڏاهي ڏيئي وڃان."

ڏينهن گذريا ڪمرو ۱۰ خالي ٿيو. ڪمرو نمبر ۳ بدلائـي ڪمرو نمبر ٦ ورتو ويو.

.... .... ....

"ڇا پڙهي پئايان ــ اخبارون يا ناول؟"

"پهرين اخبارون پڙهم!"

"سنڌ جي ملازمن سان زيادتيون ختم ڪيو وڃن....

"سياسي رهنمائن کي بنيادي مسئلن تـي ڌاهم ڪرڻ جـي اپيل....

"۱۷۵ اعليٰ آفيسر سبڪدوش ڪيا ويندا....

"حيدرآباد ۾ نوجوان شاگردن جو جلوس....

"اهو پڙهم!"

"حيدرآباد ۾ نوجوان شاگردن جو جلوس .... هڪ شاگرد رهنما بک هڙتال شروع ڪئي.... ون يونٽ ٽوڙڻ، ووٽرن جون لسٽون سنڌيءَ ۾ شايع ڪرڻ ۽ تعليمي ادارن جي سنڌي سربراهن خلاف سازشون ختم ڪرڻ جا مطالبا...."

خبر پڙهي پوري ڪري پڇيائين:

"مطالبا منظور نہ ٿيا تہ پوءِ؟"

"پوءِ ڇا؟"

"پوءِ بک هڙتال ختم ڪندو يا...."

"خبر ناهي.... ماٺهوءَ ماٺهوءَ تي مدار آهي."

”ڪي موت تائين ٻڪ هڙتال ۾ مري به ويندا آهن؟“
”ها تازو هڪڙو سک هندستان ۾ مئو آهي.“
هوءَ سوچ ۾ پئجي ويئي.
”هاڻ ڇا پڙهون؟“
”ناول.“
”ڇڱو ٻهرياڻين پلي اسان پڙهي.“
”ڪٿي ڇڏيو هيوسين؟“ ماڻس پڇيو.
”جتي نعيم جي ڪمپني بيلجم پهتي آهي ۽ هاڻ جنگ جي محاذ تي اچي پهتا آهن.“
ماڻس عبدالله حسين جو ناول ’اُداس نسلين‘ ڪبٽ مان ڪڍي پنا اٿلائي، آخري نشان ڳولي لهي پڙهڻ شروع ڪيو:
”برف ڪرڻ بند ٿـي ويئي، چنڊ ڪڪرن ڪـي چيري نڪتو ۽ چوطرف سموري فضا برف جـي اڇاڻ سان جرڪڻ لڳي. دشمن جي مورچن ۾ ڪنهن گٽار جو يڪتارو باربار پئي وڄايو جنهن جو گنڀير ۽ نرم آواز اچي ۽ گهري صاف پريل رات جي جادوءَ کي پئي وڌايو....
”پئي ڏينهن وچينءَ جو حملي جو حڪم مليو. ساٺن گنڊ نمبر هڪ نمبر ٻه نمبر ٽي ڪيولري برگيڊ جا وڏا حصا هئا. حملي جي رٿ هيءَ هئي: نمبر ٻه ڊبل ڪمپني جيڪا ميجر همفري جـي ڪمان ۾ هولي ٻئنڪ واري سيڪشن جي خندقن تـي قابض هئي سا اڳتي وڌي ڇهه سؤ والن جو محاذ گهيريندي. نمبر ٻهرين ڪمپني ڪئپٽن ايڊيٽر جي ڪمان ۾ روز ٻڪت تي قبضو ڪندي، جنهن مهل نمبر ٻه ڪمپني سندس پرسان اچي پهچندي تنهن مهل نمبر ٻه ڪمپني چڙهائي شروع ڪندي....
ٽين بجي فائرنگ شروع ٿي، رجمينٽ، دشمن جي مشين گن ۽ رائيفل فائر جي اڳيان اچي ويئي.... هوا ۾ بارود جي بوءِ هئي....
”ڪنڊ ٣٩- ڏکڻ اوپر- فائر!“ ڪمپني ڪمانڊر رڙ ڪئي— زخمي سپاهي ٻنهي هٿن سان پيٽ کي جهليو گوڏن ڀر وينو

هو ”پاڻي!“ هن خوفناڪ غيرانساني آواز ۾ چيو ۽ جهڪي پيو. سندس مٿو وري زمين سان لڳو ۽ هو ان حالت ۾ ڪمزور ۽ مئل آواز ۾ ڪنجهڻ لڳو. ٻن سپاهين کيس سنئون ڪري ليٽايو ۽ پاڻي جي ڇل ڪٽي وات تي رکيائونس. سندس نڙيءَ سان هڪڙو ڍُڪ مس هيٺ لٿو. پيو پاڻي واڇن مان وهڻ لڳس، سخت سور کان سندس چهرو بگڙو ٿي ويو هو ۽ موت جي خوف ڀريل نگاهن سان هو ٽڪ ٻڌي آسمان ڏانهن تڪيندو رهيو. جنهن مهل نعيم آخري دفعو کيس ڏٺو تنهن مهل هن پنهنجي اکين سان پنهنجي پيٽ ڏانهن اشارو پئي ڪيو جنهن کي اڃا تائين سندس رت ڀريل هٿ سوگهو جهلي ويٺا هئا....

”هو سال تائين بيلجم ۽ فرانس جي علائقن ۾ لڙندا رهيا.... پنهنجن تورڙي دشمن جي مورچن ۾ هن هزارين سپاهين کي مرندي ڏٺو. ڪن کي آسانيءَ سان مرندي ته ڪن کي سيڪجي مرندي، ڪن جي چهرن تي اڃاڻ ۽ معصوميت هئي ته ڪن جي چهرن تي موت جي نيلاڻ ۽ سور. ڪن جي اکين جيئري ماڻهوءَ وانگر جهاتيون ٿي پاتيون تــه ڪن جون اکيون انڌن شيشن وانگر پيشانيءَ تــي جڙيون پيون هيون. ڪن جي کيسن ۾ سڪل راشن ۽ ٻه ٽي گوليون هونديون هيون ته ڪن وٽ ٻارن ۽ سهڻين ڇوڪرين جا فوٽا سندن ڪارين چوٽين جي ڇڳن جون نشانيون. هو سمورا ڪي پٿرن تــي ته ڪي خندقن ۾ ڪي سڪل نالن ۾، ته ڪي برف تي يا گپ ۾ مئا پيا هوندا هئا. وقت هجي ها ته نعيم ڪنهن نوجوان سڪون ڀريل چهري وٽ ويهي رهي ها. سندس کيسا ڦلوري فوٽا ۽ خط ڪڍي ها. انهن عورتن جو تصور ڪري ها جيڪي ڳوٺ کان ٻاهر نين ۽ نالن جي ڪنڌين تــي پنهنجين پيارين شڪلين لاءِ سڪنديون پيون هونديون ۽ خبر ئي ڪانه هوندين ته انهن محبوب مهانڊن جا چپ ٿڌا ڪري ڇڏيا ويا آهن، اهي بدن ۽ جسم جن کين بي پناهه خوشين جون راتيون بخشيون سي هزارين ميل پري ڌوڙ ۾ ٽڙيا پکڙيا پيا آهن، ۽ هــو اڃايو پيون واٽون نهارين. هــو جيڪر انهن پنين

بابت سوچي ها جي نوجوان هڻن کان سواءِ غيرآباد ۽ ويران ٿي ويون. "

"هاڻ بس!" چئي ماڻس ڪتاب بند ڪري هٿ وڌائي ڪبٽ جي خاني ۾ رکيو.

سامهون الهندي پاسي واري کليل دروازن مان سياري جي شام جي اداس ۽ ٿڪل سج جي روشنائيءَ ۾ لان جي چهرَ جو رنگ ساڻو سونهري ٿي پيو هو. ڦوهاري جي آس پاس رنگبرنگي بوٽن ۾ ننڍڙين ننڍڙيون جهرڪيون ٽِڙ سوڻي پاڻ ۾ راند پئي ڪڏيون ۽ رکي رکي "ڦرَ!" ڪري اڏامي گوهيون ڏيڻ ٿي لڳيون.

"زبردست ناول آهي." ٿوري دير رکي چيائين "ماڻهو هڪ ٻئي تي ظلم الائي ڇو ٿا ڪن؟" سندس گلو پريل هو. ماڻس به خلا ۾ گهورڻ لڳي. ۽ پوءِ چيائين "بس اصل کان وٺي هڪبئي کي کهڻ جو دستور هليو اچي. نظام ئي اهڙو آهي."

هن چيو "اهو نظام ئي ختم ڇو نہ ٿا ڪري ڇڏين.... منهنجو وس هجي تہ انهن سڀني جنگ ڪرائڻ وارن کي شوٽ ڪري ڇڏيان. "

"اهو شوٽ ڪرڻ بہ تہ ماڻهو مارڻ ٿيو."

"ها، پر اهو سٺي مقصد لاءِ ٿيو.... اهڙا انسانن جا دشمن سڀ ٿا ٻلا آهن." ماءُ ڏي هڪ ٻئي پوڀان چيو.

"ڪير ماري؟"

"ماڻهو.... عوام." هن چيو.

"اهي تہ نہ ٿا آٿن."

"پيا سڀ ماڻهو ڪين اٿارين" ماڻس چيو.

"شاگرد، نوجوان، پاڻ سڀ آئي پئون" هن زوردار تائيد ڪئي. "چين وارن بہ تہ ائين ڪيو نہ! ويٽنام وارن ڏسو ڇا ڪيو آهي!" "اتي تہ مرد عورتون، ٻار پڻا بہ سِر ترين تي رکيو بيٺا آهن."

"اسين بہ ائين ڪنديون سين. خدا جو قسم هتي ماڻهو آئي بيهن تہ آءُ جيڪر اڄ ئي ساڻن هلي وڃان...."

”پوءِ فلمون ڪير ڏسندو.“

”فلمون! مون کي تہ هاڻي انهن فلمن لاءِ نفرت آهي. سڀ ڪوڙ! پنهنجي زندگي سچي غلط آهي. ايمان سان آءٌ تہ چوان ٿي تہ آءٌ ڇوڪرو هجان تہ ويٽنام هلي وڃان يا فلسطين. عظيم انسان اهي آهن. هتي تہ اسين رڳو حيوانن جي حياتي گذاريون ٿا....“

”اهي ويچارا تہ روز مرن ٿا.“ ماڻس افسوس سان چيو.

”ڀلي مرن، مرڻ بہ چاهي. انسان تہ ٿي مٿا. مرڻو تہ ائين ٿي. پنهنجي قوم لاءِ سر ڏيئي مرجي يـا انهن انسانن وانگر سڄي عمر لپ اسٽڪون هڻي، فئشن ڪري، فلمون ڏسي، مانيون پچائي، زنانا جهيڙا ۽ گلائون ڪري ڪٽن وانگر مري وڃجي....“ هن جوش ۽ نفرت وچان ڳاڙهو ٿي چيو.

.... .... ....

گهوڙي وانگر تيزيءَ سان آيل بيماري جونءَ وانگر آهستي سرندي موت ڪاٺي رهي هئي.

”سياڻي کان توهان صبح جو ۷ بجي لان ۾ وڃي ڏورو هلجو ۽ آس تي وهجو“ مسٽر زرينہ رات پنهنجي پنجابي اردوءَ ۾ حڪم ڏنو. سندس مهربان ۽ ياجهاري منهن تي چڙهيل پرسڪون سنجيدگيءَ جي نقاب مان سندس سرهائي ۽ فتح جون جهلڪيون نظر پئي آيون. سندن سنڀال ۾ ڏنل مريض ٺيڪ ٿي رهيو هو.

لان جي چوڌاري بينچن مان هڪ تي فتح مل واري ڇوڪري ۽ سندس ماءُ ويٺيون هيون. مينديءَ جي پوٺن تي جهرڪيون چرچر ڪري پاڻ ۾ وڙهي رهيون هيون. ننڍڙو اياز لطيف سڻڻ پاڻ کان انڪار ڪري گسائي ڦوهاري ۾ هٿ پير پسائي نعرا هڻي رهيو هو.

”سنڌ جو بهادر!“ ”لالا قادر!“ ”سنڌ جو بهادر!“ ”لالا قادر!“

”هي نعرا ڪٿان سکي آيو آهين.“

”ڪٿان نہ!“

”شهر ويو هو. اتان ڇوڪرن کان ٻڌا هوندائين“ ماڻس ٻڌايو.

چير اڃان آلي هئي. فراسي وڇائي ويٺي.

”نيٺ ٻلا ڇا ٿيندو؟ مطالبا مڃيندا؟“ هن پڇيو.

”خبر ناهي.“

”پوءِ بس ويچارو ٻلي مري وڃي! سرڪار کي احساس به

ڪونه ٿيندو!“

”خبر ناهي.... اڄ پاڻ به شهر ٿا هلون. خبر وٺجي. قاضي فيض محمد به اچي ويٺو آهي.“

”قاضي فيض محمد تمام سٺو ماڻهو ڇڙبو. ٻيا ليڊر ته گهر ستا پيا آهن.“

”وڏو سچار سنڌي آهي.... سنڌ جو آزمايل سپاهي آهي.“

شهر کان موٽندي وات ۾ اهائي ڳالهه ٿيندي رهي.

”قاضيءَ جي اچڻ تي شاگرد ليڊر ڇو ناراض ٿيا آهن؟“

”ڇون ٿا ته سياسي ليڊرن جي شامل ٿيڻ ڪري معاملي کي سياسي رنگ اچي ويندو، حڪومت هروڀرو ضد ٻڌندي.“

”پوءِ ڇا ٿــي پيو. سياسي معاملو اوئين ئي آهي.... قاضي ويچاري کي ته ارمان ٿيو هوندو.“ ماڻس چيو.

”ها، ڳالهه ڪندي سندس گلو پرجي آيو. مون کي خــود شرم پئي آيو.“

”ڇو؟“

”بس، قومي سياسي شعور جي پختائي ناهي. اڃــا هرڪو پنهنجي ديگڙي الڳ رڌي ڪاڻ ٿــو گهري هڪڙو بزرگ فدائي قربانيءَ لاءِ اچي ۽ ان جو اهو قدر ٿئي!“

هوا تــي نڪرڻ ڪري طبيعت خراب ٿــي پئي. بخار.... الئيون شام جو ڪجهه سامت آئي.

”ڪجهه پڙهجي“.

”ڇگو ناول پڙهون؟“

”نه . انهيءَ سان طبيعت مور ڳو اداس ٿيو پوي. اڄڪلهه اهڙو ادب پڙهجي جنهن ســان همت وڌي، فتح ۾ يقين ٿئي، آئينده ۾ اعتماد ٿئي....“

”ٺيڪ آهي. تڏهن امان تون شاهہ جو رسالو پڙهي ٻڌائي.“

”کهڙو سُر.“

”ڪاهوڙي.“

”پيئي جنين پاس ڪني ڏونگر ڳام جي،
ڇڏي لـوڪ لباس، لوچي لاهوتي ٿيا.“

”سبحان الله! جيئي لطيف!“

سڄو سُر پورو ڪري پڇيائين.

”هاڻ وري اياز.... ائين؟“

”ها.“

”ڪتاب تہ گهر رهجي ويو. ياد ٿـا پڙهون. پهريائين تون هو ٻڌاءِ اسين ننڊ جا نيڻ آهيون پرين!“

”اسين تہ ننڊ جا نيڻ آهيون پرين،
ستي ساهہ جاڳي وڃي دور دور
ستارا لتاڙي اسانجو شعور....
جڏهن موت ڪائون
سوين راز آڻيون
سوين ساز جي لاءِ آواز آڻيون
سوين چنڊ ڇايون،
ستارا تڳايون،
انهن سان اڃي جڳ سڄو جڳمڳايون،
اسين ننڊ جا نيڻ آهيون پرين،
اسين جاڳ جا پاڳ آهيون پرين!“

ٻاهر اوندهہ هئي. پريان وڻن جي پَنن جي هلڪي سرسر جا پڙلاءُ پئي آيا. واري واري سان سهڻي لطيف ۽ اياز جو ڪلام پڙهجي رهيو هو. ائين ٿي لڳو ڄڻ ڪمري نمبر ٦، وارڊ ١٤ مان، سڄي ايل. ايم. سي اسپتال مـان سموري سنڌ مـان سڀ مرض ۽ بيماريون ترڪي رهيون هيون، ماڻهو هنڌ ۽ بسترا ڇڏي، گهرن جون ڪُنڊون ڇڏي، ڳام ۽ گهٽيون ڇڏي، مڙي سڙي وار ۽ ٽولا ڪري،

قطارون ڏاھي، لشڪر ٻنجي مست ٿي، نچندا ٽپندا، ڳائيندا ظلم ۽ ڦھر جي ڪوٽن تي، غلاميءَ جي مورچن تي، ٽڪري ڏوڪي جي ديوارين تي ھلائون ڪرڻ لاءِ لھرون لھرون ٿي وڌي رھيا ھئا.

او شال عقابن سان اڏڪان
سان واھر ٿي واھرن جي
ٿي ساري سنڌ اياز ٻني
ڇا ڇم ڇم آندئي ڇيرن جي!"

"ڏونگر ڏڪوين ڪـــي ٽپي ڪنڌين ڪـــوھ
تون جي پھڻ ٻپ جو تہ لڳ بہ منھنجا لوھ
جنھن ڇوريءَ ۾ ڇوھ سا پٿون ٿيندي پير تي."

اکين ۾ حـوصلي ۽ ھمت ۽ جـذبي ۽ جولان جـا ڏيئا جرڪي اٿيا.

"ھاڻ قائد انقلاب پڙھجي."

ھن ڪتابڙو کولي ھٿ ڪيو ۽ پڙھڻ لڳي.

"سڄي دنيا جا عوام پاڻ ۾ ملي ھڪ ٿي وڃو ۽ امريڪي اڳراڻي ڪندڙن ۽ سندن شڪاري ڪتن کي شڪست ڏيو. سڄي دنيا جا ماڻھو مڙسي ڪريو، ڪمر ڪشيو وڙھڻ جي جرئت ڪريو، مشڪلات کان نہ ڊڄو ۽ لھرن پويان لھرون ٿي اڳتي وڌو. پوءِ سڄي دنيا عوام جي ملڪيت ٿي ويندي. سڀني قسمن جا راڪاس تباھ ڪيا ويندا."

"انساني تاريخ ۾ سدائين سڀورين مرڻينگ ۽ مـردار قوتن پوين پساھن تـي اچي، انقلابي قوتن جي خلاف سر ٽوڙ مقابلو پئي ڪيو آھي ۽ ڪي انقلابي اڪثر دشمن جي انھيءَ ظاھري طاقت ۽ اندروني ڪمزوريءَ ڪي ڏسي ڪجھہ دير لاءِ ڏوڪي جو شڪار ٿي ويندا آھن. ڪين خبر ٿي نہ پوندي آھي تہ دشمن تباھي جي ويجھو پيو پھچي ۽ ھو پاڻ فتح جي ويجھو پيا پھچن...."

"اسان کي کپي تہ پنھنجي طرف سان ڪمزوري ۽ بيوسيءَ جا سمورا خيال ختم ڪري ڇڏيون. دشمن جـي طاقت کي اجايو

ڳهڻ سمجهڻ جا سمورا خيال غلط آهن."

"مظلوم عوام ۽ مظلوم قومن لي اهو ڪڏهن به نه سمجهڻ گهرجي ته ڪو عوام کي غلام بڻائيندڙ سامراجين کي ڪڏهن نه ڪڏهن حياء پنجي ويندو ۽ هو سندن ڳچيءَ مان هٿ ڪڍي ڇڏيندا. هو فقط تڏهن ڪامياب ٿيندا جڏهن پنهنجي ٻڌيءَ کي مضبوط ڪندا ۽ پنهنجي جدوجهد تي ثابت قدم رهندا. سچو پچو رڪ جو قلعو کهڙو ٿيندو آهي؛ سچو پچو رڪ جو قلعو عوام آهي، لکين ڪروڙين عوام جيڪي سچائيءَ ۽ صاف دلي سان انقلاب جي پٺ ڀرائي ڪن. اهو آهي صحيح معنيٰ ۾ رڪ جو قلعو جنهن کي نوڙڻ ڪنهن به طاقت جي وس جي ڳالهه ناهي...."

"جنهن هنڌان جنگ ڪرڻ جي ڀرپور طاقت جو چشمو ڦٽي نڪري ٿو سو عوام ۾ لڪل آهي، هي جو دشمن کي ايڏي مجال ني آهي جو اسان تي آڪڙ ۽ رعب پيو ڪري ان جو خاص سبب اهو آهي جو عوام اڃان ڇڙوڇڙ ۽ غير منظم حالت ۾ آهي. جڏهن اها گهٽتائي نڪري ويندي تڏهن اڳرائي ڪندڙ اسان جي لکن ڪروڙن عوام جي وڪڙ ۾ اچي ويندو ۽ جهنگلي ڍڳي وانگر شعلن ۾ وڪوڙجي رنيون ڪري نڪر هڻندو ۽ ٻوڙون پائيندو. اسان جي آواز جي گجگوڙ ئي سندس دل ۾ دهشت وجهي ڇڏيندي ۽ هو مڙي رک ني ويندو."

اونداهي گهري ٿيندي ويئي. ڳالهين مان ڳالهيون نڪري اسري نسري سياڻپ ۽ سورهيائي جا سنگ ڪڍي رهيون هيون.

هن اوچتو پڇيو:

"اوهين هڙتال ڪري سگهان ٿي؟"

"ڇو نه؟"

"ماڻهو ڪلندا ته ڪونه؟ چوندا ته ڪونه، ته نياڻي ذيءَ هڙتالون پيئي ڪري...."

"ڪي ضرور ڪلندا، ٺوڪون ڪندا. اول شايد سڀ ناپسند ڪن، هر نئين ڳالهه تي ماڻهو ڪلندا ۽ ٺٺون ڪندا آهن."

”پوءِ....؟“ هن اداس ۽ مايوس ٿي چيو ”مرشد سائينءَ جو فرمان آهي:

”ڪاريءَ رات ڪڪن ۾ آهي ڪاٺيارين ڪم“
”ڏهه ڏهه پيرا ڏينهن ۾ ڏي ڏوراپا ڏم
هي هڏو ۽ چم گهوريو محب ميهار تان“

”چڱو!“ هن محڪم ارادي سان چيو. سندس اکين ۾ عزم جا شعلا هئا.

.... .... ....

ٻئي ڏينهن اخبارن ۾ ٻڪ هڙتالين کي رتورت ڪري گرفتار ڪرڻ جون خبرون شايع ٿيون.

”هاڻ؟“ هن اخبار پڙهي پڇيو ”خبر ناهي.؟“

”هاڻ ته ميرجي پيا آهن. هاڻ جيڪو ٻڪ هڙتال ڪندو تنهن کي ماريندا.“

”نه؟“ ”ها.“

”رتورت ڪري ڇڏيندا؟“ ”شايد“.

”پر جي ڪجهه نه ڪبو ته تحريڪ ته ناڪام ٿي ويندي؟ نه؟ چوندا ته سنڌي ڏجي ويا؟ نه؟“

”ها.“

”پيا ڇوڪرا ته هاڻ ڪونه وهندا؟“

”خبر ناهي. شايد نه ويهن.“

”آءٌ وڃان ٿي!“ هوءَ اوچتو ٽپ ڏيئي اٿي کڙي ٿي ۽ وڃ جي تيزيءَ سان هلي وئي.

”بستروڪٽي وڃ!“ ماڻس ٻوڙيان سڏ ڪري چيو ۽ پوءِ پاڻمرادو ٻڻ ٻڻ ڪري چيائين، ”ويئي هلي سڏ ڪونه ٻڌائين.“

مسٽر زرينه سٺي هٿن لاءِ گهڙي آئي.

”هينئر اختر تڪڙي تڪڙي ڪيڏانهن پئي وئي؟“

”جيل!“ ماڻس سنجيدگيءَ سان چيو.

مسٽر سنهن تڪيندي رهجي وئي.

شاهه جو بيت آيري اکين اڳيان اچي بيٺو:
”پيٺي جن پروڙ ڪنجي ڏونگر ڪام جي،
ڇڏي سڀ ضرور، لوڇي لاهوتي ٿيا!“

(سنڌو پبليڪشن)



# پنهنجي ادب کي زور وٺايو

سنڌي ادب ۾ اڳي ڪيترا لاڙا هئا ۽ به آهن، پر اڄ وطن دوستيءَ جو لاڙو پين سڀني لاڙن کان اڳرو آهي.

اڄ پڙهندڙن وٽ آهي لکندڙ ۽ آهو ادب وڌيڪ مقبول آهي جنهن ۾ وطن لاءِ حب جو جذبو پريل آهي. امر جليل، منير سنڌي، عبدالقادر جوڻيجو، علي بابا، ابن حيات پنهور، عبدالحق عالماڻي، پٺر سنڌي ۽ پين مقبول افسانه نگارن جي مقبوليت جو مکيه سبب به اهو آهي.

### پروپئگنڊا؟

ڪن جو چوڻ آهي ته وطن دوستيءَ جي جذبي غالب هجڻ ڪري فن جو معيار ڪري پيو آهي ۽ ادب پروپئگنڊا بڻجي پيو آهي. پر غور سان ڏسبو ته معلوم ٿيندو ته اهو خيال سطحي ۽ هڪ طرفو آهي.

ادب هميشه زندگيءَ جو ترجمان ٿي رهيو آهي. دنيا ۾ اڄ تائين هڪڙي به اهڙي سٽ نه لکي ويئي آهي جنهن کي سڌي يا اڻ سڌي پروپئگنڊا يا تبليغ ثابت ڪري نه سگهجي. اديب آسمان مان نٿا وسن. آهي ماڻهو آهن ۽ انهن جا پنهنجا رايا، نظريا ۽ عقيدا ٿين ٿا پوءِ چاهي آهي عشق ۽ محبت بابت هجن چاهي قدرتي نظارن

بابت؛ چاھي سچ ۽ سونهن لاءِ پيار جا هجن چاھي حاڪمن لاءِ عقيدت جا وطن جي حب جي واکاڻ ڪرڻ اهڙو ئي قدرتي ادبي موضوع آهي جهڙو عشق ۽ محبت جي تبليغ جو.

جيڪڏهن فرضي رقيب روسياهه جي گلا جا دفتر پڙهڻ ادب آهي ته وطن جي ويرين جا پاندا ڦوڙڻ ۾ ڪهڙي بي‌ادبي ٿي پئي؟ جيڪڏهن محبوب جي خيالي حسن جون جنتون ڏاهڻ جائز آهي ته وطن جي وڻجهارن ۽ سرويچن جي تعريف ڪرڻ ۾ ڪهڙي اربع خطا ٿي پئي؟

جڏهن نڪمن حاڪمن، ظالم ۽ قاتل بادشاهن ۽ انساني کوپرين جا انبار لڳائيندڙ ڦهري ڪانئرن جا قصيدا لکڻ کان پوءِ به فردوسي، انوري، فيضي غالب جهڙا شاعر عظمت جي مسند ماڻي سگهن ٿا تڏهن اسان جي اديبن کي ايترو به حق ناهي ڇا جو هو ڪٿي پنهنجي بهادر شاگردن ۽ نوجوانن، هارين ۽ مزدورن، قومي شهيدن ۽ هيرن ۽ اڇوڪي دلير نسل جي ڪارنامن لاءِ پنهنجي عقيدت جا ادبي گل پيش ڪري سگهن؟

هر نئين ڳالهه جي شروعات ڪمزور ٿيندي آهي. شاهه بلوط جهڙي ديو جهڙي وڻ جو اوائلي ڪچڙو سلوڪنهن پوڙهي ڪرڙ جي وڻ کان ڪمزور ڏسڻ ۾ ايندي ٿو. پر ڪرڙ سدائين ڪرڙ رهندو ۽ شاهه بلوط جو ڪمزور ۽ ڪچڙو سلو اڳتي هلي سئون ڪرڙن کان وڌيڪ اوچو وڌيڪ طاقت ور شاندار ٿي وڃي ٿو.

اسان جا نوان افسانه نگار ۽ اڀرندڙ شاعر وطن جي حب بابت جيڪي لکن ٿا انهن ۾ روز به روز نئين پختگي ايندي پئي وڃي. اهو وقت پري ناهي جڏهن اسان جا نوان افسانا وطن جي حب سان نمٽار هجڻ سان گڏوگڏ فني ڏانو ۽ ذات سان به ڀرپور نظر ايندا.

اسان جو نئون وطن دوست ادب اڃان به وڌيڪ اثرائتو ۽ مقبول ٿئي تنهن لاءِ ڪي ڳالهيون خيال ۾ رکڻ ضروري آهن.

**ڏوان موضوع:**

اڄ سنڌي اديب ۽ شاعر کي صحيح معنيٰ ۾ قومي طبيب ۽ روحاني رازي جو ڪم ڪرڻو آهي.

اسان کي اڄ اهو ادب کپي جو اسان جي قوم جي دلين جي جذبن ۽ احساسن جي ترجماني ڪري، سندن همت بلند ڪري کين پنهنجي ئي ڪمزورين کان خبردار ڪرائجي ۽ انهن کي دور ڪرڻ لاءِ تيار ڪري؛ کين ويساهه ڏياري تہ اسان جو آئيندو ضرور روشن ٿيندو؛ اسان ۾ ٻڌي، همدردي، خود قرباني، عوام دوستي، جوانمردي، اورچائي ۽ قدرشناسي جهڙا قومي گڻ پيدا ڪري ۽ نفاق، بيحسي، خود مطلبي، خود پرستي، بزدلي، غفلت، احسان-فراموشي جهڙي پراڻن موذي مرضن جو احساس ڏياري انهن لاءِ تڪار ۽ نفرت جاڳائي سندس پاڙون پٽڻ ۾ مدد ڏئي.

**ڏوان هيرا ڳولي لهو:**

اسان جي وطن ۾ اسان جي اکين اڳيان اهڙا بيمثال ماڻهو موجود آهن جن جون زندگيون ۽ ڪارناما اسان جي اديبن جي قلم کي للڪاري رهيا آهن. هنن پنهنجون قيمتي حياتيون وطن جي سرخروئي لاءِ وقف ڪري ڇڏيون آهن ۽ ان راهہ ۾ سوين هزارين سختيون سٺيون آهن. جي. ايم. سيد، عبدالمجيد شيخ، شيخ اياز، حيدر بخش جتوئي، غلام محمد لغاري، محمد ابراهيم جويو، محمد حفيظ قريشي ۽ ٻيا ڪيترائي سنڌ جا فرزند اهڙا پيا آهن جن جا ڪردار مضمونن، مقالن بلڪ افسانن جا ڪارائتا ۽ دلچسپ موضوع بڻجي سگهجن ٿا، تنهن کان سواءِ اسان مان هرڪو اهڙن عورتن ۽ مردن، ٻارن ٻين، ٻڍهيلن خواهہ اڻ ٻڍهيلن کي سڃاڻي جيڪي پنهنجي پنهنجي وت آهر اهم ۽ ڪارائتا ڪارناما سرانجام پيا ڏين. مثال طور هڪ دفعي ڪارائتي قومي ڪتاب جي ڇپائي لاءِ پئسا ڪونہ هئا. هڪڙي مسڪين نياڻين جي ٻيءُ ماستر کي جڏهن اها خبر پيئي تڏهن هن پنهنجي پراويڊنٽ فنڊ جا پئسا ڪڍائي انهن مان اهو

قومي ٻولي جو ڪتاب ڇپائي ڇڏيو. اهو مثال ڏسڻ ۾ معمولي آهي پر ان جي تهه ۾ جيڪو قومي جذبو آهي سو هرگز معمولي ناهي. انهيءَ جهڙا مثال افسانن ۾ پيش ڪرڻ ۽ هنئين سان هنڊائڻ لائق آهن.

ڪي دوست شايد سوچين ته اهي موضوع خشڪ ٿيندا ۽ عام ۾ مقبول نه ٿيندا پر انهن کي "اهي ڏينهن اهي شينهن" ۽ "مسڪين جهان خان" جهڙن ڪتابن جي شاندار مقبوليت ۽ فني بلنديءَ کي نه وسارڻ کپي. انهن ڪتابن ۾ عام رواجي ماڻهن جون رواجي ڳالهيون آهن پر ڏسڻ وارن کين جنهن نظر سان ڏٺو آهي، جنهن قلم سان سندن تصويرون چٽيون آهن تنهنجو جواب مشڪل لڀي!

## پنهنجو رنگ پيدا ڪريو:

ادب ماڻهن لاءِ آهي. ماڻهو ادب لاءِ نه آهن. ادب جا ڪي نمونا هڪڙن ملڪن ۽ ماحولن لاءِ ڪارائتا آهن پر ٻين لاءِ نه آهن. افساني جو يورپي ۽ آمريڪي نمونو جنهن جو اڄڪلهه هر هنڌ نقل پيو ڪيو وڃي سو اسان جي ڏانوَ وٽان ناهي.

اتي جي ماڻهن جو علمي، سماجي ۽ ذهني ماحول اسان کان ٻيو آهي. هو تاريخ جي هڪڙي ڏاڪي تي آهن ۽ اسان ٻئي تي. اسان کي افسانو نئين سنڌي نموني لکڻ کپي. بهتر آهي ته افسانو سنئون سڌو "ڳالهه" وانگر هجي جنهن ۾ خيالي پور پچائڻ بدران سلسليوار واقعا بيان ڪرڻ کپن. اها ڳالهه اهڙي هجي جيڪا اڻ پڙهيل به پڙهيلن کان ٻڌي سمجهي سگهن، جيڪا ياد ٿي وڃي ۽ جيڪا ڪچهريءَ ۾ ٻڌائجي ته ٻڌندڙن تي اثر ڪري.

## پنهنجي تاريخ پڙهو:

گهڻو نه ڇڱو ٿئي جو اسان جا لائق اديب سنڌ جي تاريخ جو مطالعو ڪن، چچ نامو، تاريخ طاهري، تحفة الڪرام، تاريخ معصومي، بيگلارنامو، نوائي معارڪ، ڪلهوڙن جي تاريخ وغيره

تاريخون پڙهي اسان جي تاريخ جي سارائن جو گهڻو دورن سان مواد وٺي افسانا، ڳالهيون، داستان ۽ ناول لکن.

دولهه درياهه خان، شاهه بلاول، صوفي شهيد، هوشو، هيمو پارن سرويچن جا احوال فني نمونن پيش ڪن؛ چنيسر، ڄام فيروز، مير علي مراد جهڙن قومي غدارن جي ڪردارن تان پردو لاهن، اڄوڪن چنيسرن ۽ علي مرادن کي بي نقاب ڪن ۽ انهن کي پنهنجو حشر تاريخ جي آئيني ۾ ڏيکارين. اسان جي وطن دوست اديبن کي لطيف سائين، سچل، خليفي نبي بخش ۽ ٻين نامور وطن دوست اهل ڪمال جو مطالعو ڪرڻ کپي. کين پنهنجي اڄوڪي دور جي قومي مفڪرن خاص ڪري جي. ايم. سيد ۽ اياز جي لکڻين جو غور سان مطالعو ڪرڻ کپي. پير علي محمد راشديءَ جي ادبي ۽ تاريخي شاهڪار ”اهي ڏينهن اهي شينهن“ ۾ اسانجي وڇڙائيءَ واري ماضيءَ جون حيرت انگيز تصويرون ڏسي سگهجن ٿيون.

ساڳيءَ طرح ادبي بورڊ جي لوڪ ادب سلسلي جي ڪتابن ۾ اسانجي اڳوڻي ثقافتي ورثي بابت اڻ لڀ مواد گڏ ٿيل آهي.

پنهنجي قومي شعور کي وسيع ۽ پختو ڪرڻ لاءِ اسانجي اديبن کي ٻين ٻولين ۽ قومن جي وطن دوست ادب ۽ وطني هيرن جا احوال پڙهڻ کپن.

آمريڪا، اٽلي، آئرلينڊ، پولنڊ، زيڪوسلواڪيه، چين، ڪيوبا، ويٽنام جي قومن پنهنجي وطني آزاديءَ جي جدوجهد ۾ عظيم ادب ۽ قومي هيرا پيدا ڪيا آهن. گئريبالڊي، لنڪن، مائوزي تنگ، هوچي منهه، فيڊرل ڪاسٽرو ۽ چي گوارا جي زندگين جا احوال ۽ سندن لکڻيون روءِ زمين جي محب وطنن لاءِ مشعل راهه آهن. اسان جي اديبن کي انهن جو گهڻو مطالعو ڪرڻ کپي.

ناول جو هيرو ڪڏهن هڪڙو فرد هوندو آهي تہ ڪڏهن سموري قوم. اسان جا جيڪي اديب قومي ناول لکڻ چاهين تن کي روس جي جنگ آزاديءَ بابت لکيل ناولن جو مطالعو وڏي مدد

ڏيندو. انهن مان گورڪيءَ جو ناول ”ماءُ“ آسترو وسڪيءَ جو ”دارو رسن ڪي آزمائش“ ۽ بورس پالي واءِ جو ”چراغ جلتا رها“ ۽ صدرالدين عينيءَ جي سرگزشت اردو ۾ ترجمو ٿيل آهن ۽ حيدرآباد ۾ ملي سگهن ٿا.

## پڙهندڙن جا فرض:

جيئن دنيا جي هر مذهب پنهنجي پوئلڳن لاءِ ڪي فرض مقرر ڪيا آهن تيئن ڪابہ قوم تيستائين قوم سڏائڻ جي لائق ناهي ٿي جيستائين ان جا ماڻهو پاڻ تي ڪي فرض نہ لاڳو ڪن.

سنڌي ادب کي پڙهڻ، ان کي ڦهلائڻ، سنڌي وطن دوست اديبن کي همٿائڻ، سندن قدر ڪرڻ ۽ سندن مدد ڪرڻ اسان جو قومي فرض آهي. اسان کي ياد رکڻ کپي تہ اسان جي قومي جدوجهد جو مهڙ وارو مجاهد دستو وطن دوست اديب آهن. اسان جو ڪم آهي تہ اسين سنڌي ڪتاب ۽ رسالا خريد ڪيون ۽ ٻين کي بہ خريد ڪرڻ لاءِ همٿايون. پنهنجي گهرن عزيزن، قريبن، يارن دوستن ۽ واقفن ۾ سنڌي ڪتابن رسالن ۽ اديبن جو ذڪر ڪريون ڪا سٺي شيءِ پڙهون تہ اها ڪوشش ڪري ٻين کي پڙهي ٻڌايون. ان جي تعريف ڪريون تڪليف وٺي پنهنجي راءِ لکي اخبار يا رسالي کي موڪليون.

اهو ضروري ناهي تہ اسان جي راءِ هرويرو عالمانہ فاضلانہ هجي. پاڻ جيڪي دل ۾ اچي سو لکي موڪليون. اها ڳالهہ تمام اهم ۽ وڏي آهي. هر لکندڙ اهو معلوم ڪرڻ لاءِ مشتاق آهي تہ پڙهندڙ سندس محنت جو ڪهڙو قدر ڪن ٿا.

اڳين زماني ۾ اديب نوابن ۽ بادشاهن لاءِ لکندا هئا، ۽ هاٿي گهوڙا ۽ سونيون مهرون انعام ملندو هون. اڄ اديب سڄي قوم لاءِ لکن ٿا. ڇا آهي ايتري جا بہ مستحق ناهن تہ اسان کي سندن ڪا ڳالهہ پسند اچي وڃي تہ کين بہ اکر لکي شاباس جا لکي موڪليون!

## سنڌي ادب کي ڦهلايو:

سنڌي اخبارن رسالن ۽ ڪتابن سان هر هنڌ ماٽيجي ماءُ وارو سلوڪ ڪيو ٿو وڃي. پبلڪ لائبررين ۾ سرڪاري خرچ تي ٻين ٻولين جون اخبارون، رسالا ۽ ڪتاب گهرائجن ٿا، پر سنڌي اخبارون، رسالن ۽ ڪتابن کي نظرانداز ڪيو وڃي ٿو. سنڌ جي شاگردن ۽ ٻين واسطيدارن کي هر ممڪن ڪوشش وٺي اها ٻـ اکيائي بند ڪرڻ کپي ۽ متحد ٿـي جدوجهد هلائي سنڌي اخبارون، رسالا ۽ ڪتاب گهرائڻ کپن.

سرنديءَ وارن سنڌين جهڙوڪ واپارين، زميندارن ۽ عملدارن جو فرض آهي ته پنهنجي ڳوٺ يا شهر ۾ لائبرريون قائم ڪن يا جتي اڳيئي لائبرريون آهن انهن کي مالي امداد ڪن، ڪين سٺا قومي رسالا ۽ ڪتاب وٺي ڏين.

ڳوٺ جـي باشعور نوجوانن ۽ پڙهيلن جو فرض آهي تـہ سرنديءَ وارن وطن دوستن سنڌين وٽ وڃي ڪين لائبررين کـي مدد ڏيڻ لاءِ آماده ڪن.

ڪيترا سرنديءَ وارا سنڌي رڳـو انهيءَ ڪري اخبارون يا رسالا نٿا گهرائن جو هو چون ٿا تہ اسانکي پڙهڻ لاءِ وقت نٿو ملي. انهن صاحبن کي کپي تـہ هو سنڌي اخبارون، رسالا ۽ ڪتاب وٺڻ فرض سمجهي گهرائين. جي اتفاق سان ڪين پڙهڻ جو وقت نہ ملي. اهي ٻلي پنهنجي ٻارن کي يـا عزيزن کي يـا لائبريريءَ کي ڏيئي ڇڏين. جيڪي سرنديءَ وارا ماڻهو ايترو بہ نٿا ڪن تن تي تنقيد ڪرڻ کپي ۽ ڪين محسوس ڪرائجي تـہ هو قومي فرض ادا نہ ڪرڻ ڪري ناقابل معافي ڪوتاهي ٿا ڪن.

## پنهنجا اخبارون وڪڻندڙ گهرجن:

سنڌي ادب جي ڦهلجڻ ۾ هڪ مکيہ رڪاوٽ اها آهي جو اڪثر اخبارون ۽ رسالا وڪڻندڙ سنڌي نـاهن. تنهن ڪري هـو سنڌي رسالن ۽ ڪتابن جـي وڪري ۽ ڦهلائڻ ۾ ڪابہ دلچسپي

نٿا وٺن.

اسان جي باشعور ۽ سمجهه دار محب وطن کي اها جاچ ڪرڻ کپي ته سنڌي ڳوٺ يا شهر ۾ سنڌي اخبارن، رسالن ۽ ڪتابن پهچائڻ جو موزون ۽ مناسب بندوبست آهي يا نه. ڪين انگ اکر گڏ ڪرڻ کپن ته سنڌن ڳوٺ يا شهر ۾ سنڌي اخبارون، رسالا ڳوٺ يا شهر ۾ کپن ٿا. جي مناسب انتظام نه هجي ته ڪوشش وٺي ڪنهن هڏ ڏوکي ماڻهوءَ کي اهو ڪم ڪرڻ لاءِ آماده ڪجي ۽ سندس باقاعده وقت به وقت مدد ڪندو رهجي.

ڪجهه وقت ٿيو ته منهنجي پاڻ ۽ پين اسانجي ڳوٺ جي ڪاليجي شاگردن اسان جي ڳوٺ جنگ شاهي جي جاچ ورتي ته معلوم ٿين ته ڳوٺ وارا روزانو به درجن کن اخبارون ۽ ڪيترا رسالا وٺن ٿا پر سنڌي اخبار يا رسالا ڏاليءَ ڪي نه ٿا اچن! اخبارون وڪڻندڙ سنڌي نه هو. ڪيس سنڌي اخبارون ۽ رسالا گهرائڻ لاءِ چيو ويو ته جواب ڏنائين ته ”ماڻهو وٺن نٿا، سنڌي اخبارن ۽ رسالن ۾ ڪابه دلچسپ ڳالهه ڪانهي.“ شاگردن تنهن تي پاڻ ۾ صلاح ڪري هڪڙي باشعور ماڻهوءَ کي اخبارون وڪڻڻ لاءِ تيار ڪيو. ان بعد هو وفد ٺاهي ڳوٺ جي سمورن سنڌي واپارين ۽ سرندئ وارن ماڻهن سان مليا ۽ ڪيتري بحث مباحثي ۽ زور بار بعد کين محسوس ڪرايائون ته سنڌي اخبارن، رسالن جي سرپرستي ڪرڻ سندن قومي فرض آهي. ان بعد سنڌي اخبارون ۽ رسالا گهرايا ويا. اڄ اسان جي ڳوٺ ۾ ٢٠ کن سنڌي اخبارون روز ۽ هر مهيني ڪافي رسالا خريد ٿين ٿا.

سنڌ جي پين ڳوٺن جا محب وطن ماڻهو خاص ڪري شاگرد ۽ نوجوان به جيڪڏهن ائين ڪن ته سنڌي اخبارن ۽ رسالن جو وڪرو چوڻون پنجوڻو ڪري سنڌي ادب جي قسمت بدلائي سگهجي ٿي.

سنڌي ادب کي گهر گهر پهچائڻ اخبارن ۽ رسالن جي اشاعت کي پيٽو ليٽو بلڪ چوڻو ڪرڻ اڄوڪي دور جي سڀ کان

اهم ۽ تاريخي ضرورت آهي. انهيءَ کان سواءِ سنڌي اخبارون ۽ رسالا پنهنجي پير تي هرگز بيهي نہ سگهندا.

## ڪاليجن ۽ اسڪولن ۾ بندوبست:

سنڌ ۾ ڪيترائي وڏا وڏا ڪاليج ۽ اسڪول آهن جن ۾ هزارين وطن دوست سنڌي شاگرد تعليم وٺن ٿا. ڪيترن ۾ هاسٽلون آهن جن ۾ سوين هزارين شاگرد رهن ٿا. رڳو حيدرآباد ۾ ئي انجنيرنگ ڪاليج، سنڌ يونيورسٽي، زنانو ۽ مردانو ٽريننگ ڪاليج، گورنمينٽ گرلس ڪاليج، زرعي ڪاليج ٽنڊوڄام ۽ ٻيا ڪيترائي ڪاليج ۽ هاسٽلون اهڙيون آهن جن ۾ ڪيترائي سجاڳ ۽ هوش رکندڙ سنڌي آهن. پر انهن ڪاليجن ۽ هاسٽلن جي ويجهو سنڌي اخبارن ۽ رسالن جي ملڻ جو انتظام ڪونهي، جيڪڏهن اهڙو آسان بندوبست هجي ها تہ جيڪر سوين هزارين سنڌي شاگرد ۽ شاگرديائيون "روح رهاڻ" جهڙي هردلعزيز قومي رسالي ۽ ٻين سنڌي رسالن ۽ اخبارن کي ضرور خريد ڪري انهن کي زور وٺائن ها، ۽ پنهنجي قومي شعور جو معيار بلند ڪن ها. انهن ادارن جي شاگردن جو فرض آهي تہ پاڻ مان اهڙا قومي شعور رکندڙ شاگرد پيدا ڪن جي اهو ذمو پاڻ تي کڻي پنهنجي سِر يا ڪنهن ٻئي جي هٿان پنهنجي اداري اندر يا ان جي ويجهو گهربل اخبارن ۽ رسالن ملڻ جو انتظام ڪن. اسانجي نوجوانن کي انهن آزاديءَ جي متوالن هندو سنڌي شاگردن جو مثال تازو ڪرڻ کپي جي گهٽيءَ گهٽيءَ ۽ ڳوٺ ڳوٺ ۾ پنهنجون قومي اخبارون وڪڻڻ ۾ شرم بدران عزت ۽ فخر محسوس ڪندا هئا. اهو سنڌن ئي ڪارنامو هو جو سندن قومي اخبارون ۽ رسالا ترقي ڪري مضبوط ٿي ويا ۽ اهڙيءَ ريت سندن قومي آواز زوردار نموني هرهنڌ گونجڻ ۽ پڙاڏا پيدا ڪرڻ لڳو. پنهنجن اخبارن ۽ رسالن بنا اسان ڄڻ تہ گونگن جي قوم آهيون جنهن جو مطلب ٻيا تہ ٺهيو پر اسين پنهنجا پاڻ بہ سمجهي نہ ٿا سگهون.

## نئين شعر کي عام ڪريو:

نئين سنڌي شاعري هينئر قوم جو ين تي آهي. هن آبِ حيات جي درياهہ ۾ ماضي ۽ حال جي بي انداز منڊون ۽ حيات بخش چشمن جو اُلهه آب سمايل آهي.

اياز تہ ايڪ رانجهو- لکان دا مٺ آهي پر گهٽ ٻين ۾ بہ ناهي. اڄوڪي اردو شاعري جو حال ڏسي وري وطن ڏانهن نهار ٿي ڪجي تہ ڪنڌ فخر وچان اوچو ٿيو وڃي.

شعر ڳائڻ جي شيءِ آهي. ريڊيو تان اسانجي نئين شعر کي اسانجن ٿي يارن ڏيهہ نيڪالي ڏني آهي.

ان ڪري سنڌي شعر کي ڳائڻ ۽ عوام ۾ عام ڪرڻ جو فرض اسان مان هرهڪ کي ادا ڪرڻو آهي. سڀ کان پهرين ڳالهہ اها آهي تہ اسان مان جيڪي پڙهيل آهن سي نون وطن دوست شاعرن جو شعر بر زبان ياد ڪن ۽ يارن دوستن ۽ محفلن ۾ اهو پڙهي لطف پيدا ڪن ۽ ساڳي وقت قومي شعور ڦهلائن. پرائمري اسڪولن جا سوين هزارين سنڌي ماستر نئون سنڌي شعر ياد ڪرڻ ۽ ڪرائڻ جو ڪم نهايت آسانيءَ سان ڪري سگهن ٿا.

ٻارن جو حافظو سٺو ٿئي ٿو. ٻارن کي چونڊ نئون شعر ياد ڪرائجي ۽ سٺي نموني وڏي واڪي وڏن اڳيان چوائجي. اهڙيءَ ريت هڪ طرف سندن زبان ڪُلندي، منجهائن ڊپ نڪرندو ۽ اسڪولن ۾ هوشيار ٿيندا ٻئي طرف منجهن ننڍي هوندي کان وڏي اعليٰ ادبي ذوق ۽ وطني شعور پيدا ٿيندو. ٻارن جا مائٽ يا اسڪولن جا ماستر اهو ڪم سوٽي نموني ڪري سگهن ٿا.

تنهن کان سواءِ شاگردن، نوجوانن، شوقين ڳائڻ وارن ۽ مقبول ڳائيندڙن کي سٺا چونڊ وطني ڪلام ياد ڪرائي ڪانئن ڪچهرين، خانگي محفلن، ميلن ۾ اهو ڳارائجي.

جيڪي دوست گذريل ”جشن روح رهاڻ“ ۾ موجود هئا تن کي معلوم آهي تہ نئون سنڌي ڪلام ڪيڏي بي پناهہ مقبوليت حاصل ڪري چڪو آهي.

نئين سنڌي شعر کي مقبول بنائڻ جو ڪم ڪاميابيءَ سان سرانجام ڏيئي اسين قومي شعور جي پيڙھہ پيڙھين تائين پڪي ڪري سگھون ٿا.

**قومي مھم ھلايو:**

سنڌي ادب کي پڙھڻ، وطن دوست سنڌي ادب پيدا ڪرڻ، وطـن دوست سنڌي اديبن جـي همت افزائي ڪرڻ، وطن دوست سنڌي اخبارن، رسالن ۽ ڪتابن جو وڪرو وڌائڻ، انھن کي ھرھنڌ موجود رکڻ، سنڌي لائبرريون قائم ڪرڻ، اڳين لائبررين کي زور وٺائڻ، وطن دوست سنڌي ڪلام کي ياد ڪرائڻ، ڳارائڻ ۽ مقبول بنائڻ جي ھڪ قومي مھم سنڌ ۾ ھلائڻ کپي. سنڌي ادبي سنگتن، شاگردن، نـوجوانن، باشعور ۽ فرض شناس سنڌين کـي قومي فرض سمجھي ان زورشور سان ڀرو وٺڻ گھرجي.

ان مھم بـابت احـوال اخبارن ۽ رسالن ۾ موڪلڻ کپي. ”روح رهاڻ“ کي ھڪ خاص خبرنامي جو صفحو اھڙين سرگرمين جي اطلاعن لاءِ وقف ڪرڻ کپي جن مان ٻين خبرن سان گڏ اھو ۽ معلوم ٿئي تـہ ”روح رهاڻ“ جھڙي قـومي رسالي کي گھرگھر پھچائڻ لاءِ ڪھڙا ڪھڙا قدم کنيا پيا وڃن.

پڙھندڙ دوستن کي صلاح آھي تہ ھو بہ پنھنجا رايا پيش ڪن.

(روح رهاڻ ١٩٦٨ع)

# لطيفي روايت ۽ ان جي پوئيواري

سنڌي شاعريءَ ۾ ھڪڙو نـالو اول ۽ آخـر آھـي. سنڌي شاعريءَ جي اعلي روايتن ۽ بلند قدرن جو سرچشمو ’لطيف‘ آھي. ھر نقطہ نظر، ھـر ذوق، ھـر لياقت، ۽ ھـر قسم جي سنڌيءَ جي اڳيان لطيف جي شاعري اسان جي ادب جي سڀ کان بيبھا ميراث آھي. لطيف جي شاعريءَ کـي ھر ڪنھن پنھنجي پنھنجي نموني

پڙهيو، پسروڙيو ۽ پيار ڪيو آهي. ٻين وانگر، اسان جا موجوده شاعريءَ سا ابا ۽ باقاعدي شاعر بہ شاهہ جي عظمت جا قصيدا ڳائين ٿا.

ڏسڻو هي آهي تہ آيا اهي شاهہ جا معتقد ۽ مريد رڳو عقيلت جا لفظي "پڙ چاڙهڻ" جا ملوڪ آهن، يا سچ پچ سندس روايتن ۽ قدرن تي ايمان رکن ٿا، انهن جي پيروي ڪن ٿا ۽ ان وات تي هلن ٿا. پلا، شاهہ جي هن بي‌پناهہ مقبوليت جا اصل سبب ڪهڙا آهن؟ ماڻهو چون ٿا تہ هو انهيءَ ڪري مقبول آهي، ڇاڪاڻ تہ هو صوفي، درويش، ولي ڪامل، حق آگاهہ، بحر معرفت، مخزن اسرار الاهي، ۽ شارح قرآن هو. هو بيشڪ اهو سڀڪجهہ هو، پر سوال آهي تہ سنڌ ۾ جتي خدا جي فضل سان گهر گهر عيد آهي، شهر شهر بلڪ ڳوٺ ڳوٺ ڪي پنهنجو ڪامل ولي، مرشد حق آگاهہ، درويش معرفت رشيده آهي، اتي هڪڙو ٻيو بہ ولي پيدا ٿيو تہ ڪهڙي وڏي ڳالهہ آهي. رڳو اسان جي ننڍي واريءَ مڪليءَ ۾ ٿي چون ٿا تہ سوا لک اولياءالله جا پيا آهن. سڀ درويش، سڀ ڪامل، سڀ ولي، سڀ ڪرامتن جا صاحب. هڪڙو ٻئي کان زور. سيوهڻ، روهڙي، ۽ جهوڪ — چوطرف ڪرامتون، اسرار، لقاءَ، حال، قال! درحقيقت سنڌ ۾ ولين کان سواءِ ٻيو آهي ڇا؟ پر سڄي سنڌ ۾ لطيف فقط هڪڙو آهي ۽ رهندو. ڇوتہ هو ولي هجڻ کان قطع نظر، هڪ نرالو ۽ پيارو انسان هو. خدا رسيده تہ گهڻائي پيا آهن، پر هو انسان رسيده هو. هن انسانن جي روح ۾ جهاتي پائي، انسانن جا ڏک درد، سندن جذبا ۽ احساس ڏٺا هئا.

هو سچو مومن هو، اسلام جو پيرو ۽ توحيد پرست هو. پر هن عرب ۽ ايران جي بدران پنهنجي دل جو ڪعبو بدنصيب ۽ پياري وطن، سنڌ، کي بنايو. ايران جي آبجو ۽ شيراز جي باغن ۾ ٽڙندڙ سرو، سمن، لاله، نرگس ۽ سنبل جي بدران هن پنهنجي وطن جي پُسين، پيرن ۽ ڏونرن جي حسن جا نغما ڳايا. جتي ان وقت جي هند ۽ سنڌ جا نام ڪٺيا شاعر بهادريءَ ۾ رستم، سهراب ۽

اسفنديار جا مثال ڏيندا هئا، اتي هن پنهنجي وطن جي هيرن- ابڙي، جکري ۽ سپڙ- تان گهورون گهورون، سندن سخا، مردانگي ۽ دليريءَ جا داستان ڳائي، کين امر ۽ لازوال ڪري ڇڏيائين. هو جڏهن خود خدا جي رحم، ڪرم، عنايت، محبوبيت ۽ بي نيازيءَ جي شان بيان ڪرڻ لاءِ حسين استعارا ڳولي ٿو، تڏهن ڪيس وطن جا دلير ۽ بانڪا ياد پون ٿا ۽ هو خدا کي پنهون، تماچي، جکري، چنيسر، راڻو ۽ سپڙ سڏي ٿو. هيءَ ڳالهه آهي، جا ڪنهن به عرب ايراني، هندي يا سنڌي شاعر نہ ڪئي آهي. هن جي انهيءَ خوبصورت دليريءَ اڳيان خود روميءَ جهڙي مست جي سموري آگ ۽ جلال عاجز ٿا لڳن.

لطيف هر ڳالهه ۾ پنهنجي دور جي ٻين شاعرن کان نرالو آهي. ان وقت هند ۽ سنڌ تي فارسيءَ جو راڄ هو. دربار جي زبان فارسي هئي. علم ۽ فن جي زبان فارسي هئي. سنڌي شاعري صرف ڳوٺن ۾ نامعلوم جڳهن تي پٽڪو ڪندي هئي، نہ تہ هر هند فارسي شاعريءَ جو بول بالا هو. لطيف انهيءَ روايت ۽ دستور کي اورانگهي ۽ لتاڙي، پنهنجي الڳ راهہ ورتي. هن پنهنجي وقت جي فارسي گو شاعرن وانگر فارسي شاعريءَ جي تقليد ۾، فارسي بحرن ۽ وزنن ۾ بہ شاعري ڪانہ ڪئي، نہ وري هن ان وقت رائج شاعريءَ جي مضمون يا انداز جي پيروي ڪئي. هن جي ٻولي، بحر، وزن، تشبيهون، استعارا، بندشون، موضوع ۽ انداز نظر خاص پنهنجا ۽ دنيا کان نرالا هئا. ان وقت جا ناليرا شاعر مثنويون، قطعا، غزل، نظم، شهر آشوب ۽ انهيءَ قسم جا ٻيا ايراني طريقا اختيار ڪري، مقبوليت حاصل ڪندا هئا. هو پنهنجي مادري ٻوليءَ کي انهيءَ لائق ئي نہ سمجهندا هئا تہ ڪو اها شاعريءَ لاءِ ڪتب آندي وڃي. تنهنڪري لطيف جي پهرين خصوصيت روايت کان مڪمل بغاوت آهي. جتي شاعريءَ جا موضوع فقط هجر ۽ فراق، ظلم ۽ هرجائي محبوب، رقيب روسياهہ، فلڪ ناهنجار، معشوق جي قد بت جي تعريف ۾ زمين آسمان هڪ ڪرڻ ۽ سندس ڪمر جي تلاش ڪرڻ هئا، اتي

لطيف ڏٺ ـ ڏوريندڙ ڏوٿين، برسات لاءِ واجهائيندڙ هارين، جهنگلن ۾ ڀٽڪندڙ ماروئڙن، سمنڊ ۾ اڪا وجهندڙ هندو ڇوڪرين، ساميائين، مهاڻين، ماڱرين، جوڳين، ڦورو سردارن، سندن ستايل ڀاڳين، سخي ڏاتارن، مڱڻهارن، اٺن، هنجن، روهه جي ڪونجڙين، سپن، ڪپرن، ۽ ٻين اهڙن سنڌي زندگيءَ جي ڪردارن کي پنهنجو موضوع بڻايو آهي. هن جا ڪردار اهي آهن، جيڪي سنڌ ۾ سچي پچي معنيٰ، مقصد ۽ حقيقت رکن ٿا. هن کي پنهنجي وطن جي چپي چپي سان، ۽ سنڌس هر مرد، ٻار ۽ عورت سان، هر مظلوم، هر ڏکويل، هر خوبصورت ۽ پياريءَ شيءِ سان والهانه محبت آهي. هو شاعري انهيءَ ڪري نٿو ڪري ته ڪو ڪيس پنهنجي شاعرانه ڪمال جي نمائش ڪرڻي آهي، پر ڇاڪاڻ ته ڪيس اهڙي ته حساس، عميق ۽ انساني همدردين سان ڀرپور دل آهي، جو هو بي اختيار پلٽيو پوي. هن کي سنڌي ٻوليءَ سان عشق آهي. هو ان زبان جو اهو جوهري آهي، جنهن وٽ ماڻڪن جا مٽ ڀريا پيا آهن. هن سنڌي زبان جي معمولي لفظن مان ڪڏهن ساڪيءَ جو ڪم ورتو آهي، ته ڪڏهن شراب جو نشو پيدا ڪيو آهي. انهن لفظن مان هو ڪڏهن احساس جا ٽانڊا ۽ مچ ٻاري ٿو، ته ڪڏهن احتجاج ۽ بغاوت جا بارود ڀري ٿو. ڪوبه اهڙو موضوع ڪونهي، ڪوبه اهڙو واقعو نه آهي، ڪوبه اهڙو احساس نه آهي، جنهن کي لطيف شاعريءَ جي معيار کان گهٽ سمجهي، نظرانداز ڪيو هجي. هن سنڌ جي عام ماڻهن، مردن ۽ عورتن، خاص ڪري، عورتن جي جذبن جي، جنهن خلوص، امنگ ۽ جذبي سان ترجماني ڪئي آهي، تنهن جي بيان لاءِ دفتر کپن. شاهه جي شاعري درحقيقت هتي جي عام ماڻهن جي زندگيءَ جو هڪ درد انگيز ۽ من موهيندڙ داستان آهي.

لطيف جي عظيم روح ۽ سندس فن جي عظيم روايتن کي برقرار رکندڙ ۽ ان کي اڳتي وڌائيندڙ ۽ سنواريندڙ ئي سنڌ جا صحيح اديب ۽ شاعر آهن ۽ نه اهي جن ان جي انسانيت پرور، جرات مندانه ۽ تخليقي روايتن کان ڀڄي، ٿلهي تڪبنديءَ جي

بي‌روح ۽ بي‌معنيٰ رينگت مچايو آهي.

سنڌيءَ کي منڍيءَ ڪاتيءَ سان ذبح ڪرڻ، سنڌي شاعريءَ جي شاندار ۽ روشن چهري کي داغدار ڪرڻ، سنڌ جي ماحول ۽ قومي مزاج سان چٽر ڪرڻ، سنڌي شاعريءَ جي قافلي کي اوجهڙ ڏانهن منهن ڏيڻ ۽ سنڌ جي پنهنجي ادبي روايت کان بغاوت ڪري، ٻين جي غلامي ڪرڻ وارن سان هڪڙو بزرگ خاص طرح اچڪلهه لطيف جي غم ۾ سينو ڪٽي، اوچنگارون پيو ڏئي: ان لطيف جو دم پيو ڀري، جنهن جي منڙي ٻوليءَ کي پاڻ ۽ سندس قبيلي جي ساٿين جيئري قبر ۾ پوري ڇڏڻ ۾ ڪين گهٽايو، جنهن جي ٻوليءَ سان ڪين ڏپ ٿي آئي، جنهن جي فني روايتن کي هنن حقارت سان ٺڪرائي ڇڏيو ۽ جنهن جي جاري ڪيل شعر جي آبحيات جهڙين شفاف ۽ حيات بخش نهرن کي ڪن ۽ گند سان پرڻ هنن پنهنجي زندگيءَ جو مقصد بنائي ڇڏيو.

شاهه جي حب جو سانگ رچائڻ ۽ پنهنجن چارڻن جي هٿان ٺکو ڏيئي حشر پٽائڻ جو مقصد ڪهڙو آهي؟ هي اردوءَ ۽ فارسيءَ جي شاهي درٻارين جا منصبدار، پنهنجي زماني جا فردوسي ۽ حافظ، مير ۽ غالب، عرفي ۽ رودڪي، ادبي آسمانن جا باشندا، عاج جي محلن جا مڪين، اڄ هن حال ۾ هيٺ زمين تي ڇو پيا ڏسجن؟ ڪين اوچتو جهانگين ۽ مارن جو 'شاهه'، ۽ پڻن ۽ وڻائن جو 'لطيف' ڪيئن اچي ياد پيو آهي؟

اهڙن فارسي زده تڪبند 'شاعرن' نه رڳو هئيت جي اعتبار کان بلڪ موضوع مواد ۽ اسلوب جي نقطہ نگاهه کان ٻڻ سنڌي شاعريءَ جي ماضيءَ جي عظيم ورثي کان بغاوت ڪئي. هنن ڪلاسيڪي ۽ روايتي سنڌي شاعريءَ جي روايتن کي پٺ ڏيئي ۽ سندس بي‌بها خزانن کي نظرانداز ڪري، نه رڳو فارسي هئيتون ۽ سانچا اختيار ڪيا، بلڪ سندن ٻولي، محاورا، تشبيهون، استعارا، ترڪيبون، بندشون ۽ ماحول سڀ غيرسنڌي ۽ اوپرا هئا. سندن تڪبنديءَ جون پاڙون سنڌ بدران ايران ۾ لتڪيل هيون. سندن

راهہ بالڪل الڳ هئي. اها الڳ راهہ سنڌي شاعريءَ کي ڪنهن نئين شاداب ۽ سرسبز منزل ڏانهن نہ، پر هڪ پراڻي، لٽاڙيل ۽ ڦڙيانگ اوجهڙ ڏانهن وٺي ٿي وئي. ان جا مکيہ سبب هي هئا:

(۱) هنن پنهنجي وطن، ٻوليءَ ۽ روايتن کان پاڻ کي ڇني، ڌار ڪري، ٻئي ملڪ، ٻيءَ ٻوليءَ ۽ ٻئي ماحول سان ناتو ڳنڍيو. جنهنڪري سنڌين لاءِ سنڌي شاعريءَ ۾ ڪابہ دلچسپي ۽ اصليت نہ رهي.

(۲) جنهن ڌارينءَ شاعريءَ جي روايتن ۽ سانچن تي هنن هلڻ شروع ڪيو، خود ان ۾ جيڪي ارتقائي تبديليون ٿيون ۽ ويهين صديءَ تائين اها موضوع ۽ هئيت جي خيال کان جنهن منزل تي پهچي چڪي هئي، تنهن جي هنن کي ڪابہ خبر ڪانہ هئي. هنن ويهين صديءَ ۾ ويهي فارسيءَ جي ان دور جو نقل ڪرڻ شروع ڪيو، جو ۸-۹ صديون اڳ ۾ ختم ٿي چڪو هو.

(۳) جنهن ۸-۹ صديون اڳ جي فارسيءَ کي هنن سامهون رکيو، ان جي زبردست روح عظيم ۽ معيار کي قائم رکڻ ۽ ان جي روايتن کي پنهنجي ڪرڻ جي منجهن صلاحيت نہ هئي. هو حافظ، سعدي، خيام ۽ رومي جي زنده خيالن، گهرن ۽ جاندار احساسن ۽ بلند پروازين کي سمجهڻ ۽ پنهنجي ڪرڻ بدران فقط معمولي قسم جا نقال ۽ لڪير جا فقير ٿي رهجي ويا، جنهنڪري نہ هيڏانهن جا رهيا نہ هوڏانهن جا. سنڌي شاعري فارسيءَ جي اعليٰ ۽ روشن خيالن ۽ شاندار فني ڪارنامن جي هڪ بي روح، بي جان ۽ مرده تصوير هئي. فارسيءَ جي اٽاهہ، گهري ۽ سدا شاهوڪار سمنڊ مان ٽٻيون هڻي، موتي ميڙڻ بدران، هنن فقط ڇلرن ۾ ڇنڀيون ٻوڙيون ۽ سڀيون ۽ سانگوٺا ميڙيا. درحقيقت هنن جي شاعريءَ کي فارسي شاعريءَ جي تقليدي شاعري ڪوٺڻ بہ فارسي شاعريءَ جي شاندار ناليءَ تي هڪ بدنما داغ ۽ زبردست بهتان آهي. انهيءَ بي بنياد، نقلي، بي جان ۽ نامنهاد شاعريءَ جي رائج ٿيڻ ڪري سنڌي شاعريءَ جو واڌارو بيهي رهيو ۽ ان جو مستقبل سخت خطري ۾ پئجي ويو.

(روح رهاڻ ۱۹۴۷ع)

# ادب ۾ ترجمن جي اهميت

ٿنهن ڏينهن دنيا جي مشهور مخزن ”ريڊرس ڊائجيسٽ“ ۾ هڪ نرالو سوال پڇيل هو: ”توهان کي خبر آهي تہ يورپ جو مقبول ترين ڪتاب ڪنهن لکيو آهي؟“ سوال جي سامهون امڪاني جواب بہ لکيل هئا — شيڪسپيئر، گوئٽي، افلاطون وغيره. مون کي ڏاڍو شوق ٿيو تہ ڏسان تہ يورپ جي ڪهڙي عظيم اديب ۽ دانشور جو ڪتاب سڀ کان زياده مقبول آهي. سوچڻ لڳس تہ ڀلا ڪيئن چئي سگهبو تہ ”جنگ ۽ امن“ (ٽالسٽاءِ)، ”هئمليٽ“ ۽ ”وينس جو واپاري“ (شيڪسپيئر)، ”مئڊم بوواري“ (فلابيئر)، وغيره شاهڪارن مان يورپ وارن ڪهڙو وڌيڪ پسند ڪيو هوندو؟ ڪهڙو يورپي اديب کين زياده پسند آهي؟ جواب هو، ”ڪوبہ نہ! يورپ ۾ مقبول ترين شاهڪار انهن مان ڪنهن بہ عظيم هستيءَ جو لکيل ڪونهي؛ ان بيمثل ڪتاب جو مصنف ڪوبہ يورپي ڪونهي!“

وري ٻيو سوال پڇيل هو: ”ڀانيو ٿا تہ اهو مقبول ترين ڪتاب ڪهڙيءَ يورپي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي؟“ سامهون ڪي مکيہ ٻوليون ڄاڻايل هيون — جهڙوڪ انگريزي، فرينچ، جرمن، اسپيني وغيره. مون انهن سڀني ٻولين جي ادب جي ماکيءَ جهڙن مٺن ۽ شفاف چشمن مان، ترجمانن جي مهربانيءَ سان، چڱيون ڀيٽيون آهن، تنهنڪري آٽڻ ائم تہ يورپ وارن جو منتخب ڪيل اهو گوهر ڪهڙيءَ ٻوليءَ جي دامن ۾ لڪل آهي. وري بہ جواب لکيل هو، ”ڪنهن بہ نہ! يورپ جو مقبول ترين ڪتاب ڪنهن بہ يورپي ٻوليءَ ۾ لکيل ڪونهي. اهو هڪ ڌارين ٻوليءَ تان ترجمو ڪري يورپي ٻولين ۾ آندل هو، ۽ سڄي يورپ ۾ مقبول آهي. ڀانيو ٿا ڪهڙيءَ ٻوليءَ تان؟ عربيءَ تان! ۽ ڪتاب اوهان ۽ اسان بہ

پڙهيو آهي. نالو اٿس— 'الف ليلي'!"

انهيءَ ڳالهه مان نه 'الف ليلي' جي بيمثال مقبوليت ۽ يورپ وارن جي وسيع نظريءَ جو ثبوت ملي ٿو، پر ساڳئي وقت اها ڳالهه به واضح ٿئي ٿي ته دارين ٻولين مان ترجمو ٿيل ڪتاب پڙهندڙن تي ڪيترو اثر ڪري سگهن ٿا.

دنيا جي ادب جي تاريخ اهڙن مثالن سان ڀريل آهي جو ماڻهن ناڻن جون خزانيون خرچ ڪري دارين ٻولين جا ڪتاب ترجمو ڪرائي پڙهيا آهن. ايران جي شاهن ۽ بغداد جي خليفن، لکين رپيا خرچ ڪري، سنسڪرت تان "نل-دمينتيءَ" جهڙا ڪتاب فارسيءَ ۽ عربيءَ ۾ ترجمو ڪرايا، ۽ آهي ڪتاب اڄ تائين "انوار سهيلي"، "گلزار چنبيلي" ۽ ٻين نالن سان دنيا جي پڙهندڙن کان داد وصول ڪري رهيا آهن.

انگلنڊ توڙي آمريڪا ۾ جيڪا مقبوليت اڄ عمرخيام کي حاصل آهي، ان سان شيڪسپيئر جهڙي شيرين ڪلام جادوگر جي ٻ. جاءِ نه آهي. اهو انگريزي ترجمان 'فِزجيرالڊ' جي ترجمي جو ڪرشمو آهي، جنهن خيام جي شعر جي گوناگون رنگ برنگي بهشتن کي انگريزيءَ جي قالب ۾ اهڙيءَ ته خوبصورتيءَ ۽ ڪمال سان آندو آهي جو پڙهندڙ مست ٿيو پون.

اها ڳالهه مشهور آهي ته فرينچ انقلاب جو ٻج فرينچ اديبن ڇٽيو. روسو، ڊيڪارٽ، والٽيئر ۽ ٻين بيباڪ اديبن پنهنجين لکڻين سان فرينچ عوام جي دماغن ۾ آها باهه لڳائي ڇڏي، جنهن جي شعلن آخر فرانس جي جاگيرداري سماج کي ڀسم ڪري ڇڏيو. ساڳيءَ ريت ٽامس پين، جيفرسن ۽ ٻين آمريڪي اديبن کي آمريڪي انقلاب، ۽ چيخوف، ٽالسٽاءِ ۽ گوگول کي روسي انقلاب جو نقيب تسليم ڪيو ويندو آهي.

مگر، اها ڳالهه ٿورن کي معلوم آهي ته دنيا جا ڪيترائي سماجي ۽ ذهني انقلاب ترجمو ڪندڙن جي ڪاوشن جو نتيجو هئا. عباسي دور ۾ مترجمن، يوناني اڪابرن جا فلسفي ۽ سياست بابت

شاهڪار يوناني ۾ مان عربيءَ ۾ ترجمو ڪري، اموي ۽ عباسي دور جي زواليت پذير ۽ تنگ نظر خيالن ۾ ٿرٿلو پيدا ڪيو ۽ اڳتي هلي ڪوجنا، ڳولا ۽ سوچ جو اهو نئون دور پيدا ڪيو جنهن اسلامي دنيا کي غزالي، ابن رشد، رومي ۽ بوعلي سينا جهڙا يگانا دانشور عطا ڪيا.

اڄڪلهه ايشيا ۽ آفريڪا ۾ قوميت ۽ سجاڳيءَ جي جيڪا زبردست هلچل هلي رهي آهي، تنهن جو علمي بنياد رکڻو آهي جي اصلوڪين لکيتن ۽ اخبارن تي ٿي نہ آهي، پر آتي جا اڳواڻ ۽ ڪارڪن سڌريل ٻولين جي ادبي ۽ ذهني دريائن مان آڃ لاهين ٿا. ظاهر آهي تہ اهو سهرو ترجمو ڪندڙن جي سر تي آهي، جي لاثاني شاهڪارن کي محنت ۽ ڪاوش سان ترجمو ڪري، عوام کي انهن مان فائدي پرائڻ جو موقعو ڏين ٿا.

ڪن ماڻهن جو خيال آهي تہ عام ماڻهو ڏارين ٻولين جي ترجمن کي ايترو چاهہ سان نہ پڙهندا، جيترو انهن جي ڪتابن کي. درحقيقت اها ڀُل آهي. سنڌ جهڙي پوئتي پيل علائقي ۾ بہ سڀ کان زياده پسند پيل داستان ڏارين ٻولين جا آهن— جهڙوڪ امير حمزو، سيف الملوڪ، ليلي مجنون، ممتاز دمساز، الف ليلي وغيره. منجهانئن ڪي تہ ماشاءَ الله مهينن ۾ سس پورا ٿيندا، تہ بہ پڙهڻ وارا چاهہ سان پيا پڙهن.

سنڌي نوجوانن تي ڊيپلائيءَ جيڪو گهرو اثر وڌو ۽ هو جيترو مقبول ٿيو، سو ڪنهن کان لڪل ڪونهي. منهنجي راءِ آهي تہ ڊيپلائيءَ جا گهڻا ڪتاب اوائلي ڪتاب عبدالحليم شرر، صادق حسين ۽ راشدالخيريءَ جا آزاد ترجما هئا. ڊيپلائيءَ ترجمي جو جيڪو حق ادا ڪيو، تنهن جو نتيجو نہ رڳو اهو نڪتو جو ماڻهن کي آهي ترجما اصلوڪن سنڌي ناولن کان هزار دفعا وڻندڙ لڳا، پر هو خود بہ هڪ ڪامياب اصلوڪو ليکڪ بڻجي ويو. اڄ ڇهريءَ ۽ رسيليءَ لکڻيءَ ۾ ڊيپلائيءَ سان ڪير ڪلهو هڻي؟

دنيا جون شاهوڪار ٻوليون پنهنجيون ڏيڍ چانور جون جدا

ڏيڍڙيون ڇاڙهي ان مان ٽلهيون ڪونہ ٿيون آهن، پر انهن ٻين ٻولين جا خزانا ميڙي پنهنجون جهوليون ڀريون آهن. رڳو انگريزيءَ جو ئي مثال وٺو: دنيا جي ڪهڙيءَ ٻوليءَ جو ڪو چڱيرو ڪتاب آهي، جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ٿيل ڪونهي؟ رڳو مون ئي جرمن، چيني، فرينچ، روسي، نارويجن، پوليش، عربي، پارسي، سنسڪرت، آئيس لينڊڪ، لٿوينائي، اسپيني ۽ هنگرين ٻولين جا سوين ڪتاب انگريزي ترجمي جي صورت ۾ پڙهيا ۽ ڏٺا آهن. سنڌيءَ مان به 'شاهہ ڀٽائيءَ جو احوال' (سورلي) ۽ ڪجهہ ٻيون چيزون انگريزيءَ ۾ آيل آهن. تازو سنڌي ڪهاڻين جو هڪ مجموعو پڻ انگريزيءَ ۾ ترجمو ٿيو آهي. اهڙيءَ ريت، هڪ عام انگريز گهر ويٺي، ست سمنڊ پري جي اوپرن ۽ اڻڄاتل ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي، تمدن، تهذيب، تاريخ، ڏند ڪٿائن، ڪهاڻين، هنرن، مذهبن ۽ رسمن جو اهڙو تہ پڪو پختو احوال معلوم ڪري وٺو آهي، جنهن جي خود اتي جي ماڻهن کي بہ خبر نہ آهي.

اڙدوءَ جي آسرڻ جو سبب بہ ترجما آهن. دنيا جا هزارين شاهڪار اڙدوءَ جي ويس ۾ اچي چڪا آهن. اڙدوءَ جا "نفسيات"، "جنسيات"، "سراغ رسان" ۽ "آداب عرض" جهڙا رسالا پڻ هر مهيني ڌارين ٻولين جا سوين مضمون ۽ لکيتون اڙدوءَ ۾ آڻين ٿا، ۽ اڙدو پڙهندڙن جي ذهن کي وسيع ڪن ٿا.

ورهاڱي کان اڳ سنڌ ۾ ترجمي جا من موهيندڙ چشما موجود هئا. "ڪهاڻي"، "مالها" وغيره ادارا هر مهيني ڪونہ ڪو بنگالي، هندي ۽ اڙدو يا ٻيو ڪو سهڻو ناول يا ڪهاڻين جو مجموعو پيش ڪندا هئا. شرت چندر چٽرجي، بنڪر چندر چٽرجي، پريمچند ۽ ٽئگور جهڙن عظيم ناول نويسن سان اسان جو تعارف انهن رسالن ڪرايو.

جيڪڏهن اهڙا ادارا اڄ تائين قائم هجن ها، تہ سنڌ جي واهڻن ۽ ڳوٺن ۾ رهندڙ ماستر ۽ سنڌي خواندا نوجوان بہ اڄ ضرور ڊڪنس (مصنف: "ٻن شهرن جي ڪهاڻي"، "ويران گهر"، "ڊيوڊ

ڪاپرفيلڊ“، وغيره)، اسٽيونسن (مصنف: ”گڏهه تي سفر“، ”خزاني جو ٻيٽ“، ”ڊاڪٽر جيڪل ۽ مسٽر هائيڊ“)، ٿامس هارڊي (مصنف: ”پاڪ عورت“، ”ڪيسٽر برج جو ميئر“، وغيره) ۽ جين آسٽن (مصنف: ”تڪبر ۽ بدگماني“، ”سمجهه ۽ احساس“) جهڙن انگريز اديبن؛ گستاو فلابيئر (مصنف: ”مادام بواري“)، بالزاڪ (مصنف: ”پدو گوريو“، وغيره)، اناطول فرانس (مصنف: ”پکين جو ٻيٽ“)، ايمل زولا (مصنف: ”نئنا“، وغيره) جهڙن فرينچ اديبن؛ ٿامس مين (مصنف: ”بيڊ ينبروڪ ڪٽنب“)، ٿامس ڊريسر (مصنف: ”ادي ڪنري“) جهڙن جرمن اديبن؛ ليو ٽالسٽاءِ (مصنف: ”جنگ ۽ صلح“، ”انا ڪرينينا“)، داستو وسڪي (مصنف: ”احمق“، ”ڏوهه ۽ سزا“، ”مئل روح“)، ايليا اهرنبرگ (مصنف: ”طوفان“، ”پئرس جي شڪست“) جهڙن روسي اديبن ۽ لوهسون؛ (مصنف: ”عجيب آڪاٽيون“) ۽ مائوتون (مصنف: ”ماڪي ۽ ڪير“) جهڙن چيني اديبن، ۽ ٻين بيشمار دانشورن، اديبن، افسانه نگارن ۽ مضمون نگارن جي جڳ-مشهور، رنگ برنگي، بي بها ۽ بيمثل شاهڪارن جو مواد حاصل ڪري، پنهنجي قلب کي فرحت ۽ ذهن کي آسودگي ڏين ها.

اڄ عام سنڌي خواندن کي ڪهڙي خبر ته ڊڪنس، ٽالسٽاءِ، هارڊي ۽ زولا دنيا کي ڪهڙيون من مهڻيون مورتون بخشي ويا آهن؟ ڪير آهي، جو ”ٽيس“ (انگريز)، ”انا ڪرينينا“ (روسي)، ”مادام بواري“ (فرينچ) ۽ ”نئنا“ (فرينچ) جهڙين حيرت انگيز ۽ بيمثل هيروئنن جو تعارف سنڌ جي پڙهندڙن سان ڪرائي؟ ڪير آهي جو ڪين ”باب ساير“ ۽ ”ڊيوڊ ڪاپر فيلڊ“ جي ڪلائيندڙ ۽ پڻ روئاڙيندڙ ڪارنامن کان واقف ڪري؟ دنيا جا نادر شاهڪار اسانجين اکين اڳيان موجود آهن: ڪو هجي جو ٻوليءَ جي پُل پار ڪرائي، ذهن ۽ فڪر جي بهشتن جو سير ڪرڻ ڏي! آءٌ ته چوندس ته اسان کي اصلوڪن لکندڙن کان به ترجمو ڪندڙ جي وڌيڪ ضرورت آهي، جي اسان کي اول اهڙا ڪتاب ڏين، جن کي پڙهي، خود اسان جا لکندڙ لکڻ، ۽ پڙهندڙ پڙهڻ سکن.

سنڌي ادب جي هن دور جو هيرو، ترجمو ڪندڙ ٿيڻ کپي.
سنڌيءَ کي ترجمن جي ضرورت آهي — سٺن ۽ معياري ترجمن جي،
جفاڪش ۽ روشن دماغ ترجمانن جي، جي مرزا قليچ بيگ وانگر دنيا
جي ترقي‌يافتہ ٻولين جي ادبي ۽ علمي خزانن جا دروازا سنڌين لاءِ
کولي ڇڏين. سڀني کي خبر آهي تہ مرزا صاحب سنڌي زبان جو
محسن اعظم هو، جو هن سنڌيءَ جو سٺو شعر ۽ ادب لکيو، پر آءٌ
چوندس تہ مرزا صاحب جو سنڌيءَ تي انهيءَ کان بہ وڏو احسان
اهو آهي جو هن شيڪسپيئر، بيڪن، سمائيل، ۽ ٻين عظيم يورپي
مصنفن جا شاهڪار سنڌيءَ جي جهوليءَ ۾ وڌا. اڄ اهي ترجما
پڙهي دل خوش ٿئي ٿي. ڪهڙي نہ مٺي ٻولي، ڪهڙيون نہ نج
سنڌي ترڪيبون! ڪير چوندو تہ ”نيڪي ۽ بدي“ ۽ ”شاهہ ايليا“
ترجما آهن؟ انهن کي پڙهي، آخوند لطف‌الله جو مشهور ترجمو
”جانعالم“ ياد اچيو وڃي. اهڙا ترجما پنهنجيءَ جاءِ تي عظيم ادبي
ڪارناما آهن، ۽ عام اصلوڪين لکيتن کان گهڻو مٿانهين درجي
جا آهن.

’سنڌي ادبي بورڊ‘ انهيءَ سلسلي ۾ نمايان ڪم ڪري
رهيو آهي. دنيا جون ڪيتريون ئي سٺيون تصنيفون هيستائين
سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿي ڇپجي چڪيون آهن، ۽ اڃا ڪيترائي ڪتاب،
جيتريقدر مون کي معلوم آهي، بورڊ طرفان ترجمو ڪرايا پيا وڃن،
يا پريس ۾ ڇپائيءَ هيٺ آهن. رڳو ”چونڊ آمريڪي مختصر افسانا“
ئي اهڙو ڪتاب آهي، جيڪو اسان جي نون لکندڙن جي تمام
گهڻي رهنمائي ڪندو. ايمانداريءَ سان چئجي تہ ’جونيس مالٽبيءَ‘
جي هڪڙيءَ ڪهاڻيءَ جي ترجمي پڙهڻ سان جيڪو لطف اچي
ٿو، سو ٻين سون ڪتابن پڙهڻ سان شايد ئي اچي. يا، ”ڪافر“
کي وٺو. ڀلا آهي ڪو جواب، ڪهاڻيءَ جي زبردست ۽ بي‌پناهہ
قوت جو؟ پڙهندي پڙهندي هڪ ڳهر ۽ نشو چڙهيو وڃي. انسان
پنهنجو پاڻ کي نيڪيءَ ۽ انسان دوستيءَ جي آسمان تي آڏامندو
پيو محسوس ڪري. آءٌ تہ جيڪر هر سنڌي افسانہ نگار کان پڇان

ته ''"امريڪي مختصر افسانا" پڙهيا اٿئي؟' جي چوي 'نه'، ته جيڪر چوانس تہ 'مهرباني ڪري پهريائين اهي پڙهي پوءِ پلي افسانا لک!' جڳ - مشهور مصنف 'ٽالسٽاءِ'جو ڪتاب "نيٺ ڇا ڪجي؟" ۽ 'جيمس فريزر' جو ڪتاب "جادو ۽ سائنس" اهي انمول شاهڪار آهن، جن کي انسان جي فڪري تاريخ ۾ بين الاقوامي شهرت ملي چڪي آهي. بورڊ جا پيا بہ ترجمو ڪرايل ڪتاب، سنڌي ادب ۾ ڀلو اضافو ڇئي سگهجن ٿا. اڃا بہ ڪيترائي ٻيا ترجما بورڊ طرفان اشاعت لاءِ تيار ٿي رهيا آهن، جن مان ڪن ڪتابن جا نالا موں کي معلوم ٿي سگهيا آهن— جهڙوڪ "زردشت جو خطبو"، "گرنس جون آڪاڻيون"، "ڊان ڪئنگزات" (از سر وينسٽيس) "ڪئنڊيڊ" (از والٽيئر)، "ڊي ڪئمران"(از بوڪيشيو)، "دنيا جا سؤ مشهور افسانا"، "اقتصادي انصاف" (جان رسڪن) "ڊان آف فريڊم"، وغيره.

رسالي "مهراڻ" پڻ ترجمن جي باب ۾، دنيا جي مختلف ٻولين جي بهترين اديبن جون منتخب ڪهاڻيون ۽ مقالا پيش ڪري، سنڌي ادب جي جهوليءَ کي مالامال ڇئي ڪيو آهي، جنهن کان انڪار ڪرڻ ادبي ڪفر آهي. "هنڊروجن بم ڪان پوءِ"(ڪهاڻي، ڪرشن چندر— سرءُ، ۱۹۵۵ع)؛ "دروازو" (ڪهاڻي ٽئگور— سرءُ، ۵۵ع)؛ "آخرين پن" (ڪهاڻي، او هينري— سرءُ، ۵۵ع)؛ "اڪڙيون"(ملايالم ٻوليءَ جي ڪهاڻي، ڪ. ت. محمد— اونهارو، ۵۵ع)؛ "دنيا جا رنگ" (ڪهاڻي، والٽيئر— ۱، ۵٦ع)؛ "طوفان" (هندي ڪهاڻي، پ. پدماراڄ— ۱، ۵٦ع)؛ "انسان ۽ سندس دنيا" (مضمون، جان وئن ڊون سائوٿ ورٿ— ۱، ۵٦)؛ "اوورڪوٽ" (ڪهاڻي، گوگول— ۳، ۵٦ع)؛ "اڪبر جي حياتيءَ جو هڪ ڏينهن" (ناٽڪ، نورا رچرڊس— ۳، ۵٦ع)؛ "انساني غيربرابريءَ جي ابتدا" (مضمون، جي. جي. رؤسو— ۴، ۵٦ع)؛ "پيءُ"(ڪهاڻي، موپسان)؛ "پاشا" (ڪهاڻي، گورڪي)؛ "ٻاهرينءَ دنيا بابت اسان کي ڪهڙي خبر آهي؟" (مضمون، سي. اي. ايم. جوڊ— ۳-۴،

٥٦ع)؛ ”موني نہ اڇانءُ“ (ڪهاڻي، رضيہ سجاد ظهير — ١-٢، ١٩٥٨ع)؛ ”ليلا مجنون“ (دنيا جي بهترين چونڊ ڪهاڻين مان هڪ، پارسي، ’نظام‘ — ١، ١٩٥٩ع)؛ ”انصاف“ (شيڪسپيئر جي مشهور ناٽڪ ’مرچنٽ آف وينس‘ جي عدالت واري سين — ١، ١٩٥٩ع)؛ ”شاهراهہ“ (هندي ڪهاڻي، ڪملا ڪانت ورما — ٢، ١٩٥٩ع)؛ ”پونڊرچ“ (عالمي مقابلي جي ٻيو نمبر اردو ڪهاڻي، اخترمحي الدين — ٢، ١٩٥٩ع)؛ ”سُريلن گيتن جو سهاڳ“ (مضمون، وليم ورڊسورٿ — ٢، ١٩٥٩ع)؛ ”ڇا اهو خواب هو؟“ (ڪهاڻي، موپسان — ٤، ١٩٥٩ع)؛ ”فن جي اهميت“ (مضمون، سي.اي.ايم. جوڊ — ٤، ١٩٥٩ع)؛ ”آخري حل“ (مضمون، سيد امجد علي — ٤، ١٩٥٩ع) — انهن سڀني چيزن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿي وڃڻ هڪ اهڙي اهم ڪوشش آهي، جيڪا هڪ طرف اسان جي ادب ۽ زبان کي وسعت ٿي بخشي، تہ ٻئي طرف خود اسانجن اديبن ۽ پڙهندڙن جي ذهن ۽ ذوق جي بلنديءَ جو باعث پڻ آهي.

جيڪڏهن سنڌي ٻوليءَ کي مالامال ڪرڻو آهي، سنڌي پڙهندڙن کي دنيا جي ادب جي رنگبرنگي ميون جو سواد وٺائڻو آهي، ۽ سڀ کان وڏي ڳالهہ تہ جيڪڏهن سنڌي اديبن ۽ ادب جي معيار کي بلند ڪرڻو آهي، تہ سٺن ۽ معياري ترجمن جو باقاعدي سلسلو جاري ڪرڻ کپي.

(مهراڻ. ١٩٦٠ع)

## مشرقي ادب، ۽ مغربي عالم

”— هن جو خطاب دنيا جي سڀني قومن سان آهي، ۽ [مغرب جي عظيم شاعرن ۽ اديبن] شيڪسپيئر، هومر (يوناني)، سروينٽيز (اسپيني) ۽ سانيٽن (فرينچ) وانگر، سندس ڪلام نت- نئون ۽ زنده جاويد آهي.“ هاڪاري آمريڪي اڪابر ۽ دانا

'ايمرسن' اهڙو خراج تحسين نہ ڪنهن روسيءَ ڪين ڏنو آهي، نہ والٽيئر، ڊيڪارٽ، بيڪن، ميلٽن، شيلي ۽ گوئٽي ڪين، يا مغربي دانشمنديءَ، شعر ۽ علم جي آسمان جي هزارين ٻهڪندڙ ستارن مان ڪنهن بہ ٻئي ڪي. مغرب جي ڏاهي اهي عقيدت ڀريا لفظ شيخ سعدي عليہ الرحمت لاءِ چيا آهن. شيخ سعديءَ جي "گلستان" لاءِ هيءَ عيسائي مفڪر چوي ٿو تہ "هيءَ ڪتاب دنيا جي انجيلن (مقدس ڪتابن) مان هڪ آهي."

شيخ سعديءَ واسطي مغربي دنيا ۾ ايڏيءَ مقبوليت پيدا ڪرڻ جو سهرو اٿليءَ جي هڪ مترجم تي آهي، جنهن ۱۶۵۱ع ۾ "گلستان" جو لاطيني ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو، جنهن کي فرانس جي مشهور دانشورن ـــ والٽيئر، روسو ۽ ٻين ـــ بيحد پسند ڪيو. هڪ انگريز پادريءَ 'جيريمي ٽيلر' جڏهن لاطيني ٻوليءَ مان "بوستان" جو ترجمو انگريزيءَ ۾ ڪيو، تڏهن آمريڪا جي نامڪٺي مدبر، دانشور ۽ آمريڪي حڪومت جي باني، 'بنجامن فرينڪلن' هڪ مزيدار چرچو ڪيو: هن کي هڪڙي حڪايت ڏاڍي وڻي، جنهن ۾ رواداريءَ ۽ ٻين سيني سان سروت ڪرڻ جي نصيحت ڪيل آهي، سو هن وٽي اعلان ڪيو تہ مون کي انجيل جي هڪ اصلوڪي گم ٿيل آيت ملي آهي! ان زماني جي آزاد خيال ماڻهن کي اها حڪايت اهڙي پسند آئي، جو سڀ وسهي ويا تہ برابر هيءَ ڪا انجيل جي سوره مبارڪ آهي. سالن کان پوءِ مس وڃي اها ڳالھ کلي تہ اصل ۾ هيءَ فارسيءَ جي حڪايت آهي. 'ايڊون ارنالڊ'، "گلستان" کي 'عقلي پلاءُ، ادبي پوڙ، ۽ هڪ گونا گون اڪابر جو تيار ڪيل ڪباب' ڪري ڪوٺيو آهي. ان کان پوءِ تہ سڄي يورپ ۾ 'سعديءَ' جي ڌوم مچي ويئي. 'سر رچرڊ برٽن' ۽ جرمن عالم 'رهاتيسڪ' جا ترجما اڄڪلھ گهڻو مقبول آهن. جديد آمريڪي عالم 'يوحنا' (يهودي) لکي ٿو تہ "جيترو هٿا سعديءَ جي وقت جا مغربي عالم تنگ خيال ۽ ڪوتاہ نظر، اوترو ئي هو فراخدل ۽ روشن خيال هو."

اهڙيءَ ريت مغربي پادري، عالم ۽ اڪابر، نهايت محنت

۽ جانفشانيءَ سان مشرقي ٻوليون سکي، انهن جا قيمتي شاهڪار ترجمو ڪري پنهنجي وطن وارن اڳيان پيش ڪندا رهيا آهن. وري مغرب جا پڙهڻ وارا بہ اهي ترجما پڙهي، انهن جو پورو پورو قدر ڪن ٿا. ڇونہ جا مغربي دانشور، ڪمال فراخدليءَ سان انهن کي خراج تحسين ڏيندا رهيا آهن. ڪي مغربي مفڪر تہ هن ڇوڻ کان بہ نٿا هٻڪن تہ مشرق جي فقط هڪڙي ڪتاب ئي يورپ جي هڪ صديءَ جي مغربي تهذيب کي مشرقي رنگ ۾ رنگي ڇڏيو. چنانچہ "ايشيائي ادب جو خزانو" نالي ڪتاب جو مؤلف لکي ٿو تہ ارڙهين صديءَ جي يورپي تهذيب تي جيڪو مشرقي رنگ چڙهيل هو، تنهن جو سڀ کان وڏو ڪارڻ اهو ڪتاب هو— 'الف ليليٰ'! جيڪڏهن الف ليليٰ جو پس منظر نہ هجي ها، تہ 'ڊيلاڪرو' جي مصوري، 'رمسڪي ڪورساڪو' جي موسيقي ۽ 'لارڊ بائرن' جون ترڪي آکاڻيون جيڪر وجود ۾ ئي نہ اچن ها. انگلنڊ توڙي آمريڪي ٻينڪن جي ارڙهين صديءَ جا سمورا اوائلي رسالا ۽ مخزنون الف ليليٰ جي نموني تي لکيل آکاڻين سان ٽمٽار هوندا هئا. اڄڪلهہ هاليووڊ جي فلمي صنعت جنهن نموني الف ليليٰ جي ڪهاڻين جون فلمون ڌڙا ڌڙ ڏاهي رهي آهي، تنهن مان ڏسجي ٿو تہ الف ليليٰ جو فيشن مغرب ۾ هميشہ مقبول رهندو.

عمرخيام جي رباعين مغربي دنيا تي جيڪو جادو ڪيو، تنهن جو ذڪر هتي دلچسپيءَ کان خالي نہ ٿيندو. انگريز اديب 'فزجيرالڊ' جڏهن اوڻيهين صديءَ ۾ خيام جي رباعين کي انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري مغربي دنيا اڳيان پيش ڪيو تنهن کان وٺي هڪ صديءَ اندر عمرخيام جو مغرب ۾ ايڏو ڏاڪو مچي ويو، جو خود سندس وطن ايران ۾ اٺ سؤ سالن اندر بہ کيس ايتري مشهوري ڪانہ ملي. انگلنڊ ۽ آمريڪا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ خيام جي نالي جون ڪلبون قائم ٿي ويون. رباعين جا هزارين رنگبرنگي ايڊيشن شايع ٿي ويا. هڪ ايڊيشن، جنهن تي مشهور آمريڪي مصور 'ايلهوويڊر' مصوري ڪئي هئي، تنهن جو وزن اٺ سير هو!

’رباعيات‘ جو پهريون ايڊيشن، دنيا جو ننڍڙي ۾ ننڍڙو ڪتاب آهي: ان جي ڊيگهہ هڪ پاڳي چار انچ، ۽ ويڪر ٽي پاڳي چوڏهن انچ آهي! اهڙا هڪ سئو ايڊيشن جي هڪ نسخي تي هيرن جواهرن سان جڙت ٿيل هئي، تنهن جي قيمت هڪ لک رپيا هئي! بدقسمتيءَ سان اهو ڪتاب ١٩١٢ع ۾ ٽائيٽنڪ جهاز سان گڏ ٻڏي ويو. ١٩٢٠ع ۾ جڏهن آمريڪا ۾ شراب تي بندش وجهڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي، تڏهن ان جي مخالفن زور شور سان عمرخيام جون شراب جي ساراهہ ۾ چيل رباعيون پڙهي دليل طور پيش ڪيون، ۽ اخبارن ۾ مضمون لکيا. خود ’ڪلئونس ڊئرو‘ ۽ ’ٿيوڊور ڊريسر‘ جهڙا هاڪارا اديب پڻ پنهنجي تقديرپرست فلسفي جي حمايت ۾ عمرخيام جي رباعين جا حوالا پيش ڪرڻ لڳا. خيام جي هڪ مغربي پرستار جو چوڻ آهي تہ ”عمرخيام جون رباعيون ثابت ٿيون ڪن تہ انساني پڪار قوميت جي بندڻ کان بالاتر آهي.“ اڄ بہ ڪيترن انگريزن ۽ آمريڪا جي ماڻهن جا نالا عمرخيام پويان آهن: چنانچہ آمريڪا جي چيف آف اسٽاف، جنرل ’عمر برئڊلي‘، ۽ مشهور آمريڪي تعليمي ماهر، ’عمرخيام مُور‘، جا نالا انهيءَ جا زندہ مثال آهن.

ارڙهين صديءَ جي اوائل ۾ ’ميٿيو ارنالڊ‘ ۽ ’ايٽڪنس‘، ’فردوسيءَ‘ جو ”شاهنامو“ انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو. هڪ صدي پوءِ مسٽر ’نڪلسن‘، عرب جي مشهور نابينا شاعر ۽ فيلسوف ’السعّريءَ‘ جا شعر، ۽ ’مولانا روم‘ جي جڳ مشهور ”مثنوي“، ۽ ”ديوان شمس تبريز“ انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيا. ارڙهين صديءَ جي آخر ۾، ليڊي ’اٿن والفريڊ بلنٽ‘، اسلام کان اڳ جي عرب شاعرن جي شهزادي، البيلي شاعر ’امرالقيس‘ جا قصيدا ترجمو ڪيا؛ ۽ اڳتي هلي، اوڻيهين صديءَ ۾، ”شاهہ جو رسالو“ ’ٽرمپ‘ صاحب جرمنيءَ سان شايع ڪيو. ان بعد، ڊاڪٽر ’سورلي‘ شاهہ جي رسالي جو ترجمو انگريزيءَ ۾ ڪيو. ڊاڪٽر سورلي ’شاهہ‘ جي ڪمال کي دل کولي داد ڏنو آهي، ۽ سندس پيٽ مغرب جي

عظيم شاعرن ڪئي اٿس.

”ديوان حافظ“ عمرخيام جي رباعين کان به صديون اڳ انگريزيءَ ۾ ترجمو ٿيو. اهو ترجمو انگريز مشرق دانن جي آبي، ’سر وليم جونس‘ ڪيو. يورپي نقادن جو چوڻ آهي ته ’حافظ‘ شيرازيءَ مغربي اديبن تي زبردست اثر وڌو. ’لارڊ بائرن‘، ’ٿامس مور‘ ۽ ٻين رومانوي شاعرن تي حافظ جو اثر هڪ تسليم شده حقيقت آهي. ’گوئٽي‘، ”ديوان حافظ“ جي نموني تي، مغربي - مشرقي ديوان لکيو. بلبل شيراز جا مٺڙا نغما يورپ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڦهلجي ويا. ڪيترن يورپي شاعرن پنهنجو تخلص ’حافظ‘ رکيو. سندس يورپ ۾ مقبوليت جو هڪ دلچسپ مثال هي آهي ته ’سر آرٿر ڪانن ڊائل‘ پنهنجي جاسوسي ناولن جي مشهور ڪردار ”شرلاڪ هومز“ واتان حافظ جي شعرن کي سند طور پيش ڪرايو آهي. انگريز نقاد ’جان پين‘، حافظ کي دنيا جي ٽن عظيم ترين شاعرن ۾ شمار ڪيو آهي— يعني شيڪسپيئر، حافظ، ۽ هوريس. ’رالف والڊو ايمرسن‘ جو چوڻ آهي ته دنيا ۾ نج شاعر فقط ٻه آهن— هڪ شيڪسپيئر، ٻيو حافظ! فارسي شاعرن جي هن شهزادي جي شهپارن کي هر پنجين - ڏهين سال ڪونه ڪو نئون يورپي پرستار ترجمو ڪندو رهندو آهي، تان جو سا ڳيو غزل سوين شائق ترجمو ڪري ۽ ڇپائي چڪا آهن.

ايشيا جي ٻين عظيم ٻولين— جهڙوڪ سنسڪرت، هندي، چيني ۽ جپاني— جي ادبي خزانن کي به يورپ وارن هرگز نظرانداز نه ڪيو آهي. انهن ٻولين جو سڀ کان قابل ذڪر شاهڪار هندستان جي ’ڪاليداس‘ جو ناٽڪ ”شڪنتلا“ آهي، جو هن اڄ کان اٽڪل ڏيڍ هزار سال اڳ لکيو. ڪن مغربي نقادن کي شڪايت آهي ته ’ڪاليداس‘ وٽ ’بلند سنجيدگي‘ ڪانهي، ۽ ٻين هندستاني ناٽڪ نويسن وانگر هو به انساني دل جي اونداهن تهن کي ڦولهڻ جي ڪا ڪوشش نٿو ڪري، جڏهن هماليه جبل جي چوٽيءَ تي ويهي تمام پري کان انساني ڪمن ڪارين جو

نظارو مزي سان ڏيکاريو ويو آهي: هو قديم يوناني ناٽڪ نويس ۽ راڻي ايلزابيٿ پهرينءَ جي زماني جي انگريز ناٽڪ نويسن (جهڙوڪ شيڪسپيئر) جي رتبي کي رسي نه سگهيو آهي، جن انساني زندگيءَ ۾ ٿيندڙ هٿي ان جي فطرت، عادت، اخلاق ۽ ڪردار جا پيڊ کوليا آهن. پر، انهيءَ هوندي به، مغرب جي نظر ۾ نه رڳو هندستاني پر سموري ايشائي ادب جي اوچي ۾ اوچو پرواز "شڪنتلا" ليکيو وڃي ٿو. ارڙهين صديءَ ۾ 'سر وليم جونس' ان جو سنسڪرت مان انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو، ۽ يورپي پڙهندڙن سان ان جو تعارف ڪرايو، تڏهن کان انهيءَ ناٽڪ بي انداز مغربي پڙهندڙن ۽ ناٽڪ ڏسندڙن کي مزو پئي ڏنو آهي. مشهور معروف جرمن ناٽڪ نويس 'گوئٽي'، 'ڪاليداس' جون ڪيتريون طرزون اختيار ڪيون آهن — مثلاً، ناٽڪ جي شروع واري اعلان جو ڍنگ. 'جان يوحنا' امريڪي عالم جو چوڻ آهي ته "'شڪنتلا' ۾ اها خوبي آهي جو آهو نسل، ثقافت ۽ زبان جا ويڇا ميساري، پڙهندڙن جي دل ۾ هڪدم گهر ڪيو وڃي. اها خوبي پڻ ترجمي ٿيل ادبپارن ۾ ورلي نظر ايندي."

ٻارهين صديءَ جي شيرين بيان هندي شاعر 'جئي ديو' جي شاعريءَ به مغرب ۾ گهڻي مقبوليت حاصل ڪئي آهي. سندس نظم "گيتا گووند"، جنهن ۾ هن ڪرشن ڀڳوان جي گوپين سان رنگ رلين ملهائڻ ۽ 'رادا' سان عشق ڪرڻ جو رنگين داستان بيان ڪيو آهي، تنهن کي سنسڪرت جي انگريز عالم مسٽر 'ڪيٿ' هڪ اهڙو شاهڪار سڏيو آهي، جو ڀرپور تاثر جي نقطهءِ نگاهه کان سمورن هندستاني نظمن کان بلند آهي. هن کيس يوناني شاعرن — 'ايسڪلس'، 'سافوڪلس'، ۽ 'يوريپڊس' سان ڀيٽيو آهي. 'سر ايڊون آرنالڊ' ان کي 'هندستاني نغمن جو سرتاج' ڪري سڏيو آهي. بظاهر ته هيءَ هڪ مذهبي نظم آهي، پر منجهس وصال ۽ فراق جي جذبات ۽ جنسي لذتيت جي جهڙي مڪمل ۽ رنگين تصوير چٽي وئي آهي، تنهن جو مثال خود 'امرالقيس' جهڙي بيباڪ شاعر وٽ

بہ نہ ملندو. هن صديءَ ۾ 'جارج ڪيٽ' جيڪو ان جو ترجمو ڪيو آهي، سو عمرخيام جي ترجمان، 'فزجيرلڊ' جي ترجمي سان ڪلهو هڻي ٿو.

چيني ٻوليءَ جي قديم قصن— جهڙوڪ "سوئي ننگ جو قانوني قتل"، ۽ ان جي خوش نوا شاعرن— جهڙوڪ 'وئنگ وي' 'لي پو'، 'توفو' جـي شعرن مغرب ۾ ڪافي دلچسپي پيدا ڪئي. 'رابرٽ پين' ۽ ٻين يورپي عالمن ڪين ترجمو ڪري مشهور ڪيو. ساڳيءَ طرح جپان جي هردلعزيز ناٽڪن (جهڙوڪ "اتسو موري") ۽ انهن جـي باڪمال شاعـرن— 'تـابيتو'، بيگم 'ساڪالوئي'، 'ياڪا موچي'، 'اڪي مني'، بيگم 'ايگوچي' ۽ 'باشو' جا رباعين جهڙا ننڍڙا ننڍڙا مگر بيحد دلچسپ ۽ با معني شعر پـڻ يورپ ۾ ترجمو ٿي شايع ٿي چڪا آهن، ۽ يورپي نقادن دل کولي انهن تي بحث ڪيو آهـي. ازانسواءِ، سمورن ايشيائـي مذهبن— جهڙوڪ اسلام، ٻُڌمت، هندو ڌرم، شنٽو ازم، ڪنفيوشس جو مذهب، تائو مذهب— جا مذهبي ڪتاب زبردست محنت سان تـرجمو ڪري، شاندار نمونـي شايع ڪيا ويا آهن.

منهنجي خيال ۾ يورپي اديبن ۽ عالمن جي انهيءَ حيرت - انگيز فراخدليءَ، بيپناهہ گـولا ۽ اڻٿڪ محنت مـان خاص ڪري اسان جـا اهي نوجوان سبق پرائي سگهن ٿا، جيڪي انگريزي ۽ ٻيون ٻوليون ڄاڻن جـي باوجود پنهنجيءَ مادري ٻوليءَ ۽ پنهنجن هم وطنن جي خدمت لاءِ ڪجهہ بہ نٿا ڪن. ڇا، سندن اهو فرض نہ آهي تہ هو بہ دنيا جي سڌريل ٻولين جا شاهڪار سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ان کي مالا مال ڪن؟

(مهراڻ— ۱۹۶۰ع)

# هو چون ٿا هيئن چئو!

هن ملڪ ۾ ماڻهن جي ڳالهہ ڪندڙ ۽ خاص ڪري سنڌي ماڻهن جي ڳالهہ ڪندڙ رسالا سدائين ڪاٽ ۾ رهيا آهن. جونيجي سرڪار جي هڪڙي چڱائي اها هئي تہ ان پريس کي ڪجهہ نہ ڪجهہ آزادي ڏني ۽ سنڌي رسالن ۾ وري وڃي ڪجهہ ساهہ پيو. چوندن ڪانپوءِ ڪجهہ وڏيڪ دير ملي آهي. ڏسجي تہ اها جٽاءُ ٿي ڪري يا جر تي ڦونڊو ٿي ثابت ٿئي.

سنڌي رسالي "پروڙ" جي تازي پرچي ۾ عبدالواحد آريسر صاحب جو شيخ اياز خلاف مضمون ڇاپيو ويو آهي. عنوان اٿس "واويلا وڏڪار".

هن قسم جي مضمون ڇاپڻ لاءِ رسالي جي اداري هيءَ وضاحت ڪئي آهي:

"شيخ اياز جي فڪري گهرائي ۽ شاعرانہ عظمتن جو اعتراف نہ ڪرڻ سنڌين سڏي بيحيائي ٿيندي پر پوءِ بہ هڪ پيڙهيل ۽ ڏتڙيل قوم جي حيثيت ۾ ڪنهن بہ فرد واحد تي اعتبار ڪري ڪيس ڪُل سمجهڻ بہ ڪا گهٽ بيانصافي ڪونهي. جيئن تہ پروڙ جي پاليسي اها آهي تہ هي ادارو سنڌ جي گڏيل مفادن کي اهميت ڏيندو رهندو. تنهنڪري هي ادارو ڪنهن بہ هڪ يا خاص دَر جو ترجمان ڪونهي، اها ڳالهہ پختگيءَ سان ذهن ۾ رکڻ کپي.

هن مضمون جي ڇاپڻ جو مقصد اهو آهي تہ شيخ اياز جي موجوده رول متعلق قومپرست حلقن ۾ جيڪي اعتراض اٿيا آهن ان کي منظرعام تي آندو وڃي، وڌيڪ فيصلو پڙهندڙن کي ڪرڻو آهي. پر اداري طرفان اها گذارش ضرور ڪبي تہ هن مضمون جي مؤقف خلاف بہ جيڪڏهن معياري تحرير اسان تائين پهتي تہ ان کي بہ لازمي طورتي ايتري ئي اهميت ڏئي ڇاپيو ويندو." (ادارو پروڙ)

شاعر ماٺهو هونئن ئي سهي جي ڪل. سڪٽا سير. نہ راڄ نہ

ڳوٺ، نہ غنڊن جو ڪٽڪ نہ ڌاڙيلن جو ٽولو، نہ پوليس جي پٽ نہ فوجين جو فضل، نہ ڪهاڙا نہ ڪلاشنڪوف. ”ميراڻي مڏي ڏنڊڻ ۾ ڦٿي!“ اهوئي پراڻو قلم، اهائي ري پيالي مستي ۾ اهي ئي شاعراڻا پور ۽ سور!

”سورن سانڍياس، پورن پالي آهيان!“ (شاہ)

”هڪ سسئي پيا سور، ويا پٽيندا پاڻ ۾.“ (شاہ)

چوندا آهن ”ايري ڪان جهلياس تہ جهل ئي نہ ڏي، سيري تي اٿاريانس تہ آئي ئي نہ!“ اياز جهڙي شيخ ۽ شاعر ساٿيءَ خلاف مضمون لاءِ هروڀرو ايڏي اجائي گهٽي جرئت جي ضرورت ئي ڪانهي. ڪکڙ جو خون ٽڪو!

البت رسالي جي فاضل اداري ڪي ڪنهن ڏاڍي لٺ ڪنهن ڳري ڪاٺ، ڪنهن سنڌ دشمن سازش ۽ فتنن جي پراڻي ۽ پاپي پڙ ۽ ڪنهن دودي جي روپ ۾ چنيسر صفت ست سمين راڪاس جي خلاف اهڙي حق جي ڳالهہ چوڻ جي توفيق ئي سگهندي يا نہ سو ڏسڻو پوندو ۽ پوءِ ئي اها خبر پئي سگهندي تہ هڪ ”پيڙهيل ۽ ڏتڙيل قوم جي حيثيت ۾ ڪنهن بہ فرد واحد تي اعتبار ڪري ڪيس ڪل سمجهڻ“ واري ”بي انصافي“ نہ ڪرڻ، ”سنڌ جي گڏيل مفادن ڪي اهميت ڏيندو رهڻ“ جي پاليسيءَ تي هلڻ، ”ڪنهن بہ هڪ يا خاص ڌر جو ترجمان“ نہ هئڻ ۽ قومي شخصيتن جي ”موجوده رول“ بابت جيڪي اعتراض هجن تن ڪي ”منظرعام“ تي آڻڻ جو فرض نڀائڻ جي نيڪ ارادن ۾ عملي ۽ حقيقي جان ڪيتري آهي ۽ قوم دشمن ڪهاڙن ۽ ڪلاشنڪوفن جي حضور ۾ سهو جي سجدن ڪرڻ جي سعادت ۽ ثواب حاصل ڪرڻ جي بي چيني ۽ تڙپ ڪيتري. فاضل مضمون نگارن اياز جي ريڊيو پاڪستان تان ڪيل هڪڙي تقرير تي تنقيد ڪئي آهي.

هن صاحب ڪي شڪايت آهي تہ اياز ان تقرير ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جي اجائي تعريف ڪئي آهي ۽ ائين ڪندي مخدوم بلاول ۽ شاهہ عنايت جي توهين ڪئي اٿس.

مضمون ۾ اياز جي تقرير جا جيڪي ٽڪرا اعتراض جوڳا ڄاڻايا ويا آهن سي هي آهن:

—"وڙهندي مرڻ ڪا وڏي ڳالهہ ڪونہ آهي. پنهنجو پيءُ هو بنديوان ۽ بيمار هو. هو ٻن سالن کان وڌيڪ ضياءَ جي آمريت جو مقابلو ڪندو رهيو. ان لاءِ نفرت جو اظهار ڪندو رهيو ۽ آخر نہ مڃيائين ۽ نيٺ شهيد ٿيو. مخدوم بلاول بہ اڌ ڪلاڪ گهاڻي ۾ پيڙايو ويو هو، هو ٻن سالن لاءِ وڌيڪ پنهنجي پيچ و تاب ۾ رهيو. اضطراب ۾ رهيو. شاه عنايت کي گهڙيءَ جو گهڙيءَ ۾ تلوار هڻڻ سان سر رکي شهيد ڪيو ويو هو. پنهنجي وانگر سڄو سال مڇيل مهاڙن جو عذاب نہ ڀوڳيو هئائين."

فاضل مضمون نگار جو چوڻ آهي تہ اياز انهن لفظن جي چوڻ سان شاه حسن ارغون ۽ اعظم خان مغل بنهي شاهہ عنايت ۽ مخدوم بلاول جي قبرن کي ٺڏا هنيا آهن ۽ اهڙي ريت اهڙو ڏوهہ ڪيو آهي جو ان تي ماٺ ڪرڻ اهڙو ڏوهہ ٿيندو جڻ مارئيءَ جي لوئيءَ کي رنڊيءَ جي ڪوٺي جو پردو بنائڻ.

اياز چيو وچي ٿو تہ وڌيڪ چيو آهي تہ:

"چلي ۾ فوجي ڪوديتا ڪانهوءَ اليندي بہ بندوق کڻي ڪجهہ ڪلاڪ مقابلو ڪيو هو ۽ ماريو ويو هو، وڙهندي مرڻ ڪا وڏي ڳالهہ نہ آهي."

آريسر صاحب جو وڌيڪ چوڻ آهي تہ اياز خيرپور ۾ "جشن جمهوريت کي خطاب ڪندي اهو تاثر ڏنو تہ "۱۹۷۳ع جو آئين قومي ۽ طبقاتي حقن جي مڪمل ضمانت آهي." هن بيان جي تائيد ۾ اياز جا چيل اصل لفظ ڏنل نہ آهن.

اڳتي هلي اياز ڏانهن ٻہ قول منسوب ڪيل آهن. هڪڙي قول لاءِ آريسر صاحب جو چوڻ آهي تہ اهي لفظ ڪيس روبرو چيا ويا هئا ۽ ٻئي لاءِ چوڻ اٿس تہ اهي ڪن ٻين ٻن صاحبن اياز کان ٻڌي پوءِ ڪيس ٻڌايا هئا. اهي قول هي آهن:

"هو (پنهنجو) پنهنجن ڪڏن ڪرتوتن جي ڪري ڪوٽ-

اڪيت ۾ ويٺو آھي ۽ پنھنجيان اسان ڏھي ۾ پنجي ويا آھيون."

"ھالي ووڊ جو ايڪٽر آگھاڙين فلمن ۾ گندگي چٽيندڙ مسخرو ريگن جيڪڏھن آمريڪا جو صدر ٿي سگھي ٿو، وحشي سوئا ھٽي ماڻھن جون اکيون ڪيندڙ، خسيس جاسوس پوليس وارو، ڪي.جي.بي جو سربراه يوري آندروپوف جيڪڏھن روس جو صدر رھي سگھي ٿو تہ ضيا پاڪستان جو صدر ڇو نہ ٿو رھي سگھي."

قيد ۾ پٿي صاحب جي حالت بابت اياز جي مٿي ڏنل بيان تي تبصرو ڪندي آريسر صاحب دعوا ڪئي آھي تہ اھا ڳالھہ ڪرڻ سان اياز "ماحول ۽ حالتن جو پورو پورو فائدو وٺڻ خاطر سنڌ جي عظيم محب وطن شھيد مخدوم بلاول ۽ شاه عنايت کان پٿي صاحب کي وڏيڪ عظيم ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آھي." ان دعوي کي دليل بنائي ھن صاحب ھيٺين دليل بازي ڪئي آھي:

— ھتي مسئلو سزا جي "ڪميت" جو نہ پر ڪيفيت جو آھي. ڪڏھن ڪڏھن گھڙيءَ جو عذاب صدين جي عذاب ۽ پيڙا کان ڳورو ھوندو آھي ۽ گھڙيءَ جي عظمت ۽ اھميت جي باري ۾ اياز خود ھڪ ھنڌ لکيو آھي تہ "مون تي ڪنھن وقت گھڙي ڪن لاء ڪا ئي ڪيفيت طاري ٿيندي آھي ۽ ان گھڙيءَ ۾ آءٌ پورو ڪائنات لاء صدين واري ڪيفيت گذري ھوندي. آءٌ سمجھان ٿو تہ پوري انساني تاريخ ۾ سون ھزارن سالن جا عذاب ۽ اذيتون گڏ ڪيون وڃن، تڏھن بہ ان اڌ ڪلاڪ واري ڪيفيت جو پڙ ڳرو رھندو." ۽ شاھہ عنايت جو ڏسندي وائسندي جلاد جي سامھون ھليو وڃڻ ۽ تلوار جي ھيٺان مرڪي ڪنڌ ڪپائڻ ۽ جلاد کي ھيئن مخاطب ٿيڻ تہ :

بيا بيا! قربانت شوم........ الخ.

اچ اچ آءٌ توتان قربان ٿيان، مون کي تنھنجوئي انتظار ھئو!

يا: سر در قدم يار فدا شد، چہ بجا شد،

این بار گران بود، ادا شد چہ بجا شد.

(سر يار جي قدمن تان گھوريو سڀ ٿيو!
هـي ڳرو بـار هئو، ادا ٿيو، سڀ ٿيو!)

هي اهو انساني ذهن ۽ ضمير جو تصور آهي، جيڪو اهڙي ئي ماڻهوءَ جي دل ۾ پيدا ٿي سگهي ٿو، جيڪو جزا ۽ سزا، اميد ۽ خوف، زندگي ۽ موت جي سطحي قدرن کان مٿي ٿي، ڪائنات جي وحدت ۾ پنهنجو پاڻ گم ڪري چڪو هجي، جنهن وٽ فتح ۽ شڪست، زندگي جي رنگا رنگي ۽ گوناگونيءَ جا معمولي پرتوا هوندا آهن. جڏهن تہ پٿو صاحب زندگيءَ جا اهي ٻئي سال زندگيءَ جـي عارضي سهارن ڏانهن واجهائيندو رهيو، ڪڏهن هـن حسرت وچان چيو تہ "جيڪڏهن اچ شاه فيصل ۽ مائوزيتنگ جيئرا هجن ها تہ مون سان اها حالت نہ ٿئي ها." ڪڏهن هن فرانس جي صدر کي لکيو تہ: "توهان منهنجي زندگي کـان لاپرواه ٿي آمريت جو ساٿ ڏئي رهيا آهيو. جڏهن تـہ توهان کي معلوم هئڻ گهرجي تـہ ڪميونزم هميشه آمريت جي ڪک مان جنم وٺندو آهي." فرانس جي صدر ڏانهن مبينہ طور لکيل (مبينہ طور هن ڪري جـو حوالو ڏنل ڪونهي) ان خط تي تبصرو ڪندي آريسر صاحب چوي ٿو:

"انهيءَ بيان مان زندگي جي سهاري جـي تلاش سان گڏ اها بـہ خبر پوي ٿي تـہ دنيا جي بهتر نظام ترقي پسند نظام جي باري ۾ اياز جي ممدوح جـي ڪهڙي راءِ هئي ۽ هـن آمريت جي مخالفت ان ڪري ئي ڪئي ٿي تہ اتان ڪميونزم جنم ورتو ٿي."

اڳتي هلي هو صاحب چوي ٿو:

—"باقي جيسين تائين پٿي جو ٻہ سال جيل ۾ رهي، ڦاسيءَ تي چڙهڻ جو سوال آهي تـہ ان معاملي ۾ بہ سنڌ جا عظيم شهيد صبغت‌الله شاه ۽ هيمون ڪالاڻي ڪانئس هرحالت ۾ گوءِ کڻي ويا ڇو تہ پن سالن ۾ پٿو صاحب صرف اضطراب ۽ پريشان حاليءَ ۾ رهيو پـر هن کي جنهن آمريت سان نفرت هئي ان جـي ختم ڪرڻ لاءِ وٽس ڪابہ پلاننگ نـہ هئي. جڏهن تـہ صبغت‌الله شاه ۽ هيمون

ڪالاڻي ڪي ڏارڻي سامراج لاءِ اڻاهہ نفرت هئي ۽ زندگي جي آخرين پساهن تائين پنهنجي مقصد جـي سچائي واري لازوال مرڪ سندن چپن تي موجود هئي.

ظلم جي خلاف صرف ڪنهن اضطراب جو اظهار ڪرڻ ۽ پنهنجي زندگي جي باري ۾ ۽ عوامي حقن جي باري ۾ فيصلو قضا و قدر جي حوالي ڪري ڇڏڻ گهٽ ۾ گهٽ انساني انقلاب جـي عظمت جي تاريخ ۾ اها حيثيت نہ ٿو رکي جيڪا جيولس فوچڪ، ڀڳت سنگهہ ۽ ٻين جي شهادت کي حاصل رهي آهي."

آئندي جي سلسلي ۾ اياز جي ڪيل ڳالهہ تي تبصرو ڪندي هو صاحب چوي ٿو:

سا ڳئي انٽروبو ۾ اياز چليءَ جـي عظيم ليڊر الينڊي لاءِ چيو آهي تہ:

'چلي ۾ فوجي ڪُوديتا ڪانپوءِ الينڊي بہ بندوق کڻي ڪجهہ ڪلاڪ مقابلو ڪيو هو ۽ ماريو ويو هو. وڙهندي مرڻ ڪا وڏي ڳالهہ نہ آهي.'

سپ ڪان پهريون ان فقري جـي خلاف اياز جي تمام گهڻي شاعري شهادت ڏئي ٿي. يعني اياز جي اها شاعري جنهن ۾ هو هر هنڌ چوي ٿو تہ:

"ڪانهي ڪا تاريخ ۾ ويڙهہ سوا ٻي واهہ!"

ويڙهہ ئي زندگي جو جوهر ۽ قومن جـي تقدير جو نکار آهي. اها سڄي شاعري انهيءَ خيال جي ترديد ڪري ٿي تہ "وڙهندي ماريو وڃڻ ڪا وڏي ڳالهہ نہ آهي." پر اياز جـي ان جملي ۾ منهنجي معلومات ۾ اضافو ٿيو آهي تـہ الينڊي عوام جي اقتدار جي دشمن سان آخري گهڙي تـائين بندوق کڻي وڙهندو رهيو جيئن شيخ اياز چيو آهي تہ:

واجهہ نہ وجهہ تون وڍ ڏي، رت وهي تہ بہ رڙهہ!
پـوئين ويـر بـہ وڙهہ، ويريءَ سان وجـود.

— "ويهين صدي ۾ فوجي ڪوديتائين ۾ جيڪي بہ ملڪي

سربراهہ لاٿا ويا، نڪروما کان وٺي ذوالفقار علي ڀٽي تائين، ان ۾ اڪيلي واحد سربراهہ هو جنهن بندوق ڪٺي ديس دروهين جو مقابلو ڪيو ۽ جڏهن تہ (شهيد) ذوالفقار علي ڀٽو، جنرل چشتي جـي ڳن ڏسي پنهنجي ٻارن ٻچن جي زندگي جي ضمانت وٺي، عوامي اقتدار غاصبن جي حوالي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو."

ڀٽي صاحب جي قيد واري ڪردار بابت قياس آرائي ڪندي فاضل مضمون نگار چوي ٿو:

—"منهنجو هي بہ خيال آهي تـہ جنرل ضياءَ صرف چيف مارشل لا ائڊمنسٽريٽر ٿيڻ تي اڪتفا ڪري ها ۽ ڀٽي صاحب کي وزيراعظم طور رکي ها تہ اهو سودو ڀٽو صاحب مهانگو نہ سمجهي قبول ڪري ها، ڇوتہ سندس ماضي جي تاريخ اهڙي ئي شاهدي ڏئي ٿي. ۽ منهنجو تاريخ جي متحرڪ قوتن ۾ پڪو ويساهہ آهي تہ شاهہ حسن ارغون ۽ نواب اعظم خان مخدوم بـلاول ۽ شاهہ شهيد کـي اهڙي آڇ ڪرڻ جو تصور بہ نہ ٿي ڪري سگهيا."

آريسر صاحب جي واريل ٻن شاهدن جي چوائي اياز جـو جنرل ضيا کي ريگن ۽ آندروپوف جهڙوئي صدارت جو حقدار سڏيو، ان تي تبصرو ڪندي آريسر صاحب چوي ٿو:

"اهي لفظ هن انهيءَ وقت چيا هئا، جڏهن سنڌ جـي سدا سهاڳڻ ڌرتي، بارود ۽ باهہ ۾ سڙي رهي هئي ۽ هن ديس جا سوين نوجوان پٽ ۽ ڌيئون، جيل جي اونداهين ڪوٺين ۾ سڙيا پئي، ۽ سنڌ جي ميدانن ۾ اڄ جي دريا خانن ۽ هوشوئن جون ڀڳوڻ، فوجي بوٽن جي هيٺان لتاڙجي رهيون هيون. انهيءَ مان خبر پوي ٿي تـہ اسان جـي شاعر جـون رڳون جيئن جيئن ڪمزور ٿينديون وڃن ٿيون، تيئن تيئن مٿس خوف، موت ۽ لالچ جو غلبو ٿيندو وڃي ٿو."

فاضل مضمون نگار غالباً اهو ثابت ڪرڻ لاءِ تـہ اياز کي ڀٽي صاحب لاءِ واقعي همدردي ڪانہ هئي ۽ هاڻ رڳو موقعي پرستي ڪري هو اها ڪوڙي دعويٰ ٿو ڪري، چوي ٿو:

"ڀٽي جي ڦاسي ڪانپوءِ هن جي گهٽي ڪان گهٽي شاعري ڇپي

آهي، پر ڪٿي به هن ڀٽي جو نالو ظاهرظهور يا اشاري طور ڪٿب نه آندو آهي. معلوم ٿئي ٿو ته فنڪار اياز لاءِ ڀٽي جهڙي نالي يا ڪردار ۾ ڪائي ڪشش نه آهي، نه ته هو ضرور ان کي بهادريءَ جي علامت طور استعمال ڪري ها، ۽ ائين نه چوي ها ته:

”ڳاڙها ڳيرو آئيا، دولهه منهنجي ديس جا!“

پر چوي ها ته:

”ڳاڙها ڳيرو آئيا، ڀٽا منهنجي ڀونءِ جا!“

آريسر صاحب جي مضمون جا ڪي وڌيڪ نڪتا هي آهن:

”اياز اڄڪلهه پنهنجي سموري فني ۽ تخليقي سگهه، هڪ شخص ذوالفقار علي ڀٽي، هڪ اقتداري ٽَر ۽ هڪ پارٽي (پيپلز پارٽي) جي ثناخواني واري راهه تي لڳائي ڇڏي آهي.

پنهنجي پوري فني ۽ تخليقي سگهه ڪي ڀٽي خاندان ڏانهن منسوب ڪندي پاڻ کي جمهوري آزادي جو نه رڳو علمبردار ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر نوجوانن کي قومي حق تان هٿ کڻڻ ۽ جهڙوڪر، ”پيپلز واڙي“ ۾ داخل ٿيڻ جي نصيحت ڪئي آهي.“

— ”شاعر واري حيثيت ۾ شيخ اياز کي شخصي پسند ۽ ناپسند جو حق توڙي ان حق جي اظهار جو به حق آهي، پر اهي نازڪ ۽ قومن جي زندگيءَ ۽ موت سان لاڳاپيل ”آئيني مسئلا“ اهڙا نه آهن، جيڪي ڪنهن شاعرائي خواب ذريعي حل ٿي سگهن. اياز کي پڪ سان معلوم ٿيو هوندو ته ١٩٧٣ع جو آئين، مجبوري ۽ مصيبت جي حالت ۾ نافذ ڪيو ويو هو، ۽ ان آئين نه رڳو سنڌين جا مادي وسيلا ڌارين جي جهولي ۾ اڇلائي ڇڏيا، پر ٻاهرين لوڏن جي ڦرلٽ لاءِ سنڌ کي چراگاهه به بنائي ڇڏيو.“

— ”اڄ اسان ڏسون ٿا ته پاڪستان ۾ آمريڪي مداخلت ايترو وڌي وئي آهي، جو وفاقي ڪابينه جي گڏجاڻي ۾ آمريڪي سفير رابرٽ اوڪلي ويٺل نظر اچي ٿو.“

”اظهار جو به ڪيس پورو پورو اختيار آهي، پر آءٌ سمجهان

ڏو ته اهو اچڪاهه جيڪو ڪجهه چئي رهيو آهي ان ۾ سچائيءَ کان وڌيڪ ”طمع جي تنوار“ ڪنهن منهن ڪي مٽ ۾ ڪرڻ جي تمنا ۽ هو هار ڏي هر ڪجي پيو آهي.“

فاضل مضمون نگار پنهنجي مضمون جي ابتدا هنن لفظن سان ڪئي آهي:

”زندگي جيڪا سچ ۽ سونهن جي مادي روپ جو اظهار آهي. عظيم فن ۽ فڪر سموري ڪائنات لاءِ پنهنجي اندر ۾ ڪو عظيم آدرش ”سچائيءَ جو سهڻو خواب“ ۽ روشن آئيندي جي روشن اميد رکندو آهي. اهوئي سبب آهي جو اهڙو ادب، فن ۽ فڪر، ڪنهن هڪ فرد، هڪ گروهه ۽ هڪ پارٽيءَ لاءِ نه هوندو آهي پر ان جو دامن خدا جي دل کان به وسيع هوندو آهي. اهو فن جڏهن پنهنجي وسعت ڇڏي، ڪنهن هڪ شخص، گروهه ۽ پارٽيءَ واري راهه اختيار ڪندو آهي، تڏهن اهو عظمت جي مناري تان ڪري، خوشامد، لالچ ۽ لوڀ جي گندگي ۽ غلاظت جو ڍير بڻجي ويندو آهي، ۽ پوءِ اهڙي فنڪار کي ان غلاظت ۽ ليٽڙين پائڻ واري پنهنجي عمل کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ انتهائي ڪين جهڙيون ۽ خسيس حرڪتون ڪرڻيون پونديون آهن، ڪوڙ ڳاهڻا پوندا آهن، تاريخ جون هترادو تاويلون ڪرڻيون پونديون آهن ۽ هٽ ٺوڪيا فلسفا گهڙڻا پوندا آهن.“

آخر ۾ آريسر صاحب هن مضمون لکڻ لاءِ جواز هنن لفظن ۾ پيش ڪري ٿو:

—”آخر ۾ گذارش ته اڄ به اياز کي هن دور جو دنيا جو وڏي ۾ وڏو شاعر سمجهان ٿو ۽ سنڌ خلاف لکڻ سون جهڙي ساٿهو لاءِ ايتروئي اذيتناڪ آهي، جيترو پنهنجي پيءُ جي ڪنڌ تي جري وهائڻ. پر مخدوم بلاول ۽ شاهه عنايت شهيد جي قبرن کي اياز شاهه حسن ارغون ۽ نواب اعظم خان بڻجي ٺڏا هنيا آهن. اهڙي وقت ۾ ماٺ رهڻ اهڙوئي جرم آهي، جهڙو ماريءَ جي لوٺيءَ کي رنڊيءَ جي ڪوٺي جو پردو بڻائڻ.“

هتي ٻہ ٻي ڳالهيون بيان ڪري ڇڏڻ بهتر ٿيندو.

شيخ اياز سنڌ جو بلڪ سڄي ملڪ جو وڏي ۾ وڏو زنده شاعر آهي، ڪيڏو عجب تہ سنڌي جهڙي غير مشهور ٻوليءَ ۾ شاعري ڪرڻ جي باوجود ۽ محمود درويش ۽ ٻين چاتل تـوڙي اڻچاتل عظيم شاعرن جي موجودگيءَ جي بـاوجود پاڪستان، هندوستان بلڪ سموري ايشيا ۾ هن جو ڪوبہ جواب نہ هجي!

شيخ اياز جديد سنڌي قـوم جي اڏيندڙن مان آهي، سنڌي ٻولي، سنڌي شاعري ۽ سنڌي جاڳرتا جو شيخ اياز کانسواءِ تصور بہ نٿو ڪري سگهجي. شيخ اياز پاڻ انسان آهي ۽ انسان خطا جو پتلو آهي. پر شيخ اياز جي شاعري ان توڙي مقصد جي خيال کان بدترين دور ۾ بہ بنيادي طرح سدائين بيعيب، بيخطا، باوقار ۽ بيبها ۽ بيمثال رهي آهي.

شيخ اياز، رڳو شاعر ڪونهي بلڪ ڪنهن حد تائين وڏو شاعر ٿي ان ڪري آهي جو هـو هڪڙو تمام وڏو پڙهيل لکيل ماڻهو، عالم، دانشور ۽ مفڪر آهي. تاريخ، ادب، معاشيات، سياست، فلسفي، قانون ۽ ٻين جديد سماجي علمن مان ڪي ٿورڙا هوندا جن بابت شيخ اياز بنيادي واقفيت نہ رکندو هجي. ڪيترن علمن ۾ هو گهڻو گهڻو اڳتي آهي. عالم، مفڪر ۽ فلسفي هئڻ جي ڪري هو رڳو ڪتابي علم ۽ ٻڌل سُڌل ڳالهين جو محتاج ڪونهي. هو انهن ماڻهن مـان آهي جيڪي صاحب علم، صاحب راءِ ۽ صاحب فڪر هئڻ ڪري دنيا جـي علمي مسئلن ۽ انساني وهنوارن بابت پنهنجي منفرد ۽ خودمختيار راءِ قائم ڪرڻ جي صلاحيت رکن ٿا. هن جي راين سان زبردست اختلاف ڪري سگهي ٿو ۽ هن لکندڙ کي سندس ڪيترن راين سان زبردست اختلاف آهي. پر هن جا رايا پنهنجي جاءِ تي هڪڙو وڏو وزن ۽ وڏو استدلال رکندڙ هوندا آهن. سنڌ جـي سياسي بازارين ۾ چالو هوائي توائي نعرن، جعلي علمي ڳالهين ۽ لباڙن ۽ اياز جي سوچيل سمجهيل راين ۽ توريل تڪيل ويچارن ۾ ڳجهہ ۽ شهباز جي وچ ۾ وڏو فرق هوندو آهي.

شيخ اياز سياست بابت غيرمعمولي ۽ گهري معلومات رکڻ جي باوجود بنيادي طرح سياستدان ڪونهي. هو بنيادي طرح اعليٰ احساس، جذبن ۽ ذهني تخليقن جي ميدانن جو مانجهي مرد آهي. روزمره جي عملي جسماني ويڙهہ سان سندس واسطو فقط شعور، فڪر ۽ فن جي حد تائين آهي. خيالن، خوابن ۽ ويچارن جي پٺن تخليق ڪارن وانگر اياز بہ روزمره جي سياسي جدوجهد مان پيدا ٿيل جسماني ۽ ذهني صلاحيتن کان محروم آهي. هن دنيا ۾ تهذيب جي واڌاري جي هڪڙي نشاني ڪم جي ونڊ ورڇ آهي. ”جسڪا ڪام اسڪو سانجهي“ ”پنهنجي ڏرتي گدڙ بہ شينهن“ — ڪو ڪهڙي ڪم ۾ پڙ ڪو ڪهڙي ڪم ۾ — سڀ ماڻهو سڀني ڪمن ۾ پڙ هجن ها تہ هتي انسانن بدران فرشتا رهندا هجن ها.

اياز ڪجهہ وقت لاءِ سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر بڻيو. وڏي شاعري ۽ انتظامي صلاحيتون ظاهري طرح بہ هڪ ٻئي جي ابتڙ آهن. اياز جو وائيس چانسلري قبول ڪرڻ جو فيصلو سندس بهترين فيصلن مان نہ هو. اياز نہ مثالي ۽ آدرشي وائيس چانسلر ثابت ٿيو نہ ٿي سگهيو ٿي. ان دور ۾ سندس فطرت جي ڪيترن ڪمزور پاسن کي بہ پنهنجي اظهار ڪرڻ جو وڏيڪ موقعو مليو.

پر اياز جي وائيس چانسلري جي ناڪاميءَ جا سبب سندس انتظامي صلاحيتن جي اڻاٺ، ناتجربيڪاري ۽ ذاتي ڪچاين ۽ ڪمزورين تائين محدود نہ هئا.

ان دور ۾ هڪڙي عالمي سطح جي سامراجي منصوبي تحت انڊونيشيا جي جمهوريت جو خاتمو آڻڻ، پٺي کي صدر ناصر، سوئيڪارنو، نيڪروما وانگر ختم ڪرڻ ۽ ان جي جاءِ تي سورنهن آنا سامراج پرست فوجي راڄ قائم ڪرائڻ لاءِ سٽيل منصوبي تي عمل جاري هو. ان منصوبي جا پيل پايا اهڙا ماڻهو هئا جيڪي سازش ۽ فتني، رهزني ۽ پٺن سازشي هنرن ۾ پنهنجي وقت جا مير جعفر، مير صادق، ميڪياولي ۽ راسپوٽن هئا ۽ مڪر، منافقيءَ ۽ اداڪاريءَ ۾ اهڙا ماهر هئا جو اڻوجهہ ماڻهن مٿن ڪلما پڙهيا ۽ هنن پاڻ تان نر

پکي پٺي هڪلارايو. ان منصوبي جي راهه ۾ وڏي ۾ وڏي رڪاوٽ هئا سنڌي ماڻهو ۽ سنڌ سمجهه، سڃاڻ ۽ سورهيه حقيقي محب وطن ماڻهو ۽ سنڌ علمي، ثقافتي ۽ سياسي قيادت، سنڌي مزاحمت جا وڏي ۾ وڏا مرڪز هئا، اعليٰ تعليمي ادارا ۽ ان جي مهڙ واري قوت هئا، انهن ادارن ۾ علم حاصل ڪندڙ سرويچ ۽ سنڌ سان سچي محبت رکندڙ سنڌي شاگرد. ان ڪري سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن کي ختم ڪرڻ لاءِ گهڻ طرفي سازش جو هڪ اهم نقطو هو سنڌي تعليم، سنڌي تعليمي ادارن ۽ محب وطن سنڌي شاگردن کي ختم ڪرڻ.

ان مقصد لاءِ هڪ خاص وطن فروش فاشسٽ تنظيم ڪڙي ڪري ان جي بدصورتيءَ ۽ بدبوءِ کي هڪڙي سدا ملوڪ نالي جي سونهن ۽ خوشبوءِ ۾ لڪائي ان کي ڪم سان لڳايو ويو.

اياز سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ جيڪي اميدون، ارادا ۽ پروگرام کڻي آيو هو اهي هي هئا ته سنڌ يونيورسٽي کي حقيقي يونيورسٽي بڻائجي.

غلام مصطفيٰ شاهه جيڪا اڏاوت ڪري ويو هو ان ۾ واڌارا ڪجن. سنڌ يونيورسٽي جيڪڏهن قرطبه، آڪسفورڊ، برڪلي ۽ سارين نه ٿي سگهي ته به گهٽ ۾ گهٽ اهڙي ته ٿئي جيڪا پاڪستان ۽ هندستان ۾ ته ڪا يونيورسٽي ليکجڻ ۾ اچي ۽ بمبئي يونيورسٽي جون سڪون ته لاهي! هن اُني سنڌ جو بهترين جوهر پيدا ٿيندو ۽ وڌندو ويجهندو ڏسڻ چاهيو ٿي. سنڌ جي علم ۽ سائنس کي بين الاقوامي معيار تي پهچندو ڏسڻ چاهيو ٿي. هن شاگردن کي هر قسم جي سهوليت ڏيڻ چاهي ٿي ته جيئن هو پڙهڻ جو حق ادا ڪن. ذهن ۽ فڪر جا مائونٽ ايورسٽ فتح ڪن. بين الاقوامي علم ۽ سائنس جي دنيا ۾ پنهنجي جڳهه پيدا ڪن. چٽاڀيٽي ۽ مقابلي جي دنيا ۾ پين صوبن بلڪ ملڪن کان گوءِ کڻن. اهي باشعور ۽ باعمل سورما پيدا ٿين جن جا لطيف، اياز ۽ پين نغما ڳايا آهن.

واٽرلوءَ جي ميدان جنگ ۾ نيپولين کي شڪست ڏيندڙ انگريز سپه سالار ڊيوڪ آف ويلنگٽن چيو هو ته ”واٽرلو واري

جنگ انگلينڊ جي تعليمي ادارن جي راند جي ميدانن تي کٽي ويئي هئي.“ مطلب تہ انگلينڊ جا تعليمي ادارا اهي يڪانا ذهن ۽ دماغ پيدا نہ ڪن ها جيڪي اڳتي هلي ڊيوڪ آف ويلنگٽن، نيوٽن، برڪس ۽ چرچل بڻيا تہ پوءِ جيڪر انگلينڊ جي محدود ۽ مختصر فوج لاءِ اهو هرگز ممڪن نہ هجي ها تہ نيپولين جهڙي عالمي، تاريخي، سوڀاري ڪمانڊر کي شڪست ڏيئي سگهن ها. انهن نہ آهي تہ علم ۽ عرفان، تهذيب ۽ سائنس کانسواءِ دنيا ۾ سوڀون حاصل نہ ٿيون ڪري سگهجن. ڪري سگهجن ٿيون پر اهي سوڀون ظلم جون، سڪٽي ظلم جون، تباهي ۽ بربادي جون ٿينديون، جيئن منگولن جون سوڀون جن صدين جي انساني تهذيب جي خزاني کي جڻ اکيچنپ ۾ ختم ڪري مهذب دنيا کي رڻ پٽ بڻائي ڇڏيو. يونان، روم ۽ بغداد اڄ جڻ ختم آهن. پر انهن جون علمي، ثقافتي، سائنسي تهذيبي فتحون ڪير ٿو ميساري سگهي؟

سڪندر اعظم جون فتحون فقط تلوار، تير ۽ ڀالي جون فتحون نہ هيون. پر يونان جي علم، عرفان ۽ سائنس جون، پٿاگورس، هيراڪليٽس، افلاطون ۽ ارسطو جي ڏنل تعليم ۽ سندن ڪيل علمي ۽ سائنسي کوجنائن جون فتحون بہ هيون. سڪٽي سونٽي، ڪهاڙي ۽ تلوارن جون فتحون جڻ جر تي ڦونڌو آهي. وقت جي بهترين علم، سائنس ۽ ثقافت جي ساٿ کانسواءِ سونٽي جي سوڀ ۽ ڪهاڙي جو راڄ انسانذات جي توهين آهي.

سي آئي اي ۽ آئي ايس آئي ۽ انهن جي ڇاڙتن کي اها خبر هئي تہ ڪنهن قوم جي تعليمي نظام، تعليمي ادارن ۽ شاگردن کي تباهہ ڪرڻ کانسواءِ ان کي هميشه لاءِ ختم نٿو ڪري سگهجي. ڪنهن قوم کي صحيح علم ۽ سائنس سان هٿياربند ڪرڻ لاءِ ان جي تعليمي ادارن ۽ تعليمي نظام کي سڌارڻ ۽ سينگارڻ کان وڏي قوم دوستي ۽ وطن دوستي ٻي نہ ٿي ٿي سگهي ۽ ڪنهن قوم جي تعليم ۽ تعليمي نظام کي تباهہ ڪرڻ کان وڏي وطن فروشي، غداري ۽ دشمن جي دلالي ٻي ڪا نٿي ٿي سگهي. هنن تنهنڪري سازش

ڪري سنڌي تعليمي ادارن ۽ تعليمي نظام کي سنڌيت ۽ سنڌ دوستيءَ جي آڙ ۾ تباهہ ۽ برباد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ان جو انت اتي پهتل آهي جو اڄ سنڌي شاگردن کي ڪاپي ڪرڻ ہہ نہ ٿي اچي ۽ پئسن تي هيلپر رکڻ ۽ پنهنجي بدران انهن هٿان ڪاپي ڪرائي پاس ٿيڻ جو رواج عام ٿي چڪو آهي. ڪتابن بدران ڪلاشنڪوف هٿن ۾ آهي. ڏگريون ڪوڙا ڪاغذ بڻجي چڪيون آهن. ايم.اي پاس کي پنج جملا انگريزيءَ جا نٽا اچن. تعليمي ادارا سالن جا سال بهانا ڪري بند ڪيا ويندا رهيا. پنجن سالن جا ڪورس ڏهن ۾ پورا ڪونہ ٿي ٿيا. استادن کي ڪتن سان گڏ ڪارايو ويندو رهيو. سنڌن نہ عزت سلامت هئي ۽ نہ جان ۽ نہ آبرو. هو پاڻ کي ائين محسوس ڪندا رهيا ڄڻ بڇہ سڄہ جي ڪابل ۾ گهيريل هجن يا نادر شاه جي قبضي هيٺ آيل دهلي جي بي اماں بازارين ۾ لڪندا وتن. تان جو تعليمي ادارن کي لوڙها ڏياريا ويا. ہہ ٿي ڏينهن ٿاپر هئي هاڻ وري ہہ اڳيون "رنقون" بحال ڪرڻ جا پروگرام شروع ٿي ويا آهن. سي آءِ اي ۽ آئي ايس آئي جي ڪجهہ اجهاٽيل بازار وري ہہ گرم ٿي رهي آهي. مٿل ماريل ادارن ۾ اڃان ساهہ پوڻ ئي مس شروع ٿيو تہ وري غنڊہ گردي ۽ دهشت گردي جي پيانڪ رات مٿان لامارا ڏيڻ شروع ڪري ڏنا آهن. ضيا مئو آهي پر ضيا شاهي نہ مئي آهي، ضيا شاهي جون قاتل ريتون رسمون جاري آهن.

سنڌي قوم جا گهٽگهرا، سنڌي شاگرد، استاد، تعليمي ماهر، اديب، شاعر، اهل قلم، اهل دل، اهل علم، سمورا سنڌي تماشي ڏسڻ ۾ مشغول آهن. سنڌي صحافت ڪهاڙي ۽ ڪلاشنڪوف اڳيان سجده ريز ٿي پيئي آهي ۽ سنڌي تعليمي ادارن کي وري ہہ بغداد بنائڻ لاءِ تاتارين جي ڪاه جي آجيان ڪرڻ لاءِ منتظر پئي ڏسجي.

سي آئي اي ۽ آئي ايس آئي ۽ انهن جي چاڙتن تعليمي ادارن تي غنڊہ گردي ۽ دهشت گرديءَ جو راڄ ٻڌي سنڌي تعليم کي ختم ڪرڻ جي سازش ۾ اياز کي بہ پرتي ڪرڻ جي ڪوشش

ڪئي. ڀڙيائين ڪيس آجياڻا ڏنا ويا پر جڏهن ڏنو ويو تہ هو سي. آئي.اي ۽ فوجي انٽيلجنس جي ڇاڙتن جي خوشامد جي وڪڙ ۾ نہ ٿو اچي، تڏهن ڪات ۽ ڪهاڙا ڪنيا ويا، سنڌ جي هن لافاني ۽ عظيم شاعر جنهن جا شعر ڏاهر، دودي ۽ دريا خان جون تلوارون بڻجي، ايوب، يحيٰ ۽ ضيا ۽ ان جي ڇاڙتن سان گهٽين ۽ گلين، ڳوٺن ۽ شهرن، ٿاڻن ۽ بند واردن، ڪولين ۽ ڦاسي گهاٽن ۾ وڙهيا، جنهن جو ڪلام هڪڙي سرڪش ۽ دلير قوم جي بغاوت جو سوڀارو جهنڊو بڻجي ڦڙڪندو رهيو، جنهن جي قربانين محبتي لفظن زخمي قوم جي روح تي مرهم رکيا ۽ کين ڏڍ ۽ دلاسا ڏنا، جنهن جبر، ڏاڍ ۽ تعصب جي اونداهي رات ۾ سمجهہ، شعور ۽ اميد جون شمعون روشن ڪيون، جنهن لکين انسانن جي دلين ۾ هڪ نئين ايمان ۽ اعتقاد جون جوتيون جاڳايون، جنهن سنڌين کي پنهنجي وجود جو احساس ۽ پنهنجي شخصيت جي سڃاڻ ڏني، جنهن کين پنهنجي تاريخ تي فخر ۽ پنهنجي مستقبل تي ويساهه جون سوغاتون عطا ڪيون، جنهن پنهنجن ماڻهن کي سوچڻ ۽ سمجهڻ، ڀوڳڻ ۽ وڙهڻ، جيئڻ ۽ مرڻ جا نوان ڍنگ ۽ نيون ريتون سيکاريون، جنهن سنڌي قوم کي دنيا جي جديد وڌڙهو ۽ باوقار قومن جي جاگرافيءَ جي نقشي تي عزت ۽ وقار وارو مقام ڏيارڻ ۾ بنيادي ڪردار ادا ڪيو، جنهن سنڌين کي واقعي سنڌي ۽ سنڌ کي سچ پچ سنڌ بڻائڻ ۾ تاريخي فرض ادا ڪيو تنهن تي اڄين هلائون ڪرايون ويون جيئن سوڻر تي ڀچون ڪرائيون آهن. گارين ۾ سندس نہ ماءُ ڇڏي وئي نہ پيءُ. شودن، غنڊن ۽ لوفرن هٿان ڪيس وک وک تي بيعزتين ۽ ذلتن جا ڏنگ هڻايا ويا. جيئن اسپين جي جڳ مشهور فيلسوف ابن الرشيد کي وقت جي ظالمن، دنيا جو يگانو فلسفي ۽ دانشور هئڻ جي ڏوهہ ۾ سياري جي موسم ۾ مسجد جي ٻاهران ڀڙن جا ڀڙ بيهاري نمازي سڳورن کان ٿڪون هڻائي اهڙي حالت ۾ ڪيو ويو جو هو وري نہ ڇڙهيو تيئن اياز کي بہ سي.آءِ.اي ۽ فوجي انٽيلجنس جي ڇاڙتن ۽ غنڊن هٿان بيعزتي، ذلت ۽ ڪردارڪشيءَ جي

عذابن وسطي جيڏي موت جي حوالي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ته جيئن يا ته هو سنڌ دشمن منصوبن ۾ پڻ وانگر سندن چاڙتو بڻجي ۽ سندن اشارن تي هلي. ۽ سنڌيت جي آڙ ۾ ڇنيسرن، مير علي مردان ۽ پڻ جو پارٽ ادا ڪري. يا رڙيون ۽ دانهون ڪري پڄي وڃي. جيتوڻيڪ اياز نه هنن جي اڳيان جهڪيو نه ڪي سندن سنڌ دشمن خوني ”قومي“ ناٽڪ جو اداڪار بڻيو. نه ڪو پڳورڊنو نه ڪو چريو ٿيو پر ته به ان ڀيانڪ ۽ وحشي عذاب جي دور سندس نفسياتي ذهني توڙي جسماني زندگي کي جيڪي خوبيون پهچايون تن مان هو اڃا تائين ڇڙهي نه سگهيو آهي.

دستوري شاگرد جدوجهد جي آڙ ۾ بدتميزي غنڊه گردي ۽ دهشت گردي جو جيڪو منظم ۽ باڪ مسلح طوفان کڙو ڪيو ويو اياز ان طوفان جي سٽ جهلي نه سگهيو. پنهنجي صاحب جي تخت اونڌي ٿيڻ کانپوءِ به هن استعيفا نه ڏني. سندس خيال غالباً اهو هو ته اڳي ئي جنرلن جي اکين جو ڪنڊو آهيان. فوراً استعيفا ڏيندس ته مٿان ڪو وڏو ختام نه ڀاري وجهن. ان ڪري سندس وائيس چانسلري ڪجهه وقت مارشلا جي اوائلي دور ۾ به ٽڳندي رهي. ان ڳالهه تي دوستن کي ڏک ۽ دشمنن کي سرهائي ٿيڻي هئي ۽ ٿي. اهڙي ريت وائيس چانسلري اياز کي راس نه آئي. اها سندس بهترين ڪارنامن منجهان نه هئي.

اياز خلاف باهوڙ دراصل وائيس چانسلري کان گهڻو اڳ ۾ ئي شروع ٿي چڪي هئي. انگريزيءَ ۾ چوندا آهن "Give a dog a bad name and hang him" (پهرين بدنام ڪريو پوءِ ختم ڪريو).

سنڌين کي تباهه ڪري نيچو نوائڻ جي منصوبي ۾ جيڪو به سنڌي ماٿهو رڪاوٽون وجهي سگهيو ٿي پوءِ چاهي اهو پٿو هجي يا پليجو، اياز هجي! يا ڪو ٻيو ان جي پويان سنڌ جي ذاتي ۾ باهوڙ سالن کان شروع ٿي چڪي هئي.

ڏک ڇا آهي؟ سک ڇا آهي؟ کهڙو ڏک يا سک وڏو ۽

کھڙو نہ ٿيو؟ ڏک ۽ سک کي الڳ شيون آهن يا سا ڳيءَ ڳالهہ جا ٻہ پاسا آهن ۽ هڪٻئي تي دارومدار رکن ٿا ۽ هڪڙي کان سواءِ ٻيو ڪونهي؟ مور ڳو ائين تہ ناهي ڪنهن خيال کان سک کان ڏک وڌيڪ قيمتي آهي ۽ مور ڳو سورن بدران ڳولا ڪجي ٿي ڏکن جي؟ يا وري مور ڳو ڏک سک ٻئي رڳو وهم ۽ خيال تہ ناهن! ائين تہ ناهي تہ ڏک ۽ سک ڪجهہ ناهن، سڀڪجهہ مايا آهي، احساس جو مهاچار آهي! اهي ازلي ۽ ابدي سوال تڏهن کان وٺي انساني ذهن کي جهنجوڙيندا رهن ٿا جڏهن کان انسان لکين سال اڳ پنهنجي غارن مان ڪائنات ۾ ليئا پائڻ شروع ڪيا هئا.

ڏک سکن جي سونهن گهوريا سک ڏکن ري. (شاه)
سؤ سکن ڏيئي ورهہ وهايم هڪڙو. (شاه)
سؤ سکن ڏيئي ساٽو ڪجي سور جو. (شاه)
مڌ پيتو، مسرور ٿياسي،
ڏک سک سڀ کان ڏور ٿياسي. (اياز)

يا جيئن شيليءَ چيو آهي:

We look before and after,
And pine for what not,
Our sincerest laughter with same pain is fraught,
Our sweetest songs are those which tell about saddest thought.

”اسين پويان (ماضي ۾) ۽ اڳيان (مستقبل ۾) ڏسون ٿا ۽ جيڪي ناهي تنهن کي ڳولهيون ٿا. اسان جي بي اختيار ۽ قدرتي کِل ۾ بہ ڪونہ ڪو درد سمايل آهي. اسان جا سڀ کان مٺڙا ۽ پيارا گيت ۽ نغما اهي هوندا آهن جيڪي سڀ کان غمگين سوچن جو داستان ٻڌائيندا آهن.“

مٺِس ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ ڦاسي جو انتظار پيو ڪري. زال ٻکي ا گهاڙي، جڳ، جي طعنن ۽ مهڻن جي وچ ۾ زندگيءَ جو زهر

ڦڙو ڦڙو ڪري پئي پيئي. ولر ابهم ٻچن جو قرض، مرض، وڇوڙا، ڪيسن جا خرچ، اپيلون، وڪيل وڙا، پوليسون، قيد ۾ ملاقاتون، بيعزتيون، ذلتون. ٻنهي مان ڏک ڪنهن جو وڏو — زال جو يا مڙس جو؟

هڪڙي ڀاءُ کي اوچتوئي اوچتو گردن توڙ بخار ٿي پيو. اڃان ٻہ ڏينهن ئي ڪونہ گذريا تہ مڙس ڦٿڪي ڦٿڪي پورو ٿي ويو. پٺيان سندس سڄو عيال ٻئي غريب ڀاءُ جي ڳچيءَ ۾ پئجي ويو. وڌيڪ همدردي ڪنهن سان ڪجي؟ مئل ڀاءُ سان يا جيئري سان؟ پاڻيءَ جي واري تان جهيڙو ٿي پيو. هِن هُن کي ڪهاڙي هنئي. هُن هِن کي. هڪڙو ٿڏي تي مري ويو — ٻيو ڦاسي گهاٽ پهچي ويو. ٻنهي مان ڏک ڪنهن جو وڌيڪ؟

ٻن ڇوڪرين ساڳئي محبوب سان محبت ڪئي. هن هڪڙيءَ کي ڇڏي ٻيءَ سان شادي ڪئي. ڇهن ڏينهن جو ڇشڪو پورو ٿي ويو. هاڻي مڙس جو اهو چاهہ ڪونهي ۽ پاڻ ۾ سندس بدليل رخ ڏسي، روئي رڙي، هاڻي منجهانئس نا اميد ۽ ڪٺي ٿي پئي آهي. هاڻي سس سهري ۽ نڻانن جا طعنا مهڻا سهيو، مارون کايو، مڙيئي حياتيءَ جو گهنگهر پئي گهاري. ٻيءَ جي شادي ٻئي ماڻهوءَ سان ٿي پر دل ۾ اهوئي اڳيون محبوب ان ئي رنگ ۾ پيو وسيس ۽ نت نئين ورنهن ۾ ورتي پيئي آهي.

نئين سڄ نئون، ورهہ ويڙهيچن جو! (شاهہ)

ٻنهي مان ڏک ڪنهن جو ڳرو؟

ساڳي ڳالهہ ۾ ڏک بہ ڇوٽڪارو بہ. ڪير چوي تہ ڏک وڌيڪ يا ڇوٽڪارو وڌيڪ؟ ماءُ جو پٽ سوريءَ تي ٽنگيو اذيت پيو ڪاٽي. اطلاع مليس تہ مري ويو. ماءُ سندس سورڪان ڇٽڻ تي ڇوٽڪارو محسوس ڪري يا مرڻ تي ماتم؟

هن جهان ۾ اڃان ڪي ساهميون، توراڙا ۽ ماپا ٺهيا ئي ڪونهن جو جن سان انسان جي ڏکن ۽ سورن جو وزن ۽ قدبت ڪڇي سگهجي. ساڳي تڪليف، ساڳيو سور، هڪڙن لاءِ معمولي

ڳالهہ، پين لاءِ ناقابل برداشت.

ڏکن سکن جـو دارومدار حقيقتن سان گڏوگڏ ڏک سک محسوس ڪندڙ ماڻهوءَ تي، سندس ماضي ۽ حال تي، سندس جذباتي روين ۽ لاڙن ۽ احساس ۽ سمجهہ جـي جهل پل کان آزاد اکيچار ڳالهين تي آهي. انهن ۾ هر وقت هر لحظي بجليءَ جي تيزيءَ سان تبديلي ايندي رهي ٿـي جنهن ڪري ساڳي جاءِ تـي ويٺل ماڻهو انهي ساڳي پل ۾ " گهڙي ماسو گهڙي تولو"-

ڪڏهن من ماڪوڙي، ڪڏهن ڪيهر شينهن. (شاهہ)

ساڳي ڳالهہ، ساڳيوماڻهو، ڪڏهن روح جي راحت ڪڏهن عين عذاب

سائي راحت روح جي، سو ئي عين عذاب. (شاهہ)

ڏک سک جا حساب ڪتاب ڪري سگهڻ وارو قاضي احان ماڻ جي پيٽان ڄائو ئي ڪونهي. هيءَ آها منزل آهـي جتي فرشتن جا پر بہ جلن ٿا.

انت بحر دي ڪل نہ ڪائي رنگي رنگ بڻ آيا. (سچل)

ڏک سک جي ماپ تور ڪرڻ جي ڪوشش آهي ڄڻ ڪوهہ ۾ پيل منڊي ماڪوڙيءَ جو آپ پهچڻ!

ڪنر قدوري قافيا، جـــي پڙهي پروڙين سپ،

تہ منڊي ماڪوڙي ڪوهہ ۾ پئي ڪيچي آپ. (قاضي قادن)

باقي ماڻهو پنهنجي من جي مرضيءَ مطابق ماپا تورا ڏاهي انداز پيو ڏاهيندو ۽ ڏڪا پيو هڻندو تنهن کي ڪير روڪيندو؟ ۽ تنهن ۾ اربعا خطا بہ ڪهڙي ٿيندي؟ هرڪو پنهنجي دل جو بادشاهہ آهي.

ماڻهوءَ جي پسند يـا ترجيح جو بـہ ڪو مقرر ٿيل معيار ڪونهي. جيڪا راءِ ڪي وٺي سا راڻي. زنده يا گذري ويل ماڻهن بابت بہ هرڪنهن جي راءِ پنهنجي پنهنجي. هرڪو پاڻ سان پنهنجيون ساهميون ۽ گز ڪنيو پيو هلي، جنهن کي جيڪي پسند اچي. جيئڻ توڙي مرڻ جي بہ ڪا هڪڙي ادا تہ ڪانهي!

خوبي همين ڪرشمہ و نـــاز خــرام نيت،

بيار شيو هاست بنارا ڪـــہ نـــام نيت.

(محبوب جون ادائون، محبت جون ادائون بي‌حساب آهن، رڳو هلڻ جي لوڏ ۽ ناز ادا تہ ڪونهي. ڪيئي اهڙيون ادائون آهن جن تي اچا ڪِرِ نالوئي ڪونہ رکيو ويو آهي.)

جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جي ڪنهن ماڻهوءَ، ماجرا يا لقاءَ بابت ڪا اهڙي راءِ آهي جيڪا ڪوبہ ماڻهن جهڙو ماڻهو رکي سگهي ٿو تہ پوءِ اها راءِ چاهي اسان جي راءِ جي برخلاف ئي ڇونہ هجي ۽ اسان کي ڪيڏي غلط ڇونہ لڳي پر پوءِ بہ ان کي اها راءِ رکڻ جو اهڙوئي حق آهي جهڙو اسان کي اسان جي دلپسند راءِ رکڻ جو حق آهي. اهوئي راين جي اختلاف ۽ پاڻ ۾ ٽڪراءَ ئي تہ تهذيبن جي واداري جو اصل راز ۽ ثبوت آهي! هندوستان ۽ يونان جي قطرت جي سائنسدانن (Natural scientists) مان ڪن چيو آهي تہ "ڌرتي پاڻي جي ٺهيل آهي." ڪن چيو تہ "نہ! هوا جي!" ٽين وچان چيو تہ "نہ پاڻيءَ جي، نہ هوا جي! وچان باهہ جي ٺهيل آهي!" وغيره وغيره. هڪڙن چيو تہ "ڌرتي مستطيل آهي." ٻين چيو "نہ، گول آهي." هڪڙن چيو "ڌرتي بيٺل آهي. سج ۽ تارا چوڌاري ڦرن پيا." ٻين چيو تہ "نہ ڌرتي ڦري ٿي. سج چنڊ ۽ تارا بيٺل آهن." ٽين چيو تہ "اهي سڀ پنهنجي پنهنجي محور تي ڦرن ٿا." ڪو زمانو هو تہ اهڙين ڳالهين کي ڪفر جو ڪلمو سمجهيو ويندو هو. اهڙي ڪفر جي ڪلمي ڪيندڙن کي دين ۽ نيات مان ڪڍي ذليل ۽ رسوا ڪيو ويندو هو. ڪين توبهہ تائب ٿيڻ جا حڪم ڏيئي، ڪانئن معافيون وٺرايون وينديون هيون. تان جو نيٺ اها منزل آئي جو هڪڙي ڏينهن فرانس بلڪ سڄي يورپ جي آزادي پسند مفڪر والٽيئر چيو "مون کي تنهنجي راءِ جي لفظ لفظ سان اختلاف آهي پر توکي ان غلط راءِ رکڻ جو هرڪو حق آهي. تنهنجي ان انساني حق جي بچاءَ خاطر آءٌ پنهنجي ساڄي ٻانهن وڃائڻ لاءِ تيار آهيان!"

جيئن ڪنهن هڪڙي عالم فيلسوف يا اداڪار بدران ٻئي کي پسند ڪرڻ يا هڪڙي سهڻي بدران ٻئي کي چاهڻ يا ڪنهن

هڪڙي شاعر جي شعر ٻڌران ٻئي جي شعر کي پسند ڪرڻ ۾ ڪو عيب يا بدعت يا ڪو ڏوهہ جهڙو ڪو ڪم ناهي، تيئن ڪنهن هڪڙي قومي سورمي يا شهيد جي ڏک جي ٻئي جي ڏک سان ڀيٽ ڪرڻ يا هڪڙي جي اذيت کي ٻئي جي اذيت کان گهٽ يا وڌ سمجهڻ ۽ پنهنجي اهڙي راءِ جو اظهار ڪرڻ ۾ بہ ڪهڙو ڏوهہ ٿي پيو! اها راءِ هڪڙي جي نظر ۾ بلڪل صحيح بہ ٿي سگهي ٿي ۽ ٻئي جي نظر ۾ سراسر غلط بہ ٿي سگهي ٿي. پر غلط راءِ رکڻ ۾ ڪو ڏوهہ تہ ڪونهي! ماڻهو پنهنجي دل ۾ الائي ڪهڙيون ڳالهيون پيو سوچيندو آهي ۽ اندر ئي اندر ۾ الائي ڪهڙيون ڪهڙيون ڀيٽون پيو ڪندو آهي.

دل دریاہ سمندروں ڈونگے کوئی دلاں دیاں جانے. (سلطان باهو)

ائين ٿو لڳي ڄڻ اسين سوڻي آزاد انساني راءِ، فڪر، سوچ ۽ ضمير کي ڪاٺ ۾ وجهندڙ انهن ڀيانڪ اونداهين صدين ڏانهن موٽي رهيا آهيون جن ۾ سوچن تي پهرا هئا. در در تي خواري ۽ ذلت جا ٽياس ٽنگيا پيا هئا. ملان پوپ ۽ پنڊت راڪاس بڻيا، آدم بوءِ، آدم بوءِ ڪندا خدا جي مخلوق کي ڪاتن سان ڪهندا، ٽانڊن ۾ ساڙيندا ۽ سورين تي ٽنگيندا رهندا هئا. فرق شايد رڳو اهو آهي تہ اڳي وحشا يت کي دين ۽ ڌرم جا چوغا پيل هئا ۽ هاڻي ساڳي وحشانيت قوم جي حبداريءَ جي چولي ۾ لڪي صدين بعد انساني سوچ ۽ فڪر جي آزادي جي سيني تي خنجر جا وار پئي ڪري. اڳي رام، ڪرشن، عيسيٰ، موسيٰ ۽ محمد صلعم جي ناموس جي بچاءَ جا بهانا هئا ۽ هاڻي وقت جي ارغونن ۽ ترخانن ۽ آمريڪي سامراجين جي خوشنودي لاءِ مخدوم بلاول، شاهہ عنايت، صبغت‌الله شاهہ، ڀڳت سنگهہ، آلينڊي ۽ ٻين قومي سورمن ۽ شهيدن جي ناموس کي ٻين عظيم قومي شخصيتن جي سياسي بليڪ ميلنگ ۾ ڪردارڪشيءَ لاءِ ڍيوڻي سان لڳايو ويو آهي!

اچو تہ ڏسون تہ اياز قوم جي ڪهڙي ڀلي ماري ڪهڙو

مهاپاپ ڪيو آهي جو فاضل مضمون نگار ڪيس شاهه حسن ارغون ۽ نواب اعظم خان ٻڌائي اسان جي پيارن شهيدن مخدوم بلاول ۽ شاهه عنايت شهيد جي قبرن کي ٺُڏا هڻندي پيش ڪيو آهي. ۽ ان جي جرم کي ڏسي ماٺ رهڻ کي اهڙو گناهه قرار ڏنو آهي جهڙو مارئي جي لوئي کي رنڍيءَ جي ڪوٺي جو پردو بڻائڻ! اياز ڏانهن منسوب ڪيل بيان جو مکيه نقطو اهو آهي ته فوري مرڻ کان تڙپي تڙپي مرڻ وڌيڪ اذيتناڪ آهي. شاهه بلاول بابت سندس چوڻ آهي تہ شاهه بلاول اڌ ڪلاڪ پيڙهايو ويو هو ۽ شاهه عنايت جو ڪنڌ تلوار تي رکي گهڙيءَ جو گهڙيءَ ۾ شهيد ڪرايو ويو هو. پڻي بابت ڏانهنس منسوب ڪيل قول هي آهي ته ”پڻو بيوس هو. بنديوان ۽ بيمار هو. هو ٻن سالن کان وٺي ضياءَ جي آمريت جو مقابلو ڪندو رهيو ۽ ان لاءِ نفرت جو اظهار ڪندو رهيو ۽ آخر نہ مڃيائين ۽ نيٺ شهيد ٿيو“.... سچو سال ”.چيل مهاڙن جو عذاب پئو پيو هئائين“.

اها اياز جي پنهنجي راءِ آهي ۽ ڳالهه ڪرڻ جو سندس پنهنجو ڍنگ آهي ۽ ٿي سگهي ٿو تہ ٻيا ان سان اختلاف ڪن ۽ خود هنن سٽن جو لکندڙ بہ سگهن آهي ته ان ڳالهه کي ڪنهن ٻئي نموني پيش ڪري ها. اياز يا ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ جي ڳالهه قرآني آيت ڪانهي جو ان سان اختلاف نہ ڪري سگهجي. اياز کي پنهنجي ڳالهه ۽ ٻين کي پنهنجي ڳالهه ڪرڻ جو پورو پورو حق آهي. شاهه بلاول لاءِ اياز جو چوڻ آهي ته اهو اڌ ڪلاڪ گهاڻي ۾ پيڙهيو ويو. ان وقت واچون ۽ گهڙيال ڪونہ هئا. ڪيس ڪيترو وقت گهاڻي ۾ پيڙهيو ويو ان جو ڪوبہ پڪو پختو رڪارڊ ڪونهي. سگهن آهي تہ ڪو چوي تہ سندس گهاڻي ۾ پيل هجڻ جو وقت اڌ ڪلاڪ کان گهٽ وڌيڪ هو ۽ سگهن آ تہ ٻيو ڪو ڊاڪٽر قسم جو ماڻهو چوي تہ گهاڻي ۾ پوڻ ڪانپوءِ ماڻهو پنج منٽ بہ زنده رهي نہ ٿو سگهي، تنهنڪري گهاڻي ۾ اڌ ڪلاڪ هجڻ يا واڌو وقت هجڻ سندس اذيت ۾ ڪا بہ گهٽ وڌائي نٿي ٿي.

پر اياز کئي بہ ڪونہ ڇيو آهي تہ مخدوم بلاول ۽ شاہ عنايت اهڙا سورما شهيد نہ هئا! انهن جي شان ۾ غلط بياني يا ڪو گٿو لفظ نہ ڇيو اٿس؟ انهن کي شهيدن بدران ڪجھہ ٻيو نہ ڇيو اٿس. هن تہ فقط پنهنجي ان راءِ جو اظهار ڪيو آهي تہ پٺتي کي ڇيچلائي ڇيچلائي ماريو ويو. تنهنڪري ان کي پين کان گهٽ اذيت پهتي هوندي بس. تنهن کانسواءِ هن تہ صرف اذيت جي گهٽ وڌائي جي ڳالھہ ڪئي آهي، هنن مان ڪنهن جي بہ قومي عظمت جي گهٽ وڌائيءَ جي تہ ڳالھہ ئي ڪانہ ڪئي ويئي آهي. فرض ڪريو تہ ٻن ماڻهن کي ساڳئي وقت ماريو وڃي. هڪ کي سخت اذيتون ڏيئي ۽ ٻئي کي تمام آرام سان، بنا ايذاءَ جي، ڪنهن اڪيچنب ۾ ساہ ڪيندڙ مٺي زهر وسيلي جنهن جو هن کي سماءُ بہ نہ پوي. تہ ان مان اهو ثابت ٿي پيو ڇا تہ جنهن کي گهٽا ايذاءَ مليا اهو وڏو ماڻهو ۽ جنهن کي گهٽ ايذاءَ مليا اهو گهٽ درجي جو ماڻهو؟! ماڻهوءَ جي عظمت جو معيار رڳو اهو تہ ناهي تہ ان کي ڪيتري اذيت سان ماريو ويو. لڙائيءَ ۾ اڪثر سپاهين کي بيدرديءَ سان ماريو ويندو آهي، سپہ سالارن کي عزت سان رهايو ويندو آهي. ان جي معنيٰ اها ٿي پيئي ڇا تہ جنهن کي ايذاءَ گهٽ مليو اهو گهٽ ماڻهو ۽ جنهن کي وڌيڪ ايذاءُ مليو اهو وڏو ماڻهو؟ ڇا ان حساب سان سپاهيءَ جو رتبو سپہ سالار کان مٿي چڙهي ويو ڇو تہ کيس ايذاءُ وڌيڪ مليو؟ جيڪڏهن فرض ڪجي تہ پٺتي کي اياز جي اندازي کان گهٽ اذيت ملي ۽ ٻين شهيدن کي وڌيڪ ملي تہ پوءِ بہ سندس غلط اندازو اهڙو ڪهڙو ايڏو وڏو گناہ ٿي پيو جنهن اياز کي هڪدم اڪيچنب ۾ سنڌ جي عظيم ۽ شاندار قومي شاعر مان ڦيرائي شاہ حسن ارغون ۽ نواب اعظم خان مغل بڻائي وڌو"هو مخدوم بلاول ۽ شاہ عنايت جي قبر کي ٽُنڊا هڻائيندڙ وحشي درندو ٿي پيو ۽ مارئيءَ جي لوئي رنڊيءَ جي ڪوٺي جو پردو بڻجڻ جي خطري ۾ پئجي ويئي! رب منهنجا خير!

هن سڄي لمبي چوڙي مضمون وسيلي اياز کي نامنهاد

قومپرست شريعت موجب ڪافر، ملحد ۽ واجب‌القتل ٺهرائڻ جو سمورو بنياد ان هڪڙي اکر تي آهي ته اياز جو خيال آهي ته جنهن جيترو وقت وڏيڪ لوڙيو ان جـو ايذاءُ اوترو وڏيڪ. ان نهايت معمولي ۽ نهايت فطري راءِ کي هڪڙي خوفناڪ ۽ ڀيانڪ شڪل ڏيئي لفاظي جا طومار ٻڌي، تيليءَ مان ٿنڀ ۽ ڳالهه مان ڳالهوڙو بنائڻ مان ثابت آهي ته اسان جا نام‌نهاد قومي پوليس بـه ڪوڙا ڪيس ٺاهڻ جي شريفاڻي فن ۾ عام پوليس‌کان ڪنهن بـه صورت ۾ گهٽ ناهي. هونئن ڪوڙو ڪيس ٺاهڻ هڪڙو وڏو هنر آهـي. جيئن گهڻا ڪوڙا قلم لڳائبا تيئن ماڻهو وڏيڪ ماهر ليکبو. جيئن پوليس جنهن کي وٺيس تنهن کي راهه ويندي رنبو ۽ چاهين جو چڳو پڻيان لڳائي، چيلهه ۾ رسو وجهي قلم ١٠٩ ڪيڪ ۾ يا ڪاٽ ۾ چالان ڪري سگهي ٿي، تيئن هتي بـه اياز جهڙي ماڻس کي بـه هڪڙي ان اکر ۾ جهلي، چـور ڪري، شاه حسن ارغون ۽ اعظم خان جهڙن رهزنن جا ڪپڙا پارائي، قومي سورمن جي قبرن کي ٺڏا هڻندي ڏيکاري قومي خون جي ڪيس ۾ چالان ڪرڻ ۽ واجب‌القتل ٺهرائڻ لاءِ به محنت ڪپي، پورهيو ڪپي ۽ دليلبازيءَ جي ڪرتبازي ڪپي. ظاهر آهي ته جيترو عقل الله سائين ڏنو هوندو اوتروئي هوندو. ان‌کان وڏيڪ ڪونه ٿيندو پر خدا جو ڏينهن رکيو آهي تـه حال سارو چالاڪيءَ ۽ محنت ۾ گهٽتائي بلڪل ڪيل ناهي.

هاڻي هي ڊرامائي منظر ڏسو: جڏهن اسان جو فاضل مضمون‌نگار سامهون بيٺو آهي ۽ سمورو لقاء بيٺو ڏسي. ”۽ شاه عنايت جو ڏسندي وائسندي جلاد جي سامهون هليو وڃڻ ۽ تلوارن جي هيٺان مرڪي ڪنڌ ڪهائڻ ۽ جلاد کي هينئن مخاطب ٿيڻ—

”بيا بيا قربانت شوم........ الخ“

(اچ اچ آءٌ توتان قربان ٿيان مون کي تنهنجوئي انتظار هو.)

يا: سر به قدم يار فدا شد، چه بجا شد،

اين بارِ گران بود، ادا شد چه بجا شد.

(سر يار جي قدمن تان گهوريو سٺو ٿيو، هي ڳرو بار هو ادا

ڏيو سڏو ڏيو.)
منظرنگاريءَ جا جلوا ڏسو!

يعني جلاد ڏانهنس ڪونہ آيو پر پنهنجي جاءِ تي بيٺو رهيو! جڏهن سندس شاه عنايت سان يا ڪيس قتل ڪرڻ سان ڪوبہ واسطو ڪونہ هو ۽ جيڪڏهن شاه عنايت ”ڏسندي وائسندي“ ڏانهنس نہ هليو وڃي ها تہ جلاد جيڪر اتي ئي بيٺو هجي ها! پر شاه عنايت کي جو شهادت جو شوق ڪٺيو بيٺو هـو سو ”ڏسندي وائسندي“ يعني سعيو ڪري سڏو او انهن هليو ويـو ۽ وڃي تلوار جي هيٺان ڪنڌ ڏنائين پوءِ سرڪيو ۽ پوءِ ڪنڌ ڪپايائين ۽ (چٽيوتہ ڪنڌ ڪپائڻ ڪانپوءِ!) جـلاد کـي هيٺئين مخاطب ٿيو ”بيا بيا قربانت شوم....... الخ.“

جيڪي معجزا تاريخ ۾ ان دؤر جـا لکندڙ نہ لکي سگهيا اهـي اسان جـي فاضل لکندڙ لکي ڏيکاريا! يعنـي ڀهريائين ڪنڌ ڪپائي پوءِ تقرير ڪرڻ جو معجزو.

هاڻـي هـي پلٽا، اڪربازيون، قلابازيون ۽ آڏاٽون ملاحظہ فرمائي ڏسجن:

”هي اهو انساني ذهن ۽ ضمير جي عظمت جو تصور آهي جيڪو اهڙي ئي ماڻهوءَ جي دل ۾ پيدا ٿي سگهي ٿو، جيڪو جزا ۽ سزا، اميد ۽ خوف، زندگي ۽ موت جـي سطحي قدرن کان مٿي ٿي، ڪائنات جي وحدت ۾ پنهنجو پـاڻ گم ڪري چڪو هجي، جنهن وٽ فتح ۽ شڪست، زندگي جـي رنگا رنگي ۽ گوناگونيءَ جا معمولي پرتوا هوندا آهن.......“

غور فرمايو؟

”هي اهو انساني ذهن ۽ ضمير جي عظمت جو تصور....“ هي ڪهڙو؟ هن کان اڳ ڪوبہ تصور پيش ٿي نـہ ٿيو آهي. هن کان اڳ تہ هڪڙي عملي واردات بيان ڪيل آهي. ڪنهن بـہ تصور جو ذڪر ئي ناهي. تصور ڪٿان آيو؟ ”جزا ۽ سزا، اميد ۽ خوف، زندگي ۽ موت جي سطحي قدرن کان مٿي.......“

سطي قدر ڪهڙا؟ جزا ۽ سزا، اميد ۽ خوف، زندگي ۽ موت! ڇا جزا ۽ سزا جا قدر سطحي آهن؟ نيڪي ڪـي جزا ملي ۽ بديءَ ڪي سزا ملي اهو قدر سطحي آهـي؟ اميد جـي آجيان ڪجي خوف سان مقابلو ڪجي، بهتري جـي اميد رکجي ۽ برتري جـو انديشو رکي ان سان مقابلي لاءِ تياري ڪجي. زندگي سان محبت ڪجي. اهي عظيم انساني قدر سطحي آهن؟

## لنڊن، نيويارڪ ۽ ٽورنٽو کان ۴ خط

لنڊن

۷-۸-۸٦

پيارا اياز،

جنهن وقت هي خط لکڻ ويو تنهن وقت تو وٽ رات جا اٺ ٿيا هوندا. هتي چار آهن. هڪڙي تنهنجي ڪمري جي اڌ جيتري ڪمرڙي ۾ ويٺو آهيان. سڄو ڪمبلن سان ڍڪيو پيو آهيان. موسم شاندار آهي تہ بہ مونکي سيءُ ٿـو لڳي. ڪاٻي دريءَ پاسي هڪڙو شاهي وڻ بيٺل آهي جنهن جون ڇهچ سايون ٽاريون منهنجي دريءَ سان پيون گسن. سامهون بـہ ننڍا ٻار هٿ هٿ ۾ ڏئي ذري گهٽ ڊوڙندا وڃن. هنن ملڪن ۾ گهٽي ايفيشنٽي ۾ ڪجهہ حصو سيءَ جو بہ آهي. سال جا اٺ مهنا ايڏو تہ زوردار سيءُ ٿـو پوي جو ماڻهو ٻاهر جـو هـر ڪم تيز رفتاري سان نـہ ڪري تہ برف ٿي وڃي. ايندي مهل وات تي ٿوري دير لاءِ دبئي ايئرپورٽ تي لٿاسين. هتي وقت کان اڳ پهتاسون. ڪرامت ۽ ٻيا دوست هئا. هتي وارا اصل دوست ليٽ ٿي ويا. ايمينيسٽي انٽرنيشنل جي مرڪزي دفتر وڃي انهن جو شڪريو ادا ڪيوسين. ڊاڪٽر سر رچرڊ بٽلس سان ملياسون. ٽيسٽون بہ ڪرايوسون. نتيجو ڪونہ مليو آهي. رات حفيظ پيرزادي ۽ عطاءُ الله سينگل جي دعوت هئي. ڪافي بحث مباحثو ٿيو. دوستاڻي

نموني وري گڏجڻ لاءِ ڇڏي موڪلايوسون. رات سنڌيءَ هٽي پيچي چڙهيو. ڪار تائين پهچندي ڇڻ سڻ ٿي ويس. حالانڪ ٻيا سنڌي ٻہ قميص ۾ ٻٺي گهميا. هتي جي دنيا واقعي اور آهي. في الحال گهڻو ٻاهر ڪونہ نڪتو آهيان جو ٺڪل هوس، آهستي آهستي هري وڃڻ ڪانپوءِ ٿنگ ڏکي ڪبي. اڄ ارشاد احمد حقاني انٽرويو وٺڻ آيو سنڌ جي مسئلن بابت ڊنوماس جنگ ۾ ايندو. پنهنجي ۽ دوستن جي احوال کان واقف ڪندو رهج. سلام سمورن گهر جي ڀاتين کي.

تنهنجو

بابا

* * *

لنڊن

١١-٨-٨٦

پيارا اياز،

ڪالهہ برائيٽن کان ٿي موٽيا آهيون. برائيٽن لنڊن کان اٽڪل سٺ ميل ڏکڻ ۾ ساموندي بندر آهي. ڪار جي سفر ۾ ڏاڍو مزو آيو. ڇڻ ماڻهو مريءَ مان پيو لنگهي. ساوڪ ٿي ساوڪ. ڀهراڙين جو حسن پنهنجو آهي. ماڻهن سان گهٽ ٿيءِ ملاڻ جو ٺڪل آهيان. برائيٽن ڏانهن سيف الله بہ گڏ هو. ڪجهہ ڏينهن اڳ جن دوستن دعوت ڪئي هئي انهن سان گرما گرم بحث ٿيو. همراهن کي ٿنگ مٿان رکڻ جي پيٽ آهي. انگريز هڪ حد تائين ڀڏي ۽ ٻي حد تائين ڇڪتاڻ گڏو گڏ هلنديون. طارق علي جنهنجو نالو ڪڏهن ڪڏهن بي بي سي تي ٻڌبو آهي ان هتي جي ٽي ويءَ لاءِ انٽرويو جو ٽائيم رکيو آهي. هتي جي ٽي وي جا چار چينل آهن. هر وقت ڪٿان نہ ڪٿان خبرون پيون هلنديون آهن. نيوزڪاسٽر جو انداز مشيني نہ پر عام ماڻهوءَ جيان هوندو آهي. ١٥ تاريخ تي هتي قومي سوال تي مذاڪرو رکيل آهي جنهن ۾ شير محمد مري ۽ آئون ڳالهائيندا سين. سوال جواب بہ ٿيندا. اڄ هڪ چيني فلم ڏسڻ جو دوستن پروگرام ٺاهيو آهي. طبيعت اڃا خراب آهي پر هتي

ٽيسٽن جي رزلٽن اچڻ تائين مريض جي علاج جو رواج ٻنھہ ڪونھي.
۱۹ تاريخ ڪان ھالينڊ، بيلجم ۽ پئرس وڃڻ جو خيال آھي. پوءِ جلد ئي نيويارڪ وڃڻو آھي. اتان ھڪڙو ھمراھہ پاڪستان ايل آھي. اھو موٽي تہ نيويارڪ وڃون. جلد ان ڪري ٿو وڃان جو ھڪ تہ اتي جا دوست جلد اچڻ لاءِ زور ڀيا ڀرين ۽ ٻيو ڪجھہ عرصي ڪانپوءِ سيءُ تيز ٿي ويندا. گنلو دستور موجب خراب آھي. نيويارڪ ۾ پاڻ ترقي پسند دانشور پروفيسر اقبال احمد ۽ ايمينيسٽي انٽرنيشنل جي نمائندي پائولا نيوبرگ جا مھمان ھونداسين. پائولا آھا ساڳي عورت آھي جنھن سان توھانجي ملاقات ڪراچي ۾ ٿي ھئي ۽ جنھن سنڌ ۾ انساني حقن جي صورتحال تي انگ اکر ٻي گڏ ڪيا.

ڪراچيءَ مان ريسرچ فورم نالي رسالو نڪري ٿو. ان جي چوٿين پرچي ۾ عالمي مزدور تحريڪ، سنڌ ھاري ڪميٽي تي اھم مضمون آھن تون بہ پڙھہ ۽ ھمراھن کي بہ چئو تہ پڙھن. لائين ڪنھن حد تائين ڏينڊڙن جي آھي پر پڙھڻ ضرور گھرجي. تون پنھنجا لکيل مختلف مضمون ۽ رپورٽون مونکي سيف الله جي ايڊريس تي ڏياري موڪل.

سلام سڄي سنگت کي
تنھنجو
بابا.

* * *

نيويارڪ
۲۰-۹-۸۶
پيارا اياز،
شام جا ست ٿيا آھن. اڌ ڪلاڪ ٿيو جو آئيو آھيان. سڄو ڏينھن ستو آھيان. ڪلھہ آمريڪا جي ڏاکڻي چيڙي تي، ھتان ھوائي جھاز جي ڇھن ڪلاڪن جي پنڌ تي، ھوسٽن جي شھر ۾

هوس. ٻن پهرن جو هڪڙي هنڌ دعوت هئي. پر آئون سمهي رهيس، جو اوجاڳو هئم شام جو آڏاريائون ته وري ڪونه سمهيس. رات جو هڪ ڏاري ڪچهري ختم ڪري جتي رهيل هئس اتي آياسون. اتان ١٠٠ ميل ڪار جو سفر ڪري سادي ٽين بجي رات جو هوائي اڏي تي پهتاسون. اتان صبح جو پوڻين اٺين نيويارڪ جي هوائي اڏي تي پهتاسين. مطلب ته سڄي رات هل هلان. چوڏهين سيپٽمبر کان وٺي نيويارڪ کان آمريڪا جي دوري تي هوس. اٽڪل پنجن ڇهن رياستن جي ڪن مکيه شهرن ۾ ويس. پروگرام اڳيم طئي ٿيل هو. جنهن ۾ شهر جي دوستن چاهيو ٿي ته وٽن وڃجي تن کي چيل هو ته نيويارڪ جي ذميوار دوست سان پروگرام طئي ڪن. ان هر هنڌ فون رستي ڪنٽرول ۽ چيڪ ڪيو ٿي ته سڀ ڪجهه ٺيڪ-ٺاڪ آهي يا نه. هن ملڪ جي مختلف شهرن ۾ جمهوريت پسند ۽ ترقي پسند دوستن جو هڪڙو چڱو موچارو حلقو آهي، انهن صلاح ڪري پروگرام بڻايو هو. مونکي ڪجهه به ڪرڻو ڪونه هو. هوائي جهاز مان لهڻ شرط چارج ٻين حوالي. مشين وانگر هلڻو ٿي پيو. نتيجو؟ ٿڪ، بيحد ٿڪا! حقيقت ۾ جناح اسپتال مان آزاد ٿيڻ کانپوءِ ٻئي ڏينهن جيڪي جنگشاهي يا پٺاڻ ڪالوني هئاسون تن ۾ جيڪي ٻئي ڪلاڪ فرصت جا مليا ٿي انهن کي ڇڏي باقي سمورو وقت هڻ هڻان ۾ رهيو آهيان. محفل آهي ته اها به پروگرام مطابق. گندي ڪلهي تي ماني راڄ تي- الوڙي واهي. جيئن اسپتال ۾ فيصلو ڪيو هوسين ته پاڻ ٻئي گڏجي بيڊمنٽن راند ڪنداسين ۽ لانگ ڊرائيو تي نڪرنداسين اهو ڪم به رهجي ويو. بهرحال عمل ضرور ڪيو. هن ملڪ جي چئن ئي ڪنڊن کي ڇهيو اٿم. اتر ۾ ڊيٽرائٽ (رياست مشيگن) ۾ جتي USA جي اترين سرحد ختم ٿئي ٿي ۽ ڪئناڊا شروع ٿئي ٿو. اولهه ۾ سان فرانسسڪو (ڪيليفورنيا) ۾ جتي آمريڪا وڃي پئسفڪ سمنڊ جي ڪناري ختم ٿئي ٿي. ڏکڻ ۾ هوسٽن (ٽيڪساس) ۾ جتي USA جي سرحد وڃي ميڪسيڪو نار جي ڪناري تي ختم ٿئي ٿي.

هن دوري ۾ آمريڪا جي ڇهن ناميارين يونيورسٽين ۾ جمهوريت پسند ۽ انساني حقن جي محافظ تنظيمن جي دعوتن تي شاگردن، استادن ۽ دانشورن کي خطاب ڪيا اٿم. موضوع هن قسم جا هئا: پاڪستان جي موجوده صورتحال، پاڪستان ۽ انساني حق، پاڪستان ۾ قومي سوال، موجوده عالمي صورتحال ۽ ڏکڻ اوڀر ايشيا وغيره. اهي يونيورسٽيون:

1- Madison University Wisconsin
2- Kansas University Manhattan.
3- Berkely University California
4- Stanford University California
5. Denver University Colorado
6- Houston University Taxas.

ڪالريڊو يونيورسٽي جي Department of south asia studies ۾ "قوم ۽ قوميت" جي موضوع تي هلندڙ ليڪچرن جي سلسلي ۾ "سنڌي قوم ۽ سنڌي قومي جدجهد جو تاريخي پس منظر" تي منهنجو ليڪچر رکيل هو. ڏنم. پروفيسر موضوع جو ماهر. باقي شاگرد گهٽ جاڻ رکندا هئا. هڪ ويٽنامي ڇوڪري بہ بحث ۾ حصو ورتو. ڪي پيا بہ پروفيسر ليڪچر ۾ اچي ويٺا ۽ سوالن جوابن ۾ حصو ورتائون. هتي هر علمي جاءِ تي ماڻهوءَ جي ڳالهہ پورين مڪمل پڌيي آهي ۽ پوءِ سخت جرح ڪندڙ سوال پڇيا ويندا آهن. پاڻ تي تہ هوندن قدرت جون مهربانيون آهن سو اڪثر هنڌن تي هڪ ڇڪي موچاري مخالف لابي نہ صرف موجود هئي بلڪ گڙٻڙ ڦهلائڻ جي ڪوشش بہ ڪيائون ٿي. برڪلي يونيورسٽيءَ واري ليڪچر ۾ اهو صاحب بہ اچي ويٺو جيڪو UNO ۾ افغانستان جو نمائندو هو ۽ آئان پڇي اچي برڪلي ۾ پروفيسر ٿيو آهي. ان ڏاڍا ڇوهم ڇنڊيا ۽ گوڙ مچايو. جماعتي بزرگ بہ هئا. مطلب تہ هر هنڌ خفتي موجود هئا ۽ واويلا ٿي مچايائون. پنجن ئي ڪنهن جا ماڻهو هئا. ڪن تبرا ٿي ڪيا، ڪن ڏاڍي محبت ٿي ڏني. هڪڙي هنڌ هڪڙي ميڪسيڪو جي جوڙي موڪلائڻ مهل بي اختيار ڪٽي

ڀاڪر پاتا. هتي جا ڏينهڙا ٻزرگ به مليا. وڏيون ڪچهريون، قرب، وڏيڪ هوشيار پر بنيادي روپا سا ڳيا. اها سا ڳي معتبري، خدائي فوجداري ۽ اکرن جي مار. ماڻهو سڪي به ٿو اهو به محسوس ٿو ڪري ته اسانجا اندازا ايڏا غلط ته ناهن. هتي اچي پاڻ تي ۽ پنهنجي رستي تي ايمان وڌيڪ پختو ٿئي ٿو. جيڪو مخالفن کان وٺي ٿو وڃي تنهن کي خبر ٿي نه پوندي ته دراصل هو پاڻ جيڪڏهن صحيح آهي ته ڪيتري قدر صحيح آهي. بحث مباحثن سان نوان دوست ٿهن ٿا. دشمنن جو پاڻي ڪچجي ٿو. پر جذباتي طرح ٽڪل آهيان. پاٿيان ته لانڍيون هجن، سير هجن، چاريون، لاٽا، ليون، محفلون، لطيفي لاتيون، ڊڙا نشا هجن: ماڻهو ويٺو ته ويٺو ۽ ليٽيو ته ليٽيو پيو هجي. ننڍڙا ٻار هجن، زرينه، ٻڪي ۽ مني جا راڳ هجن، تون هجين، ظفري هجي، اسلم هجي، گنڊليون، ڪلليون، سوجيون ۽ مسرتون هجن ۽ ڪوبه شيڊيول وارو پروگرام نه هجي.

هلڪو هلڪو سيءُ شروع ٿي چڪو آهي پر اهو هلڪو هتي وارن لاءِ آهي منهنجي لاءِ چڱو خاصو. پنجن خانگي ريڊيو اسٽيشنن انٽرويو ڪيا. هتي رواج آهي ته ريڊيو تي انٽرويو هلندي ماڻهو فون رستي سوال پڇندا آهن. انهن جا جواب به ڏنا ويا. سوالن دوران تڪرار به ٿيا ٿي. هڪڙي انگريزي جابلوئن واري مٿان آچار نڪ سان گهٽا. ڪافي سنڀالي ٿو ڳالهائڻو پوي. بهرحال پاڻ هر هنڌ ذميواريءَ سان پنهنجو سمورو قومي، ملڪي ۽ بين الاقوامي موقف رکيو ٿي. منهنجو خيال آهي ته توکي هتي گهرائجي پر آءٌ اڃا پاڻ گردش ۾ آهيان. بهرحال توکي اهو ذهن ۾ طئي ڪري ڇڏڻ گهرجي ته اڄ نه ته سڀاڻ دنيا ضرور ڏسڻي آهي. سڀاڻ ڪئنادا وڃڻو اٿم. اتان وري ٣ آڪٽوبر تي لنڊن موٽبو. تون بدستور اڳوڻي ايڊريس تي احوال ڏيندو ڪر. نئون نياپو، ڪچهري، برسات ۽ پيا جيڪي به رسالا نڪرن سي موڪليندو رهه. ڪٿنگس عبرت، هلال ۽ جنگ جون جيتريون وڌيڪ موڪلي سگهين ته بهتر. سان فرانسسڪو ۾ هڪڙو سنڌي گڏيو. لاڙڪاڻي جو انجنير هو.

ڇپائين ته هتي سنڌي آهن. توهان سان محفل ڪري خوشي ٿيندي. هڪ هنڌ تقرير پڻ ڪيم ته پريان پنڪن ۽ اجرڪن وارا همراه ايندي ڏنم ۵-٦ هئا. ٽيليفون نمبر ڏنائون. چيائون ٿي ته همراهه پنهنجو ڪو ايندو آهي ته ان کي روزگار سان لڳائيندا آهيون. هتي جي سهولتن واري زندگي کان مطمئن هئا باقي ڪچهرين لاءِ آتا هئا. سندن چوڻ هو تـه هـر نئين ماڻهوءَ کي پهريون مهنو اڌ آمريڪا ڏاڍو وڻندو آهي. پوءِ وري وطن ياد ايندو آهي پر ڇهه مهنا گذرڻ کانپوءِ ماڻهو ايڊجسٽ ڪريو وڃي. انهن مان اڪثر جون زالون سنڌياڻيون آهن جيڪي گهران پرڏجو اچن پوءِ انهن کي انگريزي ۽ ڊرائيونگ وغيره سيکاريو پـڙ ڪريو ڇـڏين. اقبال ترين، ڊاڪٽر فيروز ۽ ٻيا ڪئي اڳوڻا سياسي ڪارڪن آمريڪا ۾ آهن. پر انهن سان اڃا رابطو نه ٿيو آهي.

زرينه، اچن ۽ عثمان جي عيال، ليلا بابل سڀ راڄ کـي سلام. گنڊلين ڪليلين کوبه جواب ڪونه ڏنـو آهـي. انهن کي کن ڪوشي ڪرائج. تـون پنهنجي مصروفيتن، سوچن ۽ احساسن کان واقف ڪندو رهه . گوٺ ٽڪڙو ٽڪڙو ويندو ڪر. اتي جو ماحول دستوري ڪُرڪُر ۽ گيلائن وارو لڳندو پر ماڻهو آهي ڪم ٻه ڪري جيڪي دل کي نه وڻن. گومتوءَ جي ٻيءَ (غلام قادر) ۽ ٽميءَ جي ٻيءَ (فاضل راهو) جا ڪهڙا حال آهن. هرهڪ کي سلام.

تنهنجو

بابا.

* * *

ٽورنٽو، ڪئناڊا

۲۷-۹-۸٦

رات ڏجا ساڍا ٻارنهن.

پيارا اياز،

ڪلهه رات کان وٽي هتي آهيان. نيويارڪ کان پهريائين

مانٽريال آيس. اُتي مشهور مئڪگل يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچر هو، اهو ڏنم. ھڪڙي فرينچ اخبار ۽ رائٽر خبررسان ايجنسي انٽرويو ورتا. هتي ميءُ وڏيڪ آهي. آمريڪا جي نارٿ وارن شهرن کان بہ ڪجهہ وڌيڪ. ماحول تقريباً ساڳيو آهي. اهي ئي رستا، بلڊنگون، ڪارون ۽ اڇا ڇوڪرا. مانٽريال فرينچ طرز تي ٺهيل تمام حسين شهر آهي. فرينچ ڳالهائيندڙ ڪيبڪ صوبي جو تخت گاهہ آهي. اتان بس رستي ڪئناڊا جي گادي اوٽاوا آيس. اتي سڌو يونيورسٽي ويس. همراهن ھڪڙي ڏکڻ ايشيا ڊپارٽمينٽ جي سربراهہ سان ملاقات رکي هئي. پروفيسر صاحب پنهنجو ڪلاس بہ ڏيکارڻ وٺي هليو. اتي تعارف ڪرائڻ کانپوءِ بنا اڳواٽ ٻڌائڻ جي اوچتو چيائين هاڻي فلاڻو توهانکي خطاب ڪندو:

”مسٽر پليجو! Now the Class is yours“.

بس پوءِ تہ اوچتو ڳالهائڻو پئجي ويو. بهرحال خير ٿيو. ان کان پوءِ يونيورسٽيءَ ۾ رکيل ليڪچر ٿيو. ميزبان ڊان اخبار جي ايڊيٽر احمد علي جي صاحبزادي ۽ سندس ناٺي هئا. ٻي ڏينهن وري بس ۾ ڪنگسٽن پهتاسين. بس ۾ منهنجي پر وارو مسافرڪو شغل ڪري آيو هو سو هرهر مٿو منهنجي ڪلهي سان ٿي اچي لڳو. آخر رت ٿي سڌي ٿيڻ جي اپيل ڪئي، مانس پوءِ سچي وات پئي ايڪسڪيوز ڪيائين. ڪنگسٽن ۾ ساڳي ڏينهن لائيو ٽي وي انٽرويو ٿيو. ٻي ڏينهن آسان ڪار ۾ هتي ٽورنٽو پهتاسين. هي ڪئناڊا جو وڏي ۾ وڏو شهر آهي. هتي سنڌي گڏيا، ڪچهري ٿي ڪجهہ ڳالهہ بہ سمجهايائون. اڄ نياگرا آبشار ڏي آيا آهيون. دنيا جي مشهور ترين جاين مان هڪ آهي. ماڻهن جا هجوم هئا، پر هرڪو پنهنجيءَ ۾ ٻوڙو، ٻئي ڏانهن ذرو بہ ڌيان نہ. طرح طرح جا ڇوڪرا لباس ۽ رنگ هئا. رڳو تبصرو ڪرڻ لاءِ ڪنهن نيواتيءَ جي کوٽ هئي. سياڻي جلسو آهي. ٻهرين واشنگٽن وڃبو جتي ڄڳ مشهور ڊاڪٽر آميا چيڪ اپ ڪندو. آمريڪا ۽ ڪئناڊا ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ تنظيمي ڏانئو ٺاهڻ جو خيال آهي. ڳالهہ هلي پئي. ٻن ٽن

مهنن ۾ چڱي نتيجي جي اُميد آهي.

تنهنجو
بابا.

## جيل مان ساٿين ڏانهن خط

منهنجا پيارا....

ننڍين ڏوڙي وڏن گهر جي ڀاتين ۽ عزيزن ڏانهن پيارڀريا سلام.

ڪجهه وقت هڪبئي کان ڌار رهيا آهيون ۽ هڪبئي سان احال احوال ڪري نه سگهيا آهيون. پر اهي جدايون، فاصلا ۽ ڪوٽ ڪڙا پاڻ کي نه اڳ ڪڏهن صفا ڇني ڌار ڪري سگهيا آهن نه هاڻي ئي ڪري سگهيا آهن. پاڻ دلين ۽ ذهنن ۾ هر وقت هڪبئي جي اکين اڳيان آهيون. ”جي ڇڪن ڇت ڇڏ سي ڪئين مڇڻ ڏور؟“ ساڳئي عظيم‌ترين مقدس مقصد جي رشتي جا جيڪي بي‌شمار مضبوط ڌاڳا پاڻ کي هڪبئي سان جڙيو ۽ جڪڙيو ويٺا آهن تن کي ان مقصد جا دشمن ڪڏهن به ٽوڙي نه سگهندا. پنهنجي دلين ۾ حق ۽ صداقت جي جيڪا روشني روشن آهي ان کي ڪوبه طوفان وسائي نه سگهيو آهي ۽ نه ڪڏهن به وسائي سگهندو.

آءٌ سدائين توهان سڀني بابت ۽ پنهنجي مسئلن، مشڪلاتن ۽ انهن جي حلن بابت ويچار ڪندو رهندو آهيان.

مونکي خبر آهي تہ اوهين وس پڄندي ٽانڊو وسامڻ ڏيڻ وارا جوان ڪونه آهيو. ضرور مڙس ماڻهو ٿيو مڇايو ويٺا هوندا. پر ماڻهوءَ کي پنهنجي گهر جو حال ستو ڪوهن تان به سارڻو پئو هوندو. پنهنجي گهر ۾ گهڻن خوبين سان گڏ ڪي اوڻايون به هيون. مونکي ڏپ آهي تہ اجا پاڻ مان صفا ڪونه نڪتيون هونديون. ان ڪري مونکي گهرو ڪم‌ڪار بابت دل ۾ ڪي انديشا به رهن ٿا. ڀانيان تہ انهن ۾ اوهان کي به ڀائيوار ڪريان.

پاڻ سيني کي چڱي طرح خبر آهي تہ گهرن جا ڪم تڏهن هلندا جڏهن گهر جا سڀ ڀاتي هٿ هٿ ڪندا. ٿاڙي بہ هڪڙي هٿ سان وڄي نہ ٿي سگهي. هي تہ هيڏا جبل جيڏا ڪم آهن.

انسان ۽ جانور ۾ هڪڙو بنيادي فرق اهو آهي تہ جانور پنهنجي دليان ڪم ڪري نٿو سگهي، انسان ڪري ٿو. جيسين انسان ڪم ڪرڻ نہ سکيو هو تيسين جانور هو. ڪم جي وسيلي ئي هو آهستي آهستي جانور مان ڦري انسان ٿيو. ”وڻني شينهن بہ بڪ مرڻ، هلندي گدڙ بہ ڍئين“. ڪم ئي ماڻهوءَ جي گذران، عزت ۽ نيڪيءَ جو وسيلو آهي.

پر ڦورو نظامن ڪري غلامدار ۽ جاگيردار نظامن ڪم کي عام ماڻهن لاءِ ڦيرائي هڪڙي چٽي ۽ بيگار بنائي ڇڏي رکيو آهي. جنهن کان جيڪو ڀڄو سو ڇٽو. ظاهر آهي تہ ڪم کان ڀڄڻ ۽ نٽائڻ جو رويو هر حالت ۾ صحيح ٿي نٿو سگهي. جڏهن تہ ناجائز چٽيءَ کان ڀڄي جند ڇڏائڻ فرض آهي تڏهن پنهنجي ذاتي ۽ گڏيل فائدي جي ضروري ڪمن کان نٽائڻ ۽ ڀڄڻ ڏوهہ آهي، پنهنجو بہ تہ ماڻهوءَ جو بہ. گذريل ٻن ٽن صدين کان تاريخي، جاگرافيائي ۽ سماجي حالتن اسان کي هڪڙي ڪمچور قوم بنائي ڇڏيو آهي. ڏٺو ويو آهي تہ هن ملڪ ۾ ٻين قومن جا ماڻهو گهر ۾ ڏهہ ڀاتي هوندا تہ ڏهہ ئي ڪونہ ڪو ڪم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا. ڪيترا اهڙا آهن جيڪي پنهنجي پنڌيءَ جي ڪم کان سواءِ ٻيا ڪم بہ ڳولهي هٿ ڪري ڪندا. نوڪري هوندين تہ ٻني ۽ واپار بہ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا. ڏينهن جي نوڪري هوندين تہ رات لاءِ ٻي نوڪري هٿ ڪندا. ننڍي وڏي زال مڙس کي ڪم سان لڳائيندا.

پر اسان وٽ ڪم کي اڪثر گهٽتائي ۽ ڪم نہ ڪرڻ کي وڏي عزت جي ڳالهہ سمجهيو ويندو آهي ڪيترا ماڻهو وڏي فخر سان چوندا آهن ”اسين ڪوبہ ڪم ڪونہ ڪريون!“ جي گهر جو ڪو هڪڙو ڀاتي ڪنهن ڇڳيرڙي نوڪريءَ يا ڌنڌي

سان لڳل هوندو تہ گهر جا ٻيا ڪيترا ڀاتي ڪوشش ڪري ڪم کان ٽاريندا ۽ ان هڪڙي جي ڪنڌي اٽو ٻڌي ويهي رهندا. نہ رڳو مفت کائيندا ۽ ٻٺاڪون هڻندا پر واندڪائيءَ جي وندر لاءِ اوڙي پاڙي ۾ اهڙا ڦڏا فساد کڙا ڪندا جو اهو هڪڙو ڪمائيندڙ ۽ ٿوري گهڻي عزت ۽ اثر رسوخ وارو ڀاتي تہ ٺهيو اهڙا ڏهہ ٻيا هجن تہ بہ انهن ڦڏن فسادن جو ٻُر پري نہ سگهن.

اسان ماڻهن مان جيڪي ڪو ڪم ڪن ٿا تن مان بہ گهڻا پنهنجن سمورين ڳجهين پڌرين صلاحيتن کان پورو پورو ڪم وٺي، ٽيهن نسن جو زور ڏيئي دل جان سان ڪم ڪرڻ بدران رڳو وقت ٽپائيندا ۽ آڳ لاهيندا آهن. ان ڪري هن دور ۾ اسين دنيا جي ”مڙيئي ٽائيم پاس ڪندڙ“ چٽ قومن ۾ شمار ٿيون ٿا.

اسان جي ان قومي اوڳڻ کي ڏيڍ سو سال اڳ سر چارلس نيپيئر بہ نوٽ ڪري ويو هو تہ پويان ايندڙ ٻين غيرملڪي مبصرن جهڙوڪ ڊاڪٽر سورلي وغيره بہ نوٽ ڪيو آهي.

ان قومي اوڳڻ جو اسان جي گهرو ڪمڪار تي بہ تمام برو اثر پيو آهي.

اسان مان جيڪي گهر جا ڀاتي ڀرين ڀلا ڪم ڪري پوءِ ويهي رهيا آهن تن جي ويهي رهڻ يا خراب ٿيڻ جو ٻين ڳالهين سان گڏ هڪڙو بنيادي سبب اهو بہ آهي جو اسين سمورا گهر جا ڀاتي پنهنجي پنهنجي پتيءَ جو گهر جو ڪم نٿا ڪريون. اسان وٽ ڪي ٿورڙا ڪجهہ ڪم ڪن ٿا ٻيا اسين پنهنجو ڪم فقط ايترو سمجهون ٿا تہ تماشبينن وانگر ويٺا مشاهدو ڏسون. گهرو ڪم ۾ واڌارو اچي تہ پنهنجي گهر ويهي خوش ٿيون ۽ شاباس ڏيون ۽ جي گهٽتائي ٿئي تہ افسوس ڪريون ۽ ملامت ڪريون. ”ويٺي گهر گهوري، مٿان پرينءَ جندڙو!“ هتي ۾ جي هڪڙو ڊگهو ٿو ڪري تہ ٻيو ٽٽيو پئي. اسان جي ڪم ۾ بہ ائين آهي. جڏهن سڀ گهرو ڪم جو بار ڪن آڱرين تي ڳڻڻ جيترن ڀاتين تي پوندو تہ پوءِ اهي ٽٽي نہ پوندا تہ ڇا ٿيندا؟ ڏهن جا ڪم هڪڙي تي ڪري پوندا تہ پوءِ

اهو جيترا ڏينهن پيو ڊوڙندو ۽ اول پٺتي ٿيندو اوترا ڏينهن ائين چوَ نه پيو سوچيندا ته ”هن گهر ۾ ڪم جو ماڻهو آهيان ئي آئون! پيو سڄو گهر نڪمن، ڪوڙن ۽ مفت خور ماڻهن جو آهي!“ اهڙي حالت ۾ جي هو بيزار بيزار، چڙچڙو ۽ تنگ ٿي پوي، ڪنهن سان سٺون منهن ڏئي ڳالهائي نـه سگهي، جي هن جي دل ۾ ڦڙو ڦڙو ڪري سڄي گهر جي ماڻهن لاءِ، سڄي گهر لاءِ حقارت جو زهر پرجي وڃي ۽ جي هو پاڻ تي حد کان وڌيڪ فخر ۽ غرور ڪرڻ لڳي ته ان ۾ ڪهڙو عجب ۽ ان لاءِ هن تي ڪهڙي معيار؟

دنيا ۾ ائين ٿي ئي نٿو سگهي ته ڪو عمل ڪجي تـه ان جو ڪوبه نتيجوئي نه نڪري، ڪو اثر نه ٿئي. سڌو، دير سان يا سويل، ظاهري طرح يا ڳجهي نموني هر ڳالهه جو سٺو يا بـرو اثر ضرور ٿيڻو آهي. ڪونه ڪو چڱو يا مندو نتيجو ضرور نڪرڻو آهي. پنهنجي پتيءَ جي ڪم نـه ڪرڻ بابت جڏهن اسانکي يادگيري ايندي آهي ۽ اسان جو ضمير اسان تـي ملامت ڪندو آهي تڏهن اسين ائين سوچي پاڻ کي ۽ پنهنجي ضمير کي تسلي ڏيندا آهيون ته ”ڪم ته خراب ٿيو پر شڪر جو هيترا سارا پيا مڙس وينا آهـن. سون هڪڙي جي ڪٿي ۾ ڏينهن سستي ڪئي ته آئي ويئي ڪانهي. ڪم خدا جي فضل سان بيٺو ڪونهي. اِيرو سِيرو پيو هلي.“ پـر اها اسانجي وڏي ڀـل آهـي. اسان جـي پتيءَ جـي ڪم جي ڪوٽ پنهنجي اثر ڏيکارڻ بنا رهي ئي نٿي سگهي. في الحال ڪير لکي نه لکي، سمجهي نه سمجهي، حال گهوڙا گهوڙا ٿئي نه ٿئي پر اها ڪوٽ ڪئين نه ڪئين، ڪنهن نـه ڪنهن نموني گهر کـي نقصان پئي پهچائي. اسان کي ڏسي پيا بـه ائين پيا ڪن. ڪم چوري هڪڙي وبا وانگر سڄي گهر کي وڪوڙيو ويٺي آهي. انگريز لوڪ طور چوندا آهن تـه ”بي خبري وڏي نعمت آهي“ واقعي جڏهن اسان کي سموري حقيقت جي چڱيءَ طرح خبر پئجي وڃي ته اسان مان هڪڙي هڪڙي جي سستي، لاپرواهي ۽ غفلت جي گڏيل نتيجي طور اسان جي گهر جا ڪهڙا ڪهڙا ضروري ڪم رهجي ويا، اسانجي واڌاري

جي رفتار حسابي حساب جيتري هجڻ گهرجي ان جي ڀيٽ ۾ ڪيڏي سست رهجي ويئي. اسان جي واڌاري جي هن ڏاڪي جي مڪمل ٿيڻ ۽ نئين ڏاڪي جي شروع ٿيڻ ۾ ڪيڏي دير ٿــي ويئي. ان ڪري اسين واڌاري جــا ڪهڙا نــوان موقعا هٿان وڃائي ويٺاسون ۽ اسان جو هڪجيڏن ۾ مـــان وقار ڪيترو متاثر ٿيو تــہ جيڪر اسين پاڻ کي، اهو ڏوهہ بخش ئي نہ ڪري سگهون.

جڏهن بہ اسين گهر واندا ويٺا هجون يا رڳو پنهنجي ذاتي ۽ خانداني پٽ ڪوهہ ۾ پورا هجون تڏهن اسانکي پاڻ کي ياد ڏيارڻ گهرجي تہ اسانجي پتيءَ جو گهرو ڪم ڪونہ پيو ٿئي ۽ جي ان کي ڪرڻ جي ڪوشش ٿئي پئي تہ ڪِ اهڙو ٻيو ڀاتي ان کي ڪرڻ جي ڪوشش پيو ڪري جيڪو اهڙن واڌو بوجن جي ڪري ٿــي سگهي ٿــو تہ اڄ نہ تہ سڀان، سڀان نہ تہ پرينهن ٿڪجي ڪرڻ وارو هجي يا رڙهيون ڪري گهر ڇڏڻ وارو هجي.

گهر جي جنهن بہ ڪام يا ڪاڻيءَ پنهنجي پتيءَ جو وزن نہ کنيو ۽ اهو ٻين تي اڇلائي ڇڏي ڏنائين تنهن ڄڻ گهر کي ڍاهڻ جو ڏوهہ ڪيو. ان کي پنهنجو پاڻ کي، پنهنجو، پنهنجي گهر جــو ۽ قوم جو مجرم سمجهڻ گهرجي.

هڪڙو ماڻهو ڏهن ٻين کي ڪوڻي ڪري سگهي ٿو. جنهن کي ٻج ڪٽي اڇڻ لاءِ موڪليو وڃي سو وڃي وات ۾ ملاکڙو ڏسڻ ويهي رهيو تہ هر بہ ڪوڻي، جوڙا بہ ڪوڻي تہ هر وهائڻ وارا مڙس بہ ڪوڻي. پريس کي مواد پهچائڻ واري مواد نہ پهچايو تہ ڪمپازيٽر بہ واندا تہ مشين وارا بہ ڪوڻي تہ ٻيو عملو بہ بيڪار.

ڪيترا ٻار چئي سگهن ٿا تہ اسان کي تہ ڪو خاص ڪم مليل ئي ڪونهي! ڀلا جي اسين ڇرڻ ڪان ڇٽ هونداسين ۽ اڳ مليل ڪم دل جان سان ڪيوئي نہ هوندوسين تہ اسان ۾ وڌيڪ ڪم جي ڪنهن کي ڪهڙي اميد هوندي جو ٻيهر اسان کي ڪم لاءِ چوندو؟ هوندن بہ اسين جي پنهنجي دليان گهر جي فائدي لاءِ ڪرڻ جهڙا ڪم ڳوليندا سين تہ هڪڙو ڇڏ، هزار نڪري پوندا.

اسان کي پنهجي دلاسن ڪم ڪندي ڏسي پڻ جي دل ۾ چوندي ته ”هانو ٻلي! هن مڙس کي ڪهڙو ڪم ڏجي!“

ننڍڙي ٻارڙن وٽان سو ورهين جي پوڙهي ڄاڻين، مرد توڙي عورت هرڪو گهر جو ڀاتي ڪونه ڪو نهايت ڪارائتو ڪم ڪري سگهي ٿو.

گهرن جا ڪم رڳو گهرن ٻڌڻ کي ڪٿي جهڙا ڪونه هوندا آهن. گهڻيئي اهم ۽ ڪارائتا ڪم ننڍي جي ٻارڻ لاءِ سنهڙين ڪاٺين جون هنيون ميڙڻ جهڙا سولا به هوندا آهن جن کي ننڍا ڪمزور زالون، پوڙها ۽ ننڍڙا ٻار به ڪري سگهن ٿا. ڪي نهايت اهم ڪم ته جڏهن، بيمارن ۽ ڪٽ داخل ماڻهن جي ڪرڻ جهڙا به هوندا آهن. مثال طور جي ڪنهن جي پيٽ ۾ چار اکر آهن ته اهو جي ڪٿي جڏو به آهي ته به پڻ سؤ اڻپڙهيلن کي ڪو سٺو ڪتاب پڙهي ٻڌائي سگهي ٿو. انڌو ماڻهو جي اندر جو سچو آهي ته مڙسي وڏائڻ وارين ڳالهيون پڻ کي ٻڌائي سگهي ٿو. اهين ڪارائتن ڪمن جو ڪو انو مٺو ڪونهي. جيڪڏهن پراڻي ڪمچور، ٻوڙي ۽ نابين سوچ جي پڻ مان سڀ ٻاهر ڪڍي دنيا تي چڱيءَ طرح نظر وجهبي ته حيران ٿي وڃبو ته دنيا ۾ هيترا ۽ ههڙا قسمين قسمين ڪارائتا ڪم به پيا آهن جي ڪونه ڪو انسان ضرور ڪري سگهي ٿو! درحقيقت دنيا ۾ هڪڙو به جيئرو انسان ڪونهي جيڪو جيسين نڙيءَ ۾ ساهه اٿس تيسين ڪهڙين به حالتن ۾ ٿورو يا گهڻو، وڏو يا ننڍو، روزانو يا غيرمعمولي ڪارائتو ڪم نه ڪري سگهي.

ڪو ماڻهو پاڻ کي ڪيڏو به ننهن ڪان ڇو نهءِ ڌاڻين ٿي ڪم ۾ غرق سمجهي ۽ ڀلي ڪيس پنهنجيءَ پر ۾ مٿي ڪنهن جي به فرصت ئي نه هجي، پر جيڪڏهن هو واقعي چاهي ۽ گهربل رٿابندي ۽ ڪوشش ڪري ته هن کي ڪنهن نه ڪنهن ڪارائتي گهر جي ڪم لاءِ ڪجهه نه ڪجهه فرصت به ضرور ملي سگهي ٿي. دنيا جي هڪڙي به انسان کي گهر جي ڪمن لاءِ نڪمو ۽ نااهل ثابت ٿيڻ جو لاچار ڪونهي. هر انسان پاڻ کي قيمتي ۽ ڪارائتو ثابت ڪري

سکهي ته بشرطيڪ هو پنهنجي ظاهري توڙي دلي لڪل صلاحيتن کان پورو ڪم وٺڻ ۽ ڏاڪي به ڏاڪي پنهنجي ڪم جون صلاحيتون وڌائڻ لاءِ تيار ٿئي يا ڪيس تيار ڪري سگهجي ۽ ڪانئس صحيح نموني سنڌس ڪرڻ جهڙو ڪم ورتو وڃي. جنهن به پاتيءَ کي ڪنهن به سبب جي ڪري پنهنجي پتيءَ جو ڪم مليل ناهي تنهن کي واسطيدار ماڻهوءَ وٽ ويهي ڪانئس حڪما حڪميءَ پنهنجي پتيءَ جو ڪم وٺي اچڻ گهرجي.

ڪوبه ڪم ڪرڻ لاءِ دلي خواهش ۽ صلاحيتن سان گڏ ڪي نه ڪي وسيلا ۽ واندڪائي به کپي. ان ڪري لازم آهي ته پنهنجي صلاحيتن ۽ وسيلن ۽ وقت جو ڪجهه حصو اڳواٽ رٿا سان گهر جي ڪمن لاءِ پاڇي ڪيو وڃي. جي اسين پنهنجن سمورين صلاحيتن، سمورن وسيلن ۽ سموري وقت سميت گذران، جهجن جي مت ٿيڻ يا ڪانئن اڳرو ٿيڻ ۽ ٻين ڪترا ڳين جي ڇڻ ڪوهه ۾ غرق ٿيا پيا هونداسين ته باقي پيا گهرو ڪم ڪرڻ لاءِ صلاحيتون، وسيلا ۽ وقت ڪٿا آڻينداسين؟ ڇا اسان جي ذات ۽ اسان جي ڪٽنب جي واڌاري، عزت ۽ مان شان لاءِ اسان جا گهرو ڪم به لازمي ناهن؟ دنيا جا روزمره جا ڪترا ڳ ڪڏهن ڪٿا آهن يا ڪٿڻ جا آهن؟ گذران، ذاتي ۽ خانداني ترقي ۽ ٻين ضرورتن کي به ڇيڪ ڇڏي ڏبو ته ماڻهو ڏينهون ڏينهن ويندو تهائين وڌيڪ ديڻ ۾ گڇندو. ان جو علاج اهو آهي ته دورانديشي کان ڪم وٺي، دل ڏاڍي ڪري ۽ رٿابنديءَ سان زندگيءَ کان پنهنجو گهرون، ذاتي ۽ خانداني گذران، سک، بچاءَ ۽ نالي ناموس جون گهرون گهٽايون ۽ اهڙيءَ ريت پنهنجي صلاحيتن، وسيلن ۽ وقت تي انهن گهرن جو بوجو گهٽ ڪريون، پنهنجي صلاحيتن، وسيلن ۽ وقت جو خرچ گهٽايون، ان ۾ ڪفايت ۽ بچت ڪريون ۽ اهي بچتون، صلاحيتون، وسيلا ۽ وقت پنهنجي اهم ۽ بنيادي گهرو ڪمن تي صرف ڪريون.

اسان کي پنهنجي جذباتي نا بالغيءَ جو مسئلو به حل ڪرڻ جي ضرورت آهي ماڻهوءَ جي جيئن جسماني عمر ٿئي ٿي تيئن ئي

سندس ذهني ۽ جذباتي عمر بہ ٿئي ٿي. جيئن ماڻهو جسماني عمر جي خيال کان ننڍڙو ٻار، نا بالغ ڇوڪرو، بالغ جوان ۽ پوڙهو ٿئي ٿو تيئن ذهني ۽ جذباتي طرح بہ هو انهن ڏاڪن مان لنگهي ٿو. ڪي ماڻهو ٽنهي ڳالهين ۾ ساڳي عمر جا ٿين ٿا. اڪثر ماڻهن جون اهي ٽيئي عمريون ڌار ڌار هونديون آهن. ۽ ڪي ماڻهوجسماني طرح بالغ پر ذهني ۽ جذباتي طرح ٻار يا پوڙها هوندا آهن.

جيڪي ماڻهو ذهني ۽ جسماني طرح بالغ پر جذباتي طرح نا بالغ هوندا آهن، تن ۾ ڪنهن نقص سان گڏ هڪڙو نقص اهو هوندو آهي تہ هو حد کان وڌيڪ نازڪ مزاج ۽ ڪمزور اعصابن وارا هوندا آهن ۽ حالتن جي ڪنهن وڏي تبديليءَ ڪري جذباتي طرح منهن ڏيئي نہ سگهندا آهن. هو هڪڙي جاءِ کان ٻيءَ جاءِ ڏانهن، هڪڙي جذباتي ڪيفيت کان ٻيءَ ڪيفيت ڏانهن تبديلي ٿيڻ جي حالت ۾ حد کان وڌيڪ حساس ٿي پنهنجو نفسياتي ۽ جذباتي توازن برقرار رکي نہ سگهندا آهن. ڏک مان ڦري سک ٿيڻ يا سک مان ڦري ڏک ٿيڻ، ننڍي درجي مان وڏي درجي تي چڙهڻ يا وڏي درجي مان ننڍي درجي تي لهڻ، پوياڻ کان اڳتي وڌڻ ۽ اڳيان کان پوئتي هٽڻ جي حالت ۾ هو وڏو جذباتي دٻاءُ محسوس ڪندا آهن هڪدم ڦونڊ ۾ پرجي ويندا آهن يا هڪدم دلشڪستہ ٿي پوندا آهن. لطيف سائين انهن لاءِ ٿي چيو آهي:

”سکين ٿي مَ سنري، پسي ڏک مَ ڏرا“

هن اها هدايت انهيءَ قسم جي جذباتي مسئلي جي حل لاءِ ڏني آهي.

اڪثر ڏٺو ويو آهي تہ آزاد ۽ خودمختيار قومن جا ماڻهو اڪثر ڪري جذباتي طرح بالغ ۽ غلام قومن جا ماڻهو غلاميءَ خلاف جدوجهد ۾ اڳيري ٿيڻ کان اڳ اڪثر ڪري جذباتي طرح نا بالغ ۽ ننڍڙيءَ دل وارا هوندا آهن ۽ سنهي ٿلهي ڳالهہ تي احساس ڪمتريءَ ۾ مبتلا ٿي پوندا آهن. خاص ڪري عزت ۽ رتبي جي ڦيرگهير، لاهي چاڙهي ۽ گهٽ وڌائي ڪين جذباتي طرح ضربيو جڏو

ڪريو وڃن.

خالد بن وليد مسلمان فوجن جو ڪمانڊر انچيف هو. عرب رومي جنگ ۾ هڪڙي زبردست لڙائي هلندي خليفي عمر رضہ جي حڪم تي کيس سندس عهدي تان برطرف ڪري، پنڪو گهڙيءَ ۾ وجهي، بي عزتو ڪري قيد ڪيو ويو ۽ سندس ماتحت ابو عبيدہ بن جراح کي سندس جاءِ تي ڪمانڊر انچيف مقرر ڪيو ويو. خالد پنهنجي اڳوڻي ماتحت ابوعبيده کان موڪل وٺي، هڪڙي عام سپاهيءَ جي حيثيت ۾ عام لڙائي ۾ حصو ورتو ۽ وڏي سورهيائي ڏيکاريائين.

صدر ڪارٽر صدر ريگن هٿان شڪست کائي، کيس چارج ڏيئي، ٻئي ڏينهن نئين صدر جي ماتحت ۽ نمائندي جي حيثيت ۾ ايران مان ڇٽل آمريڪي قيدين جي آجيان لاءِ يورپ ويو. صدر سادات جي جنازي ۾ شامل ٿيڻ لاءِ صدر نڪسن، صدر فورڊ ۽ صدر ڪارٽر صدر ريگن جا معمولي ايلچي بڻجي قاهره ويا. اهي ماڻهو جذباتي طرح بالغ هئا ۽ احساس ڪمتري کان ٻچيل هئا.

اسان وٽ ماڻهن لاءِ اڳتي جي پوزيشن کان پوئتي هٽڻ ۽ مٿين پوزيشن کان هيٺين پوزيشن وٺڻ هڪڙو ناقابل برداشت جذباتي صدمو ٿئي ٿو. اسين ماڻهو اڳيان وڌي وري پويان هٽڻ، پويان هٽي وري اڳتي وڌڻ، هيٺيان مٿي وڃڻ، مٿي وڃي هيٺ اچڻ، هيٺ لهي وري مٿي چڙهڻ انهن ڳالهين سان ڪونہ ڄاڻون. اسان جي سمجهہ ۾ هڪڙو ڀيرو ماڻهو اڳتي وڌي وري پوئتي هٽيو يا مٿي وڃي وري هيٺ لٿو تہ پوءِ وري اڳتي وڌڻ يا وري مٿي چڙهڻ جو سوال ئي نٿو پيدا ٿئي. نئين پوزيشن تي راضي رهون جي ڳالهہ ئي ناقابل برداشت آهي. هڪڙو انچ بہ پوئتي هٽڻ يا هيٺ لهڻ معنيٰ عزت آبرو هميشه لاءِ ختم ٿي ويو. هاڻ ان ڪم سان ڪوبہ واسطو رکڻ نٿيندو پنهنجي رهيل کهيل عزت آبرو ختم ڪرڻ تنهنڪري عزت ان ۾ آهي تہ "ڇڏ منڊو واريءَ ۾!" "جوڳي رمتا ڀلا!" وري ان پاسي منهن بہ نہ ڪجي! اهڙي ريت اسان وٽ هٽڻ جو مطلب منظم

نموني پوئتي هٽي وري اڳتي وڌڻ لاءِ تياري ڪرڻ نه پر بدحواسيءَ وارو ٿاهه ۽ پڪي پاڄ آهي. ”پچ ڇريا! مست گڏيا انيثي!“ مڙس هٽن مان ويوا نه تو ڏلو نه سون ڏنوا!

اسان جي گهر جا اهي باضمير ماڻهو جيڪي هيئنر يا اڳوڻيءَ وارين اهم ذميوارين سان لڳل ناهن، جيڪي هيئنر ڪوبه ڪم نٿا ڪن، جيڪي وڏا ۽ اهم ڪم ان ڪري نٿا ڪري سگهن جو ڪين ڪي مجبوريون آهن جيڪي ٻيا ڪم ان ڪري نٿا ڪن جو اهي ننڍا ۽ خسيس ڪم آهن، تن کي جذباتي بلوغت ۽ بالغ نظريءَ کان ڪم وٺي، ساڻحتيءَ واريون، ”ننڍڙي ۾ ننڍڙيون“ ”خسيس ۾ خسيس“ ”ڪي نين پڻسن واريون“ ذميواريون وٺي، اهي سهٽي نموني پوريون ڪري، پين گهر جي ڀاتين لاءِ مثال قائم ڪرڻ گهرجي.

اسين پاڻ ۾ واڌارا آڻڻ جي مسئلي تي به پورو ڌيان نٿا ڏيون.

اسان کي محنت سان دل لڳائي پنهنجو ڪم ڪرڻ ۽ پنهنجي صلاحيتن کي پوريءَ طرح ڪتب آڻڻ سان گڏ پنهنجي موجوده انفرادي ۽ گڏيل صلاحيتن ۾ واڌارو آڻڻ جي، نيون نيون صلاحيتون حاصل ڪرڻ ۽ نوان گڻ پرائڻ جي ۽ پنهنجي گهر کي مخلاف ڏاڪا ٽڪپائيندو اڳتي ۽ اڃا اڳتي وٺي هاڻ جي ضرورت آهي.

اسين ڏورا ۽ پين جي پيٽ ۾ نهايت پوئتي پيل ماڻهو آهيون. اسان جي ملڪ جون پيون قومون اسان کان جفاڪشي، سرفروشي، ڪنهن نه ڪنهن قسم جي تنظيم، ويڙهه جي قوت، تجربي ۽ تياريءَ ۽ پين ڳالهين ۾ گهڻيون اڳيريون آهن. جي هميشه پوڻان پيچ لڙڪائيندو اچٿو ناهي ۽ سدائين رڳو روئندو پچڪندو، گهوڙا گهوڙا ڪندو، مٿو پٽيندو ۽ پين تي پڪا ڏک ڪندو رهڃي وڃٿو ناهي ته پوءِ اسان کي نه رڳو انهيءَ ڳالهه پر پين ۽ اسان جي وچ ۾ جيڪا زبردست وٿي آهي سان گهٽائڻ پوندي پر مجموعي برابري

حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترين ڳالهين ۾ ڪائنن گوهه به ڪٿي پوندي. اهو ڪم پڻ ڳالهين ڪانسواءِ جديد سائنسي طريقي جي رٿابندي تياري ۽ عمل وسيلي ۽ نوان نوان گڻ ۽ نيون نيون صلاحيتون حاصل ڪرڻ ذريعي ئي ٿي سگھندو. اها ڳالهه نہ رڳو لازم آهي پر بلڪل ممڪن بہ آهي.

شيشا پاشا ۽ وارا ڄمارا آهن. نار جا لوڏا ڦرن پيا. ڪڏهن کهڙا هيٺ ڪڏهن کهڙا مٿي. اسان جو وارو اچڻ بہ لازمي آهي. رڳو ننڍي وڏائيءَ يا اڳ پٺ جي ڳالهه ناهي. تاريخ ۾ ڪئين ننڍڙا ڪوئا وڏن جا ڪن ڪتريون وينا آهن ۽ پيا اچا بہ ڪترين پيا. ڪڏهن مٽ مائيءَ تان ڪڏهن مائي مٽ تان. ڪن ڪي اڳيان مينهن ڊيئين ڪن ڪي پويان! روس، چين، هندوستان، ايران، جرمني، فرانس جهڙن وڏن ملڪن جي ڀيٽ ۾ يونان ڇڻ آڱر جيڏو ننڍڙو ملڪ آهي. پر پنهنجي سخت محنتي ۽ گوناگون صلاحيتن ۽ گڻن وارن هرفن مولا ماڻهن جي ڪري ڪنهن زماني ۾ ان جي اڳيان ڪنهن جي بہ چلي نہ هئي. يونان يونان هو لاجواب ۽ بي مثال. وري ڏرتي ماءُ اهڙو پٽ نہ ڄڻيو تہ نہ ڄڻيو.

ويٽنامي قوم بہ دنيا جي وڏين قومن جي ڀيٽ ۾ ننڍي قوم آهي. فلسطيني تہ سورڳو اسان جي ٽين پتيءَ جيترا مس آهن. ڪل آبادي اٺن ٽيهه لک ڪن! پر ويٽنام سان ڪير ٽڪر هٽي ۽ موجوده سموري افراتفريءَ جي باوجود فلسطيني قوم ڪير سڏائي؟

ماڻهو پاڻ کي ذهني طرح ڪهڙو بہ تيس مارخان سمجهندو هجي پر جي سرت سان پاڻ کي نہ بچائيندو تہ پراڻي نظام جي صديون پراڻي سوچ جي گهيري ۾ گهٽجي اندر ئي اندر ختم ٿي سگهي ٿو. اسان کي پراڻي جي وچ ۾ رهندي نئين سان پنهنجو لاڳاپو ۽ ڳانڍاپو آٽ ئي پهر قائم ۽ سلامت رکڻ گهرجي. اسين ڪهڙي بہ حد تائين پراڻي وڳ ۽ جڳ سان پراڻي وڳ ۽ جڳ جهڙو ٿي رهڻ تي مجبور هجون تہ بہ اسانکي هيئن سان ”هٺ“ رهي نئين وڳ ۽ نئين جڳ جا ڪٺوريءَ ڏار ڇرڻ گهرجي:

وهي منجهين وڳ، ڪڏوريءَ ڏار چري!
ماءُ! منهنجي ڪرهي، پڌر پڳ نه لڳ!
جڳ سين جهڙو جڳ، هيئين سين هٿ چري! (شاهه)

اسان کي پنهنجي نئين سوچ، نئين ادب ۽ نئين تاريخ سان هر وقت لاڳاپو ۽ ڳانڍاپو قائم رکڻ ۾ ڪئين رڪاوٽون آهن. اسانکي گهربل گهڻو مواد انگريزيءَ ۾ آهي، تمام ٿورڙو اردوءَ ۾ ۽ ڪو قليل سنڌيءَ ۾. اسان وٽ انگريزي پڙهڻ وارا آڱرين تي ڳڻڻ جيترا سمجهڻ وارا تهائين گهٽ. اردو ڪتاب گهٽ، انهن کي سمجهڻ وارا اسان ۾ ان کان بہ گهٽا گهٽ. سنڌي ڪتاب اٽي ۾ لوڻ ۽ سي بہ گهڻو ڪري سيني جا پڙهي ڇڏيل. وڃي ڪيڏانهن؟

ان جو جواب آهي تہ انگريزي پڙهجي، جي پيا نہ تہ جيڪي انگريزي پڙهيل آهن ۽ هينئر لکي لکانو پڙهي الله نو، ٿي ويٺا آهن تن کي محنت ڪري ان ۾ قابل ڪار ٿيڻ گهرجي ۽ سمورا ڪتاب پڙهڻ ۽ چڱيءَ طرح سمجهي سگهڻ ۽ سمجهائي سگهڻ جي لائق ٿيڻ گهرجي. اردوءَ کي تہ نہ ڇڏجي ان تي بہ پورو پورو قبضو ڪجي. اردوءَ ۾ ڪيترائي اهڙا ڪارائتا ڪتاب پيا آهن جي اسان مان گهڻن نہ پڙهيا آهن جيڪي بہ چار درجا سنڌي پڙهيا آهن ۽ ان سان گڏ ڪجهه ٿورو ڪڙهيا بہ آهن سي جي اجايا ٽڪا نہ ڏين، همت ڪن، سخت پورهئي کان نہ ڊڄن ۽ لهرائين نہ تہ پيا تہ ٿهبو پر آردوءَ جا "سوسي سے مارکس...... تک" جهڙا وزندار ڪتاب بہ پڙهي سگهن ٿا. جيڪي سمجهه ۾ نہ اچي سو ٻين کان پڇجي. پڇندڙ نہ منجهندڙ. پڇڻ ۾ شرم ڪهڙو؟ سڄي ڳالهه ذري پرزي سمجهه ۾ نہ اچي تہ قربان ٿي! جيڪو ڪن ٻج سمجهه ۾ اچي ويو سو سون ٿيو! وري ٻيي ماهه ڪبي. ٻيءَ پنيان ٽي، ٽيءَ پٺيان چوٿين. ڇڏيون ڪي ڀرن؟ ڪتاب جا ڪن آهن جو ڀاڻ هٿي هٿي نيٺ ان کي سمجهي وڃن! هونئن بہ ڀاڻ ڪهڙا ٽڪا خرچ ڪيا آهن؟ ٿورو نہ ٿوروئي سهي! "جي ماسو ملئي مال تہ پوچارا پرٿئين!" جن کي چڱي اردو اچي ٿي سي سٺو هئندا، لاهي پاسي لڳندا تہ فلسفي،

اقتصاديات ۽ سياست بابت اردوءَ ۾ موجود ڪجهہ اعليٰ درجي جا ڪتاب سٺي نموني سان پڙهي ۽ سمجهي وٺندا. هونئن بہ ٿورو ئي ڪو ڪم جو ادب اردوءَ ۾ پيو بہ هوندو تہ گهڻو ڪجهہ ليي پوندو. خود جيڪي سٺا اردو سنڌي ڪتاب يـا ناول وغيره اسان اڳ ۾ پڙهي ڇڏيا آهن، تن مان جيڪا سمجهہ ملئي هئي، جيڪو مزو ۽ فائدا حاصل ٿيا هئا سي ولجي ختم ٿي ويا ڇا؟ نہ! سٺا ڪتاب دائمي ۽ ڪڏهن بہ نہ کٽندڙ مزي ۽ فائدي جا سرچشما آهن.

ان تڙ منجهان تڪ، ڏني پاڻان اڄ ٿئي!

جيترو انهن کـي وڌيڪ پڙهبو اوترو انهن جـا نوان نوان لڪل نقطا ۽ اثر، معنائون ۽ مزا پڌرا ٿيندا. پيا اهڙا ڪتاب تـہ پري رهيا، ماڻهوءَ کي خود پنهنجون سٺيون لکئيون وري وري پڙهي بـہ هميشه نئين سمجهہ ۽ نئون مـزو حاصل ٿئي ٿو، تازو ويتناسي ڪهاڻيون پڙهي ائين لڳم ڄڻ رت جون ڏهہ بوتلون چڙهي ويون. حالانڪ اهي ڪهاڻيون اڳ ڏهہ پيرا پڙهيل هونديون! ان ڪري پيا ڪتاب نہ ملن تہ اڳ پڙهيل سنڌي توڙي اردو وغيره ڪتاب وقفي وقفي کان پوءِ وري وري هميشه لاءِ پڙهندا رهڻ کپن. پلي ياد ٿي وڃن. آخر ماڻهو وڏا وڏا ادبي ۽ مذهبي ڪتاب بہ تہ ياد ڪريو وينا آهن!

مطلب تہ پنهنجي نئين سوچ، نئين نظريي، تاريخ ۽ ادب سان ڪنيڪشن هر وقت ۽ هـر حال ۾ قائم رهي. نہ تہ پراڻي سوچ ۽ نظريي جا واڳون ڏسندي ڏسندي ماڻهوءَ کي ڪرڻي ڪائي ويندا. بچاڙيءَ جو هڏا بہ ڪونہ لڀنداسون.

مارئي بہ پي هر مصيبت سهڻ لاءِ تيار هئي پـر مارن سان ڪنيڪشن قائم رکڻ بنا، سنڌن نياڻن ۽ ڪتابن بنا، جيئڻ جنجال ٿي سمجهيائين:

نڪو اير نہ پير، نڪو اوٺي آئيو،
مون وٽ آيو ڪونہ ڪو پائران پري پير،
ڪتابتون ڪير، آڻي ڏيندم ان جيون؟ ”لطيف“

اسان وٽ به اسان جي پاڙن جا ٻا اوڻ اچي اير پير ڪري نٿا سگهن ته به مارن جون اهي ڪتابتون ته آهن. اهي اٽ نسي پهر اکين اڳيان هونديون تــه ماڻهو جهڙوڪر مليڙ ۾ وينو هوندو. پراڻي سوچ عمل جا قهر جا ڪوٽ جڪ مارينندا رهجي ويندا.

اهي ڪتابتون ۽ ڪتاب جن ۾ پنهنجي سڄڻن جي سوچن ۽ ڪارنامن جو بيان آهي تن ڪان اسين پنهنجي لاءِ آئيني جو ڪم به وٺي سگهون ٿا.

اسان جو پراڻو يار ۽ اسانجي زندگيءَ جو ساٿي يعني اسان جي انا جو شيطان جيڪو ويچارو ڪوشش ڪري ڪڏهن به اسان ڪان ڌار نه ٿيندو آهي. جنهن ڪي تڙي ڇڏيندا آهيون ته به پيرو نه ڇڏيندو آهي ۽ اسان ڪي هر وقت مفت ۾ قيمتي قيمتي مشورا ڏيندو رهندو آهي. سو جڏهن به حسب دستور اچــي اسان جي ڪن ۾ ڦوڪ ڏئي، ته ”ميان فلاڻا خان! دنيا ۾ ڀلايليءَ جــو برابر ڇيهه ڪونهي پر توکي بــه يارا ماءُ کير ٻي ڇانو آهي! ڀلي! ههڙيون مڙسيون، ههڙا ڪارناما ۽ هيڏيون قربانيون! شابس آهي توکي جو ههڙي ڪين جهڙي بيقدري گهر ۽ قــوم لاءِ پاڻ تــي ٽانڊن جا مچ ٻاريو وينو آهين! آفرين! ڀلي صد آفرين!“ تــڏهن اسين انهن ڪتابتن جــي آرسيءَ ۾ پنهنجو منهن ڏسي، پاڻ ڪي انهن ۾ بيان ڪيل ڳالهين جي ڪسوٽيءَ تي پرکي، پنهنجو هوش جاءِ تي رکي سگهون ٿــا ۽ ڦوڪڻ ۾ پرجي پوريءَ ڪان ٻــاهر نڪرڻ ڪان بچي سگهون ٿا.

جي عمل بنا علم آهي سگهيون ڦلهيار ۾ ڦوڪون ڏيڻ تــه علم بنا عمل به ويچارو انڌو نابين آهي. پورهيت دانشورن جي اثاٿ ۽ ان جي ڪري عملي ۽ نظرياتي ڪم جي گهٽتائيءَ جي ڪري اسان جو ڪم گهربل رفتار سان اڳتي وڌي نٿو سگهي.

گهر ۽ اسانکي اهڙا ماڻهوڪن جي ٻوگهرو پورهيو ڪرڻ سان گڏ اعلي پايہ جا استاد، اديب، شاعر، عالم، تاريخ دان، دانشور،

محقق ۽ مصنف ”بڻ“ سبق پڙهائين. اخبارن ۽ رسالن ۾ گهربل عملي ادبي تاريخي نظرياتي مضمون ۽ مقالا لکن. ڪتاب تصنيف ۽ مرتب ڪن. اعليٰ معيار جا ترجما ڪن. سنڌيءَ مان اردو ۽ انگريزيءَ ۾، انگريزي ۽ اردوءَ مان سنڌيءَ ۾ سنڌ جي عملي ادبي ۽ نظرياتي اسٽيج تي نالو ڪڍي، وڏو اثر پيدا ڪري، ان اسٽيج کي عوام جي دسترس ۾ آڻين ادب ۽ ثقافت جي اڳواڻي ڪن.

ڇمندي ڇام ڪير ٻ، ڪونهي، ماءُ پيٽان ڪير بہ پڙهي ڪونہ ٿو اچي. سيڪا ڳالهہ ڪرڻ سان آهي. جن ۾ گهربل صلاحيت آهي تن کي جي هينئر اهي ڪم نٿا اچن تہ ڪو فڪر ڪونهي. هو ڏاڪي بہ ڏاڪي اهي ڪم سکي سگهن ٿا. ڪٿان نہ ڪٿان شروعات ڪبي، مشقون ڪبيون، غلطيون ڪبيون، غلطين مان سبق سکبو، سخت ۾ سخت محنت ڪبي تہ ماڻهو نيٺ پڙ ٿي ويندو. جيڪي اهي ڪم ڪن پيا سي بہ ڪي الله جا پٽ ڪونهن، پاڻ وانگر ئي ماڻهن جا پٽ آهن. جيڪي پيا ڪري سگهن ٿا سو اسين ڇونہ ٿا ڪري سگهون؟

اسان جا اهي پڙهيل باصلاحيت ڀاتي جن کي في الحال ڪو ٻيو اهڙو خاص ڪم ڏنل ڪونهي تن کي اهي وٽني جا ڪم ڪرڻ گهرجن کين ان لاءِ پنهنجي تربيت ۽ تياري شروع ڪرڻ کپي بيحد خوشيءَ جي ڳالهہ آهي جو اسان جي ڪن ڀارن پنهنجي دليان لڪت پڙهت جا ڪي ڀلا ڪم ڪيا آهن ۽ انهن مان ڪي شيون شايع بہ ٿي ويون آهن. آئون انهن سڀني کي سلام ڪريان ٿو ۽ کين ان پاڻ مرادي پيش قدميءَ لاءِ دلي مبارڪباد ڏيان ٿو. ٻين گهر جي ڀاتين کي انهن جي مثال مان سبق سکي اڳتي وڌڻ گهرجي ۽ گهر جي اها زبردست کوٽ پوري ڪرڻ گهرجي.

ايمان جي پاڙ عشق آهي. محبوب سان محبت ۽ سندس دشمن سان نفرت پاڻ ۾ لازم ملزوم آهن ۽ هڪڙي ئي حقيقت جا ٻہ پاسا آهن. عشق ۽ نفرت گهٽبي ويا تہ ايمان جي پاڙ بہ هلي هلي گهٽبي ويندي. بنا هيج ۽ شوق جي، بنا عشق جي، دنيا جون

واقعي وڏيون منزلون سر ڪرڻ ناممڪن آهن. سهڻي لطيف تڏهن ئي چيو آهي:

هيج نہ هوندو جن، سي ڪئن وندر ويندريون؟

سلطان باهوءَ ايمان جي سلامتيءَ جي جاءِ تي عشق جي سلامتيءَ جي دعا گهرڻ جي هدايت ڪئي آهي. چئي:

ايمان سلامت هرڪوئي منگي، عشق سلامت ڪوئي!

هرڪو ايمان جي سلامتيءَ جي دعا ٿو گهري. (حالانڪ دعا تہ) عشق جي سلامتيءَ لاءِ (گهرڻ کپي جيڪا) ڪي ڪي گهرن ٿا.

ڪوشش ڪري، ڏک سک ۾، مارن جي وچ ۾ رهبو، سدائين سائن واڳيو رهبو، لطيف پڙهبو، ٻيا ڀلا شاعر پڙهبا، سڀئون منيون ڪچهريون ڪبيون، عشق ڪي جدوجهد ۽ قربانيءَ جي سراڻ تي چڙهيل رکبو تہ عشق ڪي ڪڏهن بہ ڪٽ نہ لڳندو، سدائين سلامت ۽ سدا بهار رهندو.

ڏينهون ڏينهن نئون، مونکي ورهہ وڙهيچن جو!
منهنجو من ميان! واڳيون وڙهيچن سان!
ڀڄاڙيءَ جي ڳالهہ آهي مڙسيءَ جي.

چوندا آهن تہ مڙسيءَ ڪي پک آهن! ٻڙين مٿان ٻت، ڪانگن ڪيرائي وڌي! سورهيا ئي ۽ قربانيءَ ڪانسواءِ رڳو ٺلهي چالاڪيءَ ۽ سگهي ٻاڙئي عقل جي زور تي ميدان مارڻ جي آس اجائي آهي.

مڙس گهڻوئي عقل جو ويرا! ڳالهين جو ڳهير ۽ ڪچهريءَ جو مور هوندو پر جي ٻاڙيائيءَ جو حساب هوندس تہ سندس ڪل ٽڪو بہ ملهہ ڪانہ ڪندي.

"آپ نڳاوڻ، ٻڙا سک پاوڻ" واري ڳالهہ اجائي ڪانهي پريائين پنهنجو ڏئو وانئو نقصان ڪرائبو تڏهن ئي ڪي وڏا فائدا حاصل ٿيندا. پهرين ٻج زمين ۾ ڦٽو ڪري، حال هٿان وڃائبو تڏهن وڃي ڪنهن فصل جي حاصلات جي اميد ٿيندي. قربانيءَ ۽

سورهيائيءَ جي ڳالهه ۾ اسانکي پنهنجي ڳوٺ ۾ ٻين کان اڳيرو ٿيڻ کپي، پر اسين اڃا انهن کان جهڙوڪر پٺتي پيل آهيون. اها کوٽ پوري ٿيڻ کپي.

سکي اڳيان ڊوڙ کانه وجهبي آهي. اوهين ڀاڻ سمجهو آهيو. اميد ته هنن ڳالهين تي غور ڪندا ۽ جي ٺيڪ لڳن ته انهن تي ڌيان ڏيڻ ۽ عمل ڪرڻ جي پوري پوري ڪوشش ڪندا.

موڪلائي ڪانهي. سدائين گڏ.

هميشه اوهانجو

## ڪنڊ ڪر

(’ڪونج‘ مخزن جي، ڪهاڻين جو مجموعو)

ڀارت جي ’نئين‘ سنڌي ڪهاڻيءَ جي هاڪ گهڻي زماني کان سنڌ ۾ ٻڌي اهي. پر ڪيترا ڀيرا ڪوشش ڪرڻ کانپوءِ به ان ڪهاڻيءَ ۾ ڪهاڻيڪار جو پورو اندازو نه لڳي سگهيو. سبب اهو هو جو نين ڪهاڻين جي نه ٻولي سمجهه ۾ ٿي آئي، نه وري اسٽائيل ۽ نه مطلب. هر ڀيري پنهنجي اڻ ڄاڻائيءَ ۽ سستيءَ کي ڏوهه ڏيئي، ٻي دفعي ضرور به ضرور ڪجهه ڪهاڻيون پڙهڻ جو دل ئي دل ۾ وعدو ڪبو هو.

آخر هن پرچي جي ڪهاڻين کي اول ڀڪساهي، پوءِ ور ور ڏيئي پڙهي، ڪلاڪن جا ڪلاڪ اکرن جي معنيٰ، لڪل جي ڍنگ جون رمزون ۽ مقصدن جون ماڻون پروڙڻ کانپوءِ ڪجهه ڪجهه اندازو ٿيو آهي ته ڳالهه ڇا آهي.

ڪونج رسالو هن ’نئين‘ سنڌي ڪهاڻيءَ جو سڀ کان وڏو سرچشمو ۽ علمبردار آهي. ان جي هن ڇهين ڪهاڻي پرچي جي ڪهاڻين پڙهڻ مان پتو پيو ٿو، ته ڀارت جي ’نئين‘ ڪهاڻي جا ڀار پتا ڪهڙا آهن.

هن مجموعي ۾ سڀ کان اول ڪهاڻيڪارن جو مختصر ادبي تعارف ڏنل آهي. ان بعد شيام جئسنگهاڻي جي لکيل ١٧ صفحن جي سمپادڪيه (ايڊيٽوريل مضمون) سان گڏو سامتاڻي، ثميره زرين، هريش واسواڻي، وشنو ڀاٽيا، ايشور چندر، انند کيماڻي، شيام جئسنگهاڻي، جون ست ڪهاڻيون ڏنل آهن. تعارف مان ڏسي سگهجي ٿو ته جن ڀارتي سنڌي ڪهاڻيڪارن جون ڪهاڻيون مجموعي ۾ شامل آهن، سي ڀارت جا ناليرا 'نوان' ڪهاڻيڪار آهن. منجهانئن جنهن گهڻ ۾ گهٽ ڪهاڻيون لکيون آهن، يعني شيام جئسنگهاڻي، سو به ڇهن ڏهن جي انگ کان ٽپيل آهي. ٻئي ٽن ويهن کان مٿي ڪهاڻيون لکيون آهن. منجهانئن هڪڙو (وشنو ڀاٽيا) ته ڏيڍ سؤ کان به گهڻيون ڪهاڻيون لکي چڪو آهي ۽ سندس ڪهاڻين جا سڄا سارا چار مجموعا ڇپجي چڪا آهن. گڏني ۽ شيام جو هڪڙو هڪڙو ۽ ايشور چندر جا ٻه ڪهاڻين جا مجموعا ڇپجي چڪا آهن. اهي سمورا ڪهاڻيڪار ناول نويس به آهن.

گڏني سامتاڻيءَ جي ڪهاڻي 'ڪنڌر' ۾ هڪڙي عورت هڪڙي مرد جي دل ۾ ٢٠-٢٢ سالن جو پراڻو پيار جاڳائي نئون ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿي، مگر هو سڀڪجهه وساري ويٺو آهي ۽ ياد ڪرڻ نٿو چاهي.

ثميره زرين جي ڪهاڻي 'هي گيت اڏامندڙ مورن جا' ۾ هڪڙي خوبصورت جوڙي کي هڪ ٻئي لاءِ تڙپندو ڏيکاريو ويو آهي. آخر ۾ انڪشاف ڪيو ويو آهي ته هو وڇڙيل ڌيءَ ۽ پيءُ آهن.

هريش واسواڻيءَ جي ڪهاڻيءَ ۾ هڪ پٽ کي پنهنجي پيءُ جي موت بعد پڻس جي زندگيءَ تي ويچار ڪندو ۽ قياس ڪائيندو ڏيکاريو ويو آهي.

وشنو ڀاٽيا جي 'لمبي چوڙي' عنوان واري ڪهاڻي 'هيمنگوئي تلوار، ڏکي جا سڳ ۽ شينهن جا سپنا' هڪ اهڙي مرد جي ڳالهه آهي، جو گهڻيءَ آوارهگردي ڪرڻ ڪري مرداڻي طاقت وڃائي زال اڳيان پشيمان ٿيو ويٺو آهي.

ايشور چندر جي ڪهاڻي ’انڌي روڻن‘ ۾ وري هڪڙي مرد کي پارن جي وڏڻ جي ڏپ ۽ ڇم-روڪ جي وسيلن بروقت موجود نہ هئڻ ڪري لاچار زال سان همبستر ٿيڻ جي چوٽ چڙهيل جذبي کي دٻائيندو ڏيکاريو ويو آهي.

شيام جئسنگهاڻي جي ڪهاڻي ’ڪونهي جو موت‘ هڪ فلمي اسڪرپٽ لکندڙ مرد ۽ فلمن ۾ ڪم ڪندڙ هڪڙيءَ ڇوڪريءَ جي وچم وقتي ميلاپ ۽ وڇوڙي جي ڳالهہ آهي.

آنند کيماڻي جي هڪ ’نئين شروعات‘ ۾ زال جي معاملي ۾ ظاهري طرح آزاد خيال ۽ دل ئي دل ۾ جلندڙ مرد جي ڳالهہ آهي. جو پنهنجي زال کي نوڪري ڪندو ۽ ٻين مردن سان ملندو ڏسي پنهنجو حسد نٿو لڪائي سگهي.

ڪهاڻيڪارن جي لکڻي جي نموني جو ڏلهي ليکي ۽ مٿاڇرو اندازو شايد هيٺان هُتان ڪنيل هنن ٽڪرن سان لڳائي سگهجي:

گني جي ڪهاڻيءَ جي شروعات اجهو هيئن آهي: ”.... رستو هن جو سڃاتل تہ هو، پر گهڻي عرصي بعد اتان لنگهندي هن پاڻ کي سڃاتل رستي تي اجنبي محسوس ڪيو.

هيءُ موڙ هو؟ ڪٿي هو؟ ها، هو، يا شايد هن موڙ تي جڳهہ نئين ٺهي آهي، يا شايد جڳهہ بہ هئي، پر دڪانن جي اڏاوت نئين ۽ رستي جي ساڄي پاسي نئين نمبر گهٽيءَ ۾ اندر مڪان نمبر ڇوٽون (ڇوٽون؟) هن سوچيو. هن ڪجهہ ياد ڪيو. ها. ڇوٽون. شنڪر جو گهر....“

ثميره جي ڪهاڻيءَ ۾ پارٽيءَ اندر فريال جو پنهنجي ٻيءَ ڏانهن ڌيان اجهو هيئن ڇڪايو وڃي ٿو:

”او....!!“ حيرت مان هن جا چپ گول ٿي ويا. هن فريال کي آهستي چيو: ”اڙي فريال.... هو ڏس بازيد! اسان جي ئي واري ٽيبل تي....“

فريال ڪان ذري گهٽ ڇرڪ ڀرجي ويو ”هان سچ!؟....“

هن ڏٺو- پروقار صورت، ڪشاده پيشاني ۽ ذهانت پرپور

اکيون، جن مان اداسي صاف بکي رهي هئي- هو جهڪي سگريٽ کي لائيٽر جي شعاع جي قريب آڻي رهيو هو.

پوءِ نجاڻ ڪيئن ڪهڙا دهارا فريال جون نگاهون سندس چهري جو طواف ڪري موٽي آيون ۽ هڪ دفعو به بازيد جي نگاهه هن جي نگاهه سان نه ٽڪرائي...."

هريش جي ڪهاڻيءَ وارو پٽ وڃي پيو. ".... سندس سڄي شرير مان پاڻي ڳڙي رهيو هو.... هنجي پرش انگ تي به وار حاوي ٿيڃي ويا هئا. جن ان جي مٿان ڪا ڪارائي ڪونٽر سان چنبڙي پيئي هجي.... ڪيس لڳو سندس چال بدلجي ويئي آهي ۽ جيئن ئي هو ڪاڻ مان ٽاول ڇڪيندو، تيئن ئي باٿ روم جو دروازو کلندو ۽ هڪ ننڍڙو ٻار ڏانهس پل لاءِ گهوري نهاريندو، سندس وات مان نڪرندو "هش" ۽ ڦٽاڪ سان دروازو بند ٿي ويندو...."

وشنو ڀاٽيه جي ڪهاڻي وارو ذري گهٽ نامرد مڙس سوچي پيو.

"مونکي ڪجهه به نٿو سجهي، سوراخ تي سوراخ پر ناٽڪ بدران جيڪڏهن شينهن ان ۾ گهڙي وڃي ته ڇا ٿيندو؟ بونيءَ جو سوراخ !

ڪئنواس تي چهپيل مردانه عضوا.

مشڪليس+مشڪليس= جينيس.

جوش! ڏکي جو، شينهن سپنن ۾ قيد. هينگوي سمر ڳواسي ٿي ويو. ان سان گڏ سوڳواس ٿي ويا. همت ۽ طاقت.

ايشور چندر جي ڪهاڻيءَ وارو مرد زال سان گڏ مخاطب آهي:

"هن جوءِ کي ٿورو ڏوندا ريو. هن جي آگرين کي زور ڏيئي جوٽس ڇو ٿا آهي؟

— اهوئي روئن....!

— نه، اڄ نه!

— اون هون! نه ته ننڊ ٿي نه ايندي.... توکي شايد خبر نه هوندي ته بُرشن اڄڪلهه استرين کي "سليپنگ پلس" ڇو شروع ڪيو آهي....!

جوڙس چپ رهي.
هو ڪپٽ مان ڪجهه ڪڻڻ لاءِ آئيو. ڊبل چڪ واري جلمي ٽيوب جو آئپليڪيٽر ڪٿي آهي؟
— اتي ئي هوندو....
هو وري هيڏانهن هوڏانهن ڳولهڻ لڳو. ”هتي ته ڪونهي....“
شيام جهمنگهاڻي جي ڪهاڻي ’ڪوئي جو موت‘ جي شروعات:
”ڪيس سامهون ڏنو اٿم. هوءَ آهي. سنهنجا چپ پاٽمرادو لڏي وڃن ٿا. عجيب آهي، وقت جو هي خال....خ....آ....آ.... ڪهڙو ذريعو آهي ماپڻ لاءِ؟ لنبائي. ويڪرائي. ايراضي.گهير. دائرو. تور. ڪهڙو ماپو؟ ڇڻ پراڻي دائري جي ڪنهن پني مان ”پڪ مارڪ“ اوچانڪ اڀي ٻاهر ڪري آهي، نڪمي.
”هي، هن طرح جا ڳنڍ (؟) مسمريزم جي ”زبردستيءَ جي تنڊ“ جيان. مان شايد ڪجهه به ٺيڪ سمجهڻ جي اسٿتيءَ ۾ ناهيان. پڪ ئي پڪ ناهيان. اهو ”شايد“ جو ”پڪ“ بنجڻ ڪيترو نه شارٽ آهي. ڪيڏو نه شارٽ آهي، ان پڪ جو وجود! ڦٽ!....“
آنند ڪيماڻي جي ڪهاڻي ’نئين شروعات‘ جي پڇاڙيءَ ۾ نوڪري ڪندڙ زال استعيفا ڏئي ٿي ۽ ڪهاڻي هيئن ختم ٿئي ٿي!
”.... روما پڇيو. ٺيڪ آهي نه؟ راجيندر ڪجهه ڪڇي نه سگهيو. البت ڪيس هڪ نئون احساس ٿيو. روما ڇڻ سندس لاءِ ئي اپسار ڪيو هو. چند منٽ اڳ روما جي وارن سنوارڻ ڪي هو من ۾ وري ڏسي رهيو هو. ۽ من ئي من ۾ هن روما جي وارن جي هڪ لٽ کي الجهايو. ڇڻ روما چيو هجي. ”ڇٽ!“ هن کي لڳو انيڪ صدين کان پوءِ، هن روما سان گڏ شام جي ڇانهه پيتي هئي. هن جي تمنائن جي باغ ۾ هڪ خوبصورت ڪلي کلي هئي، جنهن کي هن نوڙي پنهنجي شخصيت جو انگ بنايو هو. ۽ هن پاڻ کي ايندڙ هر ڏينهن اهڙي ئي هڪ خوبصورت احساس کي پائيندو ڏٺو. ليڪن هو روما چئي، ”ٺيڪ آهي نه؟“ جو ڪوبه

جواب نه ڏيئي سگهيو. ظاهراً مسڪرائي نه سگهيو. ڏکي ٿي نه سگهيو. ڏيري ڏيري صرف چانهه پيئندو رهيو...."

شيام پنهنجي 'سنڌي ڪهاڻيڪار- موجوده صف- پس منظر' جي عنوان واري سمپادڪيه ۾ پارت جي 'نئين' سنڌي ڪهاڻيءَ ان جي خصوصيتن، ان جي ارتقا، ان جي لکندڙ پراڻن ڪهاڻيڪارن، سندن خامين ۽ خوبين، فن ۽ ڪلا جي فلسفي تي رائزني ڪئي آهي.

سندس لمبي سمپادڪيه جو نچوڙ ڏسبو ته هي آهي!

"سنڌي ڪهاڻيءَ.... (۾) سنڌي جيوت (زندگي) الڳ ورلي ٿي چڪي.... (اها) آس پاس طرف ايماندار آهي 'ڪمٽيڊ' (ڪنهن سان پول ۾ ٻڌل) ڪونهي.... آزاد طبع آهي.... مارڪسواد جي بيڻل پاڻي کان دور فاصلا طئي ڪندي اڳيان نڪري ويئي آهي. ڪهاڻيءَ ڪي پرچار جو هٿيو بنائڻ جي ڪوشش ۾، پرچار وادين صرف پنهنجي چاتي ڪٽي آهي.... (شروعاتي) هڪ دور (ڪهاڻيءَ جي حوالي ۾) شور، هنگامو. ڪشمڪش. ختم دور. قبرون ۽ ڪنڊر. هڪ انداز ختم ٿيل، ڍلا ٿيل، چڪجي ويل، بکريل، چپ ٿيل. سماڌيون ۽ مورتون. ڪجهه هلندڙ چلندڙ مورتون بس، ڪوڪليون. لنگڙائي هلندڙ ٽ ٽنگا ريس جا گهوڙا. ڪجهه گهوڙا گوڙمي هلندڙ ۽ ڪجهه سرخ روسي پلا لڳائي منڊڪائيندڙ....اڄ جو ڪهاڻيڪار ڪاميابيءَ، ناڪاميابيءَ جي چنتا بجاءِ پاڻ سان وفادار رهڻ ٿو چاهي.... رچناڪار ڪي الوچڪ (نقاد) جي پرواهه ڪرڻ بجاءِ مٿس رحم کائڻ وڌيڪ پسند ڪرڻ کپي. ان طرح پرواهه ڪندي ختم ٿيڻ جو مثال برنارڊ شاهه جو جينيس به آهي.... اسان وٽ ڪهاڻيڪارن جو وڏو حصو ڊرپوڪ هو، پاٺڪن جي پسندگيءَ جو ڊر، آلوچڪن جي حملن جي ٿرٿر، بزرگ اوليائن جي درشن جو لحاظ، ڪاميابيءَ جي ڪسوٽيءَ تي پار اُڪرڻ جو فڪر، بدنامي جي پرواهه. ان ڪري يگه - چيتنا ڏانهن وفاداري نه هئي.... (نوان) ڪهاڻيڪارن پاڻ سان يگ ۽ سان لنڪو ۽ سڌو رستو جوڙيندي اڳي رهيا آهن.... اڄ آدرشن وڏن ڪابه پل، زندگيءَ جي پٽارت ۽ ان جي پيچيدگين

ڪان پار پوڻ لاءِ، ڪونهي جليل پليون آهن. ڪاهي آهي. ڪهاڻي جو جنم هڪ مجبوري آهي. مونجهه ڀريل ننڍل آدرش، رڪ ٿيندڙ ان جون جڙون ۽ ڦهلاءُ ۽ مٿان جيون جـو ڪڙو يٿارٿ - مبهم ۽ پيچيده. مٿا لفظ ۽ زندگيءَ ۾ مـوت جـي ملاوت.... اڄ جي فرد، اڄ جو بوجهه سر مٿان ڪٺندي (اڄ ڇا ڇا سان گهيريل ڪونهي!) سچائي جي بيبقائيءَ (Uncertainty) ۾ رڱيل، ايندڙ وقت لاءِ آسائتو رهڻ جي فلسفه ۾ پريل بڪواس تي لڳجڻ ڪان سچيت ڌرم ۽ سماج وغيره جي دقيانوسي تنگ خيالن کي، مانسڪ سطح تي گهٽيءَ جي اونڌاهي سوڙ وٽ رکيل، ڪچري جو ڍير سمجهندي- غيرسلامتي، مالي لوڏن ۽ راجنيتي دٻاون کـي ڇهنبدار شيخن جيان پـاڻ طرف سيڻي طرفن ڪان وڌندي محسوس ڪري ٿـو- يـا- ان طرح جي حالت جي الڳ الڳ تصورن سان گذري ٿو. تصور ڊوڙي ٿو. پڄي نٿو سگهي. جيسين مـري تيسين جيئي ٿـو. سماج، نظام، ڪٽنب (ڪٽنب جي ميڙيل معنيٰ پر رشتن ۽ رشتن جي هڪ ٻئي طرف موٽ واري توج ۽ ان ۾ آيل فرق ۽ تبديلين) ۾ گهيريل، پنهنجي سماجڪ ۽ مالي رتبي جي انفرادي سطح تـي معنيٰ پائڻ لاءِ ڪنهن حـد تائين منجهيل، بي‌واه ۽ پنهنجو پاڻ ۾ اڻچٽو رهي ٿو.... اسين ٻنجارا سنڌي.... ٻيءَ پوسيءَ تي، ٻين جاتين سان ملي، پنهنجن ريتن رواجن ۽ جيئڻ جي ڍنگ کي حالتن موافق بدلائي جيئڻ جي ڪشمڪش ۾ مصروف آهيون...."

هن مجموعي جي لاءِ ڪهاڻين جي چونڊ ۾ ڏسجي ٿـو تـه انهن اصولن جي روشنيءَ ۾ ڪئي وئي آهي، جن جو مجموعي جي ايڊيٽر ذڪر ڪيو آهي. ان ڪري ايڊيٽر جي خيال ۽ نظرين کي سمجهڻ خود مجموعي ۾ آيل ڪهاڻين کي سمجهڻ ۾ وڏي مدد ڏيندو.

شيام جي 'لمبي' سمپادڪيه جي چند ڇاڻ ڪجي ته هيٺيان مکيه نڪتا نظر ايندا:

(۱) 'نئين ڪهاڻي' آزاد طبع آهي. زندگيءَ جي ڪنهن نظريي سان وفادار ڪانهي.

(٢) 'نئين ڪھاڻيءَ' ۾ زندگي جي ڪنھن نظريي جو اظھار نہ ھئڻ کپي.

(٣) 'نئين ڪھاڻيءَ' کي (الف) ڪھاڻي جي ڪامياب ٿيڻ جو فڪر نہ ھئڻ کپي. (ب) تنقيد کي نظرانداز ڪرڻ کپي. (ت) ڪھاڻي پڙھندڙن کي پسند اچي ٿي يا نہ، سو لحاظ نہ رکڻ کپي. (ث) ادبي روايتن جو خيال نہ رکڻ کپي. (٤) آئنده بابت ڪابہ سھڻي اميد رکڻ بڪواس آھي. (٥) اڄ جو انسان زندگيءَ کان ڀڄي نٿو، ان جا تصور ڊوڙي ٿو. جيسين مري، تيسين جيئي ٿو. (٦) انھيءَ بيان ظاھر آھي تہ اڄ جو انسان زندگيءَ کي فقط برداشت ڪري ٿو. ان کي بدلائڻ جي جدوجھد نٿو ڪري.

(٧) اڄ جو انسان فقط اڪيلو سھي، جيئي مري ٿو. گڏيل ڪوشش، جدوجھد ۽ واداري جي ڪا ڳالھہ ڪانھي.

شيام پنھنجي سمپادڪيہ جي بيان ڪيل اصولن جي انھي ھمپادڪيہ ۾ ئي گھٽي يا گي عملي ترديد ڪري ڇڏي آھي.

ھو آلوچڪن (نقادن) تي ڪفر جي فتوا ڏئي ھڪدم اڳين، پوين ۽ نين ڪھاڻين تي، فن ۽ ڪلا تي، تاريخ تي بلڪ زندگيءَ تي لمبي چوڙي آلوچنا (تنقيد) شروع ڪريو ڏي.

ھو نئين ڪھاڻيءَ کي آزاد طبع ٺھرائي وري ويھي اتلاءِ يگ سان سچائي، يگ - چيتنا، مَن - ڇيد وغيره جا انيڪ شرط لڳائي ٿو.

ھو نظرين کان آجو ھجڻ جي گھر ۽ دعوا ڪرڻ کان پوءِ ھڪدم پنھنجا خاص نظريا پڙھندڙن ۽ ڪھاڻيڪارن تي مڙھڻ لڳي ٿو.

ھو بزرگ اوليائن جي آدرشن جو لحاظ نہ ڪرڻ جو حڪم ڪرڻ کان پوءِ، خود ئي بزرگ اوليا بڻجي زورشور سان پنھنجا آدرش بيان ڪرڻ لڳي ٿو.

فن ۽ ڪلا بابت دنيا ۾ ٻہ نظريا، ٻہ فلسفا، ٻہ آدرش موجود آھن. ھڪڙو ھيءُ تہ ڪلام ۽ فن زندگيءَ جي تقدير ٻہ

آهي ته ان جي پرک به. زمانو، بلڪ زمانن جي پراڻن جي تنقيد به آهي تہ ان جي سونهن ۽ چڱاين جو قصيدو ۽ انسان جي روشن مستقبل ۾ ايمان جو ثبوت به. ڪلا ان روشن مستقبل کي ويجهو آڻڻ ۽ حاصل ڪرڻ جي جدوجهد ۽ سنگهرش ۾ سڀني جي اڳيان جهنڊو کڻي هلي ٿي، پهرين باغي للڪار ڪري ٿي. پهريون زخم کائي ٿي، پهريون وار ڪري ٿي ۽ پهرين جيت حاصل ڪري ٿي. ڪلا اها طاقت ۽ شڪتي آهي جا گنبي سامتائي جو چوڻ موجب:

”يگ (زمانو) بدلائي سگهي ٿي، نئين يگ کي جنم ڏيئي سگهي ٿي. اها شڪتي جا اياز جي گيتن جي سنڌڙي گونج کي پنهنجي وطن ۽ پنهنجي دؤر جو سڀ ڪان ڀاڳتور ۽ شڪتيوان آواز بنائي ٿي، جا لفظن کي ائٽمن ڪان وڌيڪ پسم ڪندڙ ۽ آوازن ۽ رنگن کي جادوءَ ڪان وڌيڪ طلسمي قوت بخشي ڇڏي ٿي جا مهاڪوي ٽئگور جي چوڻ موجب: سچ ۽ سونهن عدل ۽ انصاف جو اڪيلو دل گهريو ديس آهي.“

فن ۽ ڪلا بابت پيو نظريو، پيو فلسفو، پيو آدرش هي آهي، تہ ان کي حاڪم ۽ ڦورو طبقن جي نظرياتي حرم سراءِ جي سريت ۽ چنتا وروڌي عوام- دشمن آدريشي ڪوٺي کي سينگاريندڙ ونشيا ٿي رهڻ کپي. ڪيس سچ ۽ سونهن انصاف ۽ نيڪيءَ خلاف تکي تلوار طور استعمال ٿيڻ کپي. جي ائين نہ ٿي سگهي، تہ پوءِ ڪلا جي شڪتيءَ کي ٽوڙي ڇڏجي، ان جي تيز ڌار کي منڊو ڪري ڇڏجي، ان جو قدرتي طور جيڏانهن رخ هئڻ کپي ڪيس اتان ڦيرائي ڇڏجي، ڪيس بتال ڪجي، گمراه ڪجي، وانڊو ۽ بي اثر ڪجي، جيئن اها خصي ٿي پوي، منجهانئس ڪي بہ نہ سرجي، نہ آسري، ۽ نہ نسري.

فن ۽ ڪلا بابت جيترا بہ ’نظريا‘ بيان ڪيا وڃن، انهن کي ڪهڙا بہ لفظي ريشم پهرايا ۽ اڪري اطلس اوڍايا وڃن، اهي سڀ ڦري گهري وڃي انهن ٻن نظرين مان هڪ سان ملندا.

سوال آهي تہ شيام جو بيان ڪيل فني فلسفو ۽ ڪلاتمڪ آدرش انهن ٻن نظرين مان ڪنهن سان ملي ٿو؟

شيام آزاد طبع، ڪنهن سان ٻـول ۾ نـه ٻڌل ۽ ايماندار ڪهاڻيءَ جي پرچار جـي اوٽ ۾ ڪلا جي ٻهرين عوام- دوست، جنتاوادي نظرئي ۽ آدرش جو زبردست پرچار ٿو ڪري.

غيرجانبدار اديب جي پردي ۾ هـو بيحد ڪٽر قسم جـو طرفدار اديب آهي. البت هو انهن نظرين، انهيءَ سوچ جـو حامي آهي جيڪا جنتا ۽ عوام کي پنهنجي ادب جي سهاري، رهبريءَ ۽ پل کان محروم رکڻ گهري ٿو.

لکندڙ جـي ضمير جـي آزاديءَ جـي نعري جي اوٽ ۾ هو سماجي هوش رکندڙ لکندڙن کي سندن ضمير موجب لکڻ جي آزادي کان محروم ڪرڻ گهري ٿو ۽ الوڪن جي گلا جي اوٽ ۾ هو پڙهندڙن کي چنتا - ورودي سامراجوادي لکندڙن بابت آزاد راءِ قائم ڪرڻ کـان اڻ سڌيءَ طرح منع ٿـو ڪري ۽ ديڄاري ٿـو. پين آلوڪن تي چوه چنڊي هو حقيقت ۾ الوچنا جو ميدان فقط پاڻ لاءِ ۽ سندس هم خيال ليکڪن لاءِ محفوظ رکڻ گهري ٿو. ڪهاڻيءَ ۾ مارڪسوادي پرچار کي نندڻ جي بهاني هو انهن ڳالهين جو پرچار ٿو ڪري، جي سامراج کي بچائين ۽ هٿي ٿيون ڏين.

اڄ جيڪڏهن ڪو ماڻهو صفا ذابين ناهي يـا بي‌ايمانيءَ وچان زوريءَ اکيون بند ڪري نٿو هلي، ته هو اهو ڏسڻ بنا رهي نٿو سگهي، تـه اڄ هيءَ سموري ڌرتي هزارن ميلن ۾ پکڙيل هڪ شاهي ميدان جنگ بنجي چڪي آهي. جنهنجي چپي چپي تي هرقسم جي هٿيارن سان هر قسم جي ويڙهه چالو آهي.

هڪ طرف ڏکويل ماڻهو، پيڙهيل طبقا، ستايل قومون آهن، ته ٻئي پاسي ڏکوئيندڙ ماڻهو، پيڙهيندڙ طبقا ۽ ستائيندڙ قومون آهن.

ان جنگ ۾ هرڪو ڄاڻي ٻجهي يا اڻ ڄاڻائيءَ وچان ڪنهن نه ڪنهن پاسي ضرور آهي. ڪوبه غيرجانبدار ڪونهي. گهٽ ۾ گهٽ سچو فـن ۽ سچي ڪلا هرگز غيرجانبدار ناهن. سندن روح جـو ريلو، اندر جـو آواز ۽ پانهن جـو ٻـل هميشه جيان ڏکويلن، پيڙهيلن ۽ ستايلن سان آهي.

ڏ کوئيندڙن، پيڙهيندڙن ۽ ستائيندڙن کي اها خبر آهي ته ڪري هو ڪلا جي مارئيءَ جو ست ٽوڙڻ ۽ ڪانئس مظلوم ماروئڙن جي تانگهہ ۽ تات ڇڏائڻ لاءِ هزارين حيلا هلائي کيس گمراهہ ڪرڻ گهرن ٿا.

’آزاد فن‘، ’ان ـ ڪميٽيڊ ڪهاڻي‘ ’آلوچنا سان دشمني‘، ’مارڪسوادي پرچار‘ جي مخالف انهن سڀني دلفريب دليلن ۾ هڪڙي ئي گهر لڪل آهي ـ فن حق جو پاسو نہ وٺي.

هو فن جو ڏيان ان مقدس ۽ پاڪ تاريخي سنگهرش ۽ جدوجهد تان هٽائي کيس جنس، من ڇيد، خود قياسيءَ جي ڏيٺين ڏانهن منهن ڏيڻ گهرن ٿا.

’سڀائي بي بقائيءَ سان رڱيل آهي. ايندڙ وقت لاءِ آشائتو رهڻ جو فلسفو بڪواس آهي. ان تي ٽڪجڻ کان سچيت رهو!‘ ان نعري جو مطلب صاف آهي. ان جو مطلب ماڻهن کي اهو چوڻ آهي ته ’توهانجي تقدير اصل کان خراب آهي. ڪٿي ڇا بہ ڪريو. اها نڪا اچ بدلبي، نڪا سڀان. اجايو پاڻکي هلاڪ ڪندا. پنهنجي تقدير سان لڙڻ ڇڏي ڏيو!

’ڏ کوئيندڙن، پيڙهيندڙن ۽ ستائيندڙن سان تڪرار نہ ڪريو. رڳو وينا سهو! جيستائين جيئرا آهيو تيستائين اها سزا ڀوڳيٺي آهيو.‘

واشنگٽن کان وٺي ٽوڪيو تائين. ڪيپ ٽائون کان وٺي ڪئناڊا تائين. سامراجي ۽ سندن ايجنٽ اهي ڀوائتا نعرا هڻي ماڻهن کي هيسائي ڊيڄاري ۽ ذهني اپاهج بڻائي هٿيار ڦٽا ڪرائڻ ۽ ڏاڍ جي ڪونن کي ڪيرڻ کان بچائڻ گهرن ٿا.

نئين يگ (زماني) جا نوان ملان ۽ پنڊت، نوان پوپا ۽ نوان جادوگر لکين ورهين جي پراڻي رينگٽ کي کڻيو اچن.

’گوڙ نہ ڪريو! گوڙ نہ ڪريو! ڪجهہ نہ ٿيندو! سڀ اوهان جي اعمالن جي شامت آهي. توهانجي قتل نصيب جي خرابي آهي. ٻئي ڪنهن جو ڏوهہ ناهي! پراڻي پچار نہ ڪريو! وڃي پنهنجو اندر

صاف ڪريو (من - ڇيد ڪريو!) نہ تہ دين ڌرم کان تڙجي ويندا. ڪافرٿي پوندا! (ڪلا-وروڌي، مارڪسوادي، پرچار وادي، الوچڪ ٿي پوندا!)٦

اهڙيءَ ريت هـو ماڻهن جو انسان ذات جي اعليٰ آدرشن، آئيندي جي اميدن مان ايمان ڪڍي کين پنهنجي گڏيل ڪوشش، ٻانهن جي ٻل، سنگهرش ۽ جدوجهد کان نااميد ۽ مايوس ڪري، گيدي ۽ ڊرپوڪ بنائي کين پاڻ تـي قياس ڪائيندڙن، ميڪ ميڪ ڪندڙن، روئي هٿيار ڦٽا ڪري، پٺ پوندڙن ۽ ڪوئن وانگر ذهني ٻرن ۾ لڪل ٻاجوڪڙن جو ڇڙوڇڙ هجوم بنائي، کين سامراج جو آسان شڪار بنائڻ گهرن ٿا.

انهيءَ پرچار ذريعي هـو هرهنڌ ذهني طور گندي پاڻيءَ جا اهڙا دٻا ڏاهين ٿـا جن ۾ خود مطلبي، بي‌ايماني، ڇنتا- دشمنيءَ ۽ فرقي پرستيءَ جا زهريلا جيوڙا ٻلجن ۽ نپجن ٿا.

هن قسم جو ٻاجوڪڙ ۽ خصي ادب اهو سکيا گهر آهـي، جنهن مان اڳتي هلي وطن جـا غدار، سامراجي ايجنٽ ۽ فاشسٽ حيوان ڀرتي ٿين ٿا.

شيام باربار 'نئين' ڪهاڻيءَ جو ذڪر ڪيو آهي. هـن 'نئين' ڪهاڻيءَ ۽ ان جي لکندڙ جون ڪي خاص نشانيون ڏسجن. مثال طور هن 'نئين' ڪهاڻيءَ جي لاءِ سڀ کان پهريون ۽ لازمي شرط آهي تہ لکندڙ پنهنجي ٻولي اصل نہ ڄاڻي. ڪهاڻي جي ٻولي غلط ۽ ڇچريل هجي. جئن ڏاريان سيڪڙات ڳالهائيندا آهن. ان غلط ۽ ڇچريل ٻوليءَ کي دادلن ۽ ريزالن ٻارن وانگر ڪوشش ڪري وڌيڪ بگاڙجي ۽ اُبتو سبتو ڪجي. پوءِ وري اهو ٻڌائڻ لاءِ تہ اسين اها ٻولي لاچار ٿا ڳالهايون، نہ تہ اسان جون اصل ٻوليون ڪي ٻيون، اچا بہ اوچيون ۽ شاهي ٻوليون آهن، سهڻن سولن سنڌي اکرن جي بدران، اهڙا لفظ ڏاهجن، جن جو ڌڙ ريڊيو ۽ سر ٻاڪرو هجي يعني اڌ سنڌي تہ اڌ هندي. ڳالهہ ڇاهي مرد واتان هجي پر انداز هلڪڙو زنانـو ۽ نخريلو هجي، جنهن ۾ قـديم زماني جـي هندي

نڪي شاعريءَ جو رنگ شامل هجي.

هن 'نئين ڪهاڻي' جي ٻي خاصيت آهي نئين اسٽائيل، ڪهاڻيءَ ۾ خوامخواه دم، پورا دم، عجب ۽ سوال جون نشانيون، ڏنگيون، ٻڙيون ۽ خال هجي.

ٽي خاصيت اها ٿي ڏسجي، ته پڙهندڙ کي جيترو گهٽ مطلب سمجهه ۾ اچي، جيتري وڌيڪ بوريت ڏيئي سگهجي، جيترو وڌيڪ ڪڪ، جيترو وڌيڪ بيزار ڪري سگهجي اوترو چڱو، ستان ڪو ميڄڙو پڙهڻي— واس انهيءَ غلط، چچريل، بگڙيل، بگاڙيل، ملاوٽ ڪيل، مڇهايل، اڻ وڻندڙ ۽ خصي ٻوليءَ جو رڻ جهاڳي ۽ غلط صورتختيءَ، دمن، فل اسٽاپن، ڏنگين، سوالن، عجب جي نشانين ۽ خالن جا اٽانگا پيچرا لتاڙي ڪنهن مطلب جي منزل تي رسي وڃي، انهيءَ لاءِ ڪوشش ڪري ٻوليءَ جي ڪرنگهي جو هڏو يعني گرامر ٽوڙي ڇڏجي ۽ جملن جون سيون ۽ پيچڙيون، هڏيون ڏار ڏار ڪري ڇڏيون ته جيئن خبر نه پوي ته ڪهڙي شيءِ ڪٿي ۽ ڪنهن سان ڳنڍيل هئي.

انهيءَ مڪمل پروليءَ ڪسي سلڻ ۾ جيتري ڏکيائي ٿئي، اوتري ئي اها ڪهاڻي وڌيڪ نئين ۽ وڌيڪ ڪامياب سمجهبي. ڪنهن ڪهاڻيءَ جو بلڪل سمجهه ۾ نه اچڻ اعليٰ فن جو ثبوت ليکبو آهي ۽ لکندڙ وڏي فخر سان لکندو آهي ته ڳالهه ٻين کي سمجهه ۾ اچي يا نه اچي تنهن سان منهنجو واسطو ڪونهي. پنهنجي انهيءَ خوبيءَ جي انتر راشٽري رتبي کي اڻ چاٽڻ اڳيان وڌيڪ ظاهر ڪرڻ لاءِ انگريزي سند به پيش ڪبي— Incomunaca-biliy

جنهن ڪهاڻيءَ جو ڪوبه مطلب نه هجي يا اهڙو هجي جو 'نڪريءَ کي سور ٿيا چانئي ڪني' وارو مثال ياد ڏياري، ٻوءِ ڇٻو ته اها نئين ڪهاڻي فن جي سٽين آسمان کي ڇهي چڪي. ان ڪان پوءِ ان جو لکندڙ قلم کي پٽ تي اڇلائي ڇڏي. وري ان قلم سان پيو ڪجهه لکي ان ڪهاڻي جي شان کي گهٽ نه ڪري.

نئين ڪهاڻيءَ لکڻ ڪنهن جهڙي تهڙي جو ڪم ڪونهي. ان لاءِ خاص 'نئون' لکندڙ 'نئين' ماڻهو بلڪ چڱڪي سنڌيءَ ۾ 'نئين چيز' جي ضرورت آهي.

نئون ڪهاڻيڪار سڏائڻ لاءِ سڀ کان پهريائين اهو ضروري آهي ته کيس پنهنجي اهميت جو پورو احساس هجي، کيس يقين هجي ته دنيا جي سموري ڄاڻ ۽ ڏاهپ مٿس ختم آهي. سچي ڌرتي سندس فن (ڪلا) جي سگهن جي آڌار تي بيٺل آهي. جو جيتري ڦوند ۾ پرجي سگهي، سو اوترو وڏو ڪلاڪار.

پيو ته سندس منهن تي رڪ چڙهيل هجي، سندس ڏاڻ ۽ پريل سامبر وارو پوز ڏسي ڀين ڪي ڪيتري به ڪل يا ٻچان اچي، پر همراه جي منهن تي سر به نه هجي.

ٻيو تہ سندس نئين ڪهاڻيءَ جو اٿ اٿي نه اٿي، همراه جو زور هجي ٻاڙي تي. اهڙو 'ڪلاڪار' شل نہ ڪا 'نئين' ڪهاڻي لکڻ جي ڪئي ماري وجهي، بس پوءِ اسانجو تيسمار خان ڏسندا ته پگهر ۾ شم، منهن ۾ شور، سڄي جهان تي اڌ انگريزي، اڌ هندي گارين جو ڌوڙيو، هٿ ۾ ڪاميو ۽ سارتري جي چوٽين جا سونٽا، نرا ڪٽيو وڙهڻ لاءِ تيار ٿيو بيٺو هوندو چي– "خبردار جي ڪنهن منهنجي ڪلا تي اعتراض ڪيو آهي."

اسانجو نئون ڪهاڻيڪار پڙهندڙن جي مُرلي بند ڪرڻ لاءِ ڪهاڻيءَ جي منڍ ۾ ئي نوٽ لکي اعلان ڪندو آهي، ته جيڪو به پڙهندڙ سندس ڪهاڻيءَ کي سمجهڻ يا پروڙڻ جي ڪوشش ڪندو، تنهنکي نقاد يا آلوچڪ ٺهرائي، نقادن ۽ الوچڪن لاءِ 'نئين ڪلا' جي قانون ۾ مقرر ڪيل تعدي ڪئي ويندي. تنهن کانسواءِ نئين ڪهاڻيءَ کي سورن جو کهن کان سلامت رکڻ لاءِ ان جو ويمو ڪرائيو آهي. ان جي آسپاس 'نئين ڪلا' جي وڏن گُرن جا منتر چُپيا آهن، جن کي پڙهي ڪنهن کي به همٿ نه ٿيندي جو ڪٿي اها جاچ ڪري ته مطلب ڳالهه جو ڇا آهي.

شيام چوي ٿو ته سندس چونڊيل ڪلاڪار نوان آهن–

ڪين ٻڌي ڏسبو ته سواءِ هڪ اڌ جي (ڪنور انند) ٻيا سڀ پراڻا، ٻوڙها، مدي خارج آهن. هو ايترا پراڻا آهن جيترا 'قال قولوا!' جو ورد ڪري ويساهه وسوڙل ماڻهن تي ڪوڙو رعب وجهندڙ مڪربل ملان ۽ جنترمنتر جهڙي ڳنڍ ڪپيندڙ ٺوڳي پنڊت ۽ 'فعوعان فاعلن' جو بي مقصد رينگٽ مچائيندڙ اردو ۽ سنڌي ٽڪيند 'شاعر'.

وڌ ۾ وڌ سنڌن فائدي ۾ اهو چئي سگهجي ٿو، ته هو شايد ادبي ڪنب - ڪرڻ ۽ رپ وان ونڪل آهن. جي صديون اڳ واري ماحول ۾ ستا هئا ۽ اڃا اک کانه کلي اٿن.

هنن سڀني ساهتڪارن کي اڃا تائين اهو سماءُ ڪونه پيو آهي، ته ڪو دنيا ۾ ايشيا نالي کنڊ به آهي، ڪي ايشيائي، افريڪي ۽ لاطيني آمريڪي ماڻهو به آهن، جي يورپي ۽ آمريڪي سامراجين کي تاريخ جي اسٽيج تان ڌڪي پاڻ ان تي قبضو ڪري رهيا آهن. سنڌن ڪنن تي عوامي جنگ جي مجاهدن جي مارچ ڪندڙ قدمن جو پڙاڏو به نه پهتو آهي. ڪين اڄوڪي دور ۾ ادب جي اعليٰ پد، ان جي انقلابي حيثيت ۽ ڪارنامن جي خبر نه پئي آهي. ڪين خبر ناهي ته اڄ ڪلهه جو قلم واقعي تلوار کان وڌيڪ طاقتور آهي. اڄ قلم جا ڌڻي انقلابي مورچن جو مهڙ وارو دستو بڻيا بيٺا آهن. ڪين خبر ناهي ته اڄ اوڀر جي هوا اولهه جي هوائن کان زور آهي.

اڄ اوڀر جا بکيا، هيڻا، ڏکيا، بيحال ۽ بي وسيلا ماڻهو بکن، ڏکن، هيڻاين ۽ ڪمزورين جي تندورن ۾ تپي، رڪ ٿي سامراج ۽ سندس دلالن جي سياسي سماجي ۽ تهذيبي مورچن تي طوفاني هلائون ڪري رهيا آهن.

اڄ رجعت پرستيءَ جي اونده تي ساڃهه ۽ سمجهه جون ڪنوٽيون وارو وار لڳايو بيٺيون آهن.

هو آزاديءَ ۽ سجاڳيءَ جي شاهراهه تي فاتحانه مارچ ڪري اڳتي وڌندڙ جنتا جي مجاهد قافلي سان ڪوهي ڏيئي ٻچي وڃي شتر مرغ جيان سيون مٽيءَ ۾ لڪائي، پاڻ تي قياس ڪائڻ، ڪنجهڻ ڪرڪڻ ۽ ميڪ ميڪ ڪرڻ وٺا آهن. انهن پاڄوڪڙن سان

ڪي مور ڳو پنهنجي پرن مــان اڻ ڦاڻي تــي پنهنجا پڪڙا تي اڇلائي ڦاڻي ۾ ڦڙڦوٽ وجهڻ ۽ منجهائڻ، ڪن کي ٻرغلائي پنهنجن پرن ڏانهن آڻڻ جون ڪوششون پيا ڪن.

اسانجي هنن نون ڪهاڻيڪارن مختلف نمونن سان ساڳئي ئي موضوع تي لکيو آهي- جنسن تي، جنسي لاڳاپن تي. انهن ٿو لڳي، ڄڻ ڪين ٻيو ڪوبہ موضوع، خاص ڪري اجتماعي دلچسپي ۽ وارو موضوع يا ڪردار ڪونہ ٿو سجهي، يا موزون لڳي.

هو ڄڻ تہ پيلي جي وچ ۾ ويٺا آهن ۽ چون ٿا 'هتي تہ رڳو وڻ آهن! پيلو ڪٿي آهي؟' هــو ڀارت جــي ڪروڙين انسانن جي سنگهرش ۽ جدوجهد جي وچ ۾ ويهي چون ٿا- 'هي تہ رڳو ماڻهو آهن! هيرا ڪٿي آهن؟ هي تہ رڳو فرد آهن. جنتا ۽ عوام ڪٿي آهــن ؟'

من - چيد سنڌن دلپسند اسٽائيل آهــي. ڪاش ڪيس نامرد مردن، اگهاڙو ٿي پيءَ کي ياد ڪندڙ پٽن، پيءُ سان عشق جهڙو انداز اختيار ڪندڙ ڌيئن وغيره کــان ڪنهن ڪنهن وقت فرصت ملي ها ۽ هو ڪن ٻين ڪردارن جو بہ من چيد ڪري سگهن ها!

ڪاش هو ڪنهن پروفيسر ملڪاڻيءَ جهڙي سنڌي بزرگ جو من - چيد ڪري ڏيکارين ها، تــہ هو چو ۽ ڪيئن هن عمر ۾ هند سنڌ جي ادب جو ذرو پرزو پڙهي، پروڙي، هيت، هٿ ننڍي وڏي جي رهبري پيو ڪري- ڪنهن کي شاباس، ڪنهن کي نصيحت، ڪنهن کي صلاح- سڀني جــي مٿي تــي بزرگي ۽ شفقت جــو هٿ رکيو ويٺو آهي.

ڪاش هــو هري دلگير جهڙن جو من - چيد ڪري سگهن ها، تــہ ڪٿن ۽ ڪهڙن جذبن ســان هــن ادي عيسي جــي خط جو جواب لکيو هو. ڪاش هو ڪلا پرڪاش جو من چيد ڪري سگهن ها، جنهن جنگ جي زماني ۾ جڏهن سڀ پاڳل ٿي پيا هئا، تڏهن اهــو عظيم ڪلا جــو ٽڪرو ڪڍيو هو، جنهن ۾ جنگي جنون ۾ ورتل ٻار آخر بندوق ڦٽي ڪري ڇوي ٿو. ”اسان سان اڳتي بندوق

سان راند نه ڪندس!"

۽ ڪاش ڪو اياز جي من جي مام پروڙي ها، ته هن ڪٿن ۽ چو پنهنجو سر واڳهه جي وات ۾ وجهي 'نارائڻ شيام' نظم لکي، پاڻ ڪـي، 'ذم ڏيهاڻي، ڏي سندا ميهر ميهڻا' واري وبـل ۾ وجهي، ڪلا ۽ فن جون ست پُريون آجيون ۽ پنهنجون ست پُريون مهڻي-هاب ڪري ڇڏيون!

هڪڙي 'نئين' ڪهاڻيڪار اعلان ڪيو آهي تـه سنڌي ٻولي سندس ڪلا جي ڀرپور اظهار جي طاقت نٿي رکي، تنهنڪري ڪيس ٻوليءَ کـي ڇيري ان مان نئين ٻولي ٺاهڻي پوندي. ڪاش انهن ڪهاڻيڪارن کي عام سنڌين جيتري ۽ جهڙي سنڌي ايندي هجي ها!

سمپادڪيم مان معلوم ٿو ٿئي ته هي شريمان اڳوڻن سنڌي لکندڙن کي ليکين ئي نٿا. للي پٽ چاهي نوان چانڊڙا قليچ، ديوان ڪوڙيمل، پرمانند ميوارام، لعل چند امر ڏني مل، چيتمل پرسرام، پروفيسر ملڪاڻي ۽ ٻين انيڪ جبل جيڏين ادبي هستين جي ڏنل ورثي کي حقارت جي نظر سان ڏسن ٿا.

سنڌ جي سنڌي لکندڙن ڏانهن سندن رويو به بلڪل ساڳيو آهي. مطلب ته مورن جو هي اولاد، ڪانون جي چال تـي موهت ٿي، اهڙي چال هلڻ لڳو آهي، جنهن کي ڏسي ڪانو به ڇڪا ٿيندا هـوندا.

'ڪندڙ' جـون اڪثر لکيون آڌريل پٽن ۽ سندن قلم-هلائيندڙ گماشتن جون ڪٿيون اوڳرايون ۽ اهڙڪا ڏيارينڌڙ آلٿيون آهن، جن کي سنڌي ڪهاڻيون سڏڻ هند ۽ سنڌ جي ڪهاڻيءَ جي شاندار ۽ روشن ناليءَ ۽ ناموس سان سخت زيادتي ٿيندي.

ڪوڙي ڪلا ۽ نقلي اسٽائيل جـي قيدخاني ۾ ازخود سزا ڀوڳيندڙ انهن قيدين مان اڪيلي، اهم ۽ سنجيدي لکندڙ ڪنهي سامتاڻيءَ جي لفظن ۾ هنن لاءِ فقط اها دعا گهري سگهجي ٿي ته: "او پربو، هنن کي معاف ڪر! هو نٿا ڄاڻن ته ڇا ڪري رهيا آهن!"

(سهڻي ١٩٦٩ع)

# انٽرويو

پينل: مسعود نوراني، فقير محمد لاشاري،
هدايت منگي، عبدالرحمان نقاش.

مسعود نوراني: (انٽرويوءَ جي ابتدا ڪندي ۽ رسول بخش ڏانهن نهاريندي) اسان کي پهرين اوهان پنهنجي اوائلي زندگيءَ بابت ڪجهه ٻڌايو. اوهان ڪڏهن ۽ ڪٿي پيدا ٿيو؟ ڪٿي ڪٿي تعليم حاصل ڪيو؟ ڪهڙن ڪهڙن استادن ۽ شخصيتن سان ان عرصي دوران اوهان جو پالو پيو، يا متاثر ٿيو؟ ان دور جا ڪي خاص واقعا به ٻڌايو جن اوهان جي زندگيءَ تي اثر وڌو هجي؟

رسول بخش پليجو: (اڳيان پيل نان مان ٽڪر ڇني، وات ۾ وجهي، ڪيز جي گلاس مان ڍڪ ڀري، ڪجهه دير لاءِ نان کي چٻاڙيندي ماضيءَ ۾ گم ٿي وڃي ٿو. ڄڻ گذريل واقعات جون ڪڙيون ملائيندو هجي. ان عرصي دوران، رڳو سندس ڄاڀن جو آواز ڪمري جي خاموشيءَ کي چيريندو رهي ٿو. اوچتو ڄاڀن جو آواز ڪجهه دير لاءِ ٿمجي وڃي ٿو ۽ هو نهايت خوداعتماديءَ ۽ پنهنجائپ واري لهجي ۾، سوال جو مقصد پوري طرح سمجهندي، تفصيل سان ٻڌائي ٿو) آئون ٢٠ جنوري، ١٩٣٠ع تي ڄائس. منهنجي ڳوٺ جو نالو نئيوات آهي، جنهن جي پرسان جنگشاهيءَ جو شهر ۽ ريلوي اسٽيشن آهي. اهو ڳوٺ ٺٽي ضلعي ۾ آهي. منهنجي والد صاحب جو نالو علي محمد آهي. منهنجي تعليم هڪ اهڙي مڪتب کان شروع ٿي، جتي رڳو قرآن شريف پڙهائيندا هئا. (ٺوڪ واري لهجي ۾، مطلب انگيز نگاهن سان سيني ڏانهن نهاريندي). اتي سنڌي پڙهائڻ جائز ڪونه هئي! سنڌيءَ کي ڪٽ مت چوندا هئا. پرمنهنجو ڏاڏو جيڪو پاڻ اڻ پڙهيل هو، سو وڃي ملا ڀلا وٺي آيو. ٺٽي وارو مولوي سڳورو به انهن ملن ۾ شامل هو. پوءِ اچي ان ڳالهه تي جهڳڙو ٿيو

تہ، ”سنڌي پڙهڻ (مذهبن) جائز آهي يا نہ!“ ڳالهہ وڃي فتوي تائين پهتي! (ڪيت ڏيئي ڪافي دير کان ڇاڙيل مانيءَ کي نڙيءَ کان هيٺ لاهيندي) پوءِ الائي ڪيئن منهنجي ڏاڏي اهو مسئلو حل ڪيو! (بندوبست ڪيو) ۽ فتوي ورتي تہ، ”قرآن شريف سان گڏ ’ڪِت ميت‘ بہ پڙهي سگهجي ٿي!“ اهڙي طرح اتي سنڌي تعليم شروع ٿي. پر تنهن هوندي بہ جيڪو مڪتب جو (مهتمم) ميان جي محمد طيب هو، تنهن جو اسان کي حڪم هو تہ، ”جڏهن ڳوٺ جو ڪو ماڻهو مڪتب جي پرسان لنگهي تہ اوهين زور سان قرآن شريف پڙهجو.“ (زيرلب مشڪندي) مثلن، (اسين) ”الف زير اِن، بي زير بِن.“ جهٽڪو ڏئي پڙهندا هئاسين. تہ خبر پوي تہ اسين رڳو قرآن شريف پيا پڙهون، ’ڪِت ميت‘ ڪونہ پيا پڙهون! سنڌيءَ جو مسئلو وري هيءُ هو تہ حڪومت (مڪتبن وغيره کي) گرانٽ ڏيندي ئي رڳو سنڌيءَ جي (تعليم) جي ڪري هئي. ميان طيب رڳو سنڌيءَ جا بہ درجا پڙهيل هو. (ظرافتي انداز ۾). هن کي حسابن جو جوڙ ۽ ڪٽ تہ ايندي هئي، پر ضرب ۽ ونڊ ڪونہ ڄاڻندو هو! ان لاءِ هو حيدرآباد ويو ۽ ضرب ۽ ونڊ سکي آيو ۽ ٻئي سال اچي اسان کي ضرب ۽ ونڊ سيکاريائين! اهڙي طرح ٽي درجا سنڌيءَ جا پڙهيس. تنهن کان پوءِ جنگشاهي ۾ آيس ۽ اتي چوٿون درجو پڙهيس. منهنجي استاد جو نالو محمد شاهہ هو. اتان وري اسڪالرشپ جو امتحان ڏيڻ ٺٽي ويس ۽ پاس ٿيس. پوءِ ٺٽي ۾ ئي پڙهڻ لڳس. اتي آئون، ٺٽي جي هڪ مشهور گهراڻي عابداڻين جي گهر ۾ رهندو هوس. اتي پڙهيس، پر دل ڪانہ لڳي، ڇو جو جنهن جي گهر ۾ رهندو هوس، ان جو ننڍو ڀاءُ مونکي چوندو هو تہ ”ٻڪريون چار“. هو مون کي ٻڪرين جي ڪم سان لڳايو ويٺو هوندو هو. تنهن ڪري مونکي روزانو مڪليءَ جي اڪريءَ تي ٻڪريون چارڻيون پونديون هيون. انهن ٻڪرين جو کير وري مون کي دڪانن تي ڏيڻو پوندو هو. هو مونکي پيا بہ ڪم چوندو هو، ان ڪري آئون اسڪول وقت تي وڃي نہ سگهندو هوس. ان ڪري

اسڪول جي ٽئين درجي جو ماستر صاحب مونکي ٽيوشن ڏيندو هو. پهرين درجي جو ماستر سائين ڏاڪرداس زبردست ماستر هو. ٻئي درجي تائين ته هلياسين، پر ٽئين درجي ۾ ڳوڙها ٿي پيا....

نوراني: توهان ٻڪريون ڪيتري عرصي تائين چاريون؟

ر.ب. پليجو: سال کن چاريونسين. ڳئون ته اسين ڳوٺ ۾ چاريندا هئاسين. (مزاحيہ انداز ۾) ايئن ٿي اسان جي دل چوندي هئي ته ٻچي وڃي ڳئون ٻئون چاريون، گابا ته اسين ننڍي هوندي کان ئي چاريندا هئاسين. منهنجي تہ ديوني هوندي هئي تہ گابا چاريان. بهرحال ان ڪري اسڪول ۾ دير ٿي ويندي هئي. اسان جو استاد صالح محمد انهن شاگردن کي چڱي طرح مار ڏيندو هو، جيڪي گسائيندا هئا. اهي ڇوڪرا وري سائينءَ وٽ ٽيوشن وٺندا هئا. (گسائڻ جو) اهوئي ڇوٽڪارو هو. اهڙي طرح مون بہ وڃي ٽيوشن ورتي ۽ مار ڪجهہ گهٽ ٿي. پردل ڪانہ لڳي. اسڪالرشپ جو امتحان ڏنم، پر پڙهيو ڪونہ هوس، ان ڪري فيل ٿي پيس. تمام ردي مارڪون کنيم. پوءِ وري پڙم تہ ڊاڪٽرعلامہ دائودپوٽو اسڪالرشپون ٿو ڏي ۽ تمام رحمدل ۽ مهربان آهي. (وري ڪجهہ ياد اچڻ تي تلخ لهجي ۾) مونکي پنهنجي ڳوٺ سان سخت نفرت هوندي هئي، ڇاڪاڻ جو روزانو مايون سوڇڙا پيون کائينديون هيون ۽ ٻار پيا ڪُٽبا هئا. ڇوڪري، ٻار ۽ ڪتي جي ڪيٽيگري (حيثيت) هڪجهڙي هئي، اهوسڀ‌و ڏينهن پيا ماربا هئا. ان ڪري، سڀ‌و ڏينهن رڙيون پيون ٿينديون هيون. بس سڀ‌و ڏينهن فلاڻي جنيءَ کي مڙس پيو ماري! فلاڻي فاطمه کي فلاڻو مڙس پيو ماري! مٽي سان رت پيا ڳڙبا هئا، سوٽون، ماساتون، چاچيون پيون ڪٽبيون هيون! اسان جي مٽي سان رت پيو ڳڙندو هو! اهو معاشرو اهڙو هو جو ڪنهن ڇوڪري، زال يا جانور کي ڪير بہ ماري وڃي تہ ان ڳالهہ جو نوٽيس ڪونہ ورتو ويو! شرفا، يعني شريف ماڻهو، ان ڳالهہ کي ٻرو سمجهندا هئا تہ ڪو (شخص) انهن خسيس ڳالهين تي اعتراض ڪري! (چٽريلي نموني ۾) ڪنهن بہ عورت جو پاءُ يا مڙس

ويٺو هوندو هو ۽ ان جي اڳيان زال ڪري سهري سس، ڪو مانٽ ۽ پاڙي جو ڪو ماڻهو ماري رکندو هو تہ خير هوندو هو! جيڪڏهن اهو مرد ڪچندو ڪونہ هو، تہ اها سندس بردباريءَ جي نشاني ليکي ويندي هئي! مون پنهنجي ڪهاڻيءَ ۾ بہ اها ڳالهہ آندي آهي.

نوراني: ڪهڙي ڪهاڻي؟

ر.ب. پليجو: ”جتي ٻاهم ٻري.“ (ڳالهہ جاري رکندي) ٻڌي جا سنگ ٿيندا هئا. پنهنجي ڳوٺ جا تہ ڇا، پر پاڙي ۾، جتي ٻہ ٽي گهر هوندا هئا، اتان شادي ڪرڻ جي اجازت ڪانہ هوندي هئي. منهنجي ماءُ ٻئي پاڙي جي هئي، تنهن ڪري اسان جا سڀئي ڏاڏاڻا چوندا هئا تہ، ”تون پنهنجن ناناڻن سان نہ مل. اها بيغيرتيءَ جي نشاني آهي، جو تون هنن سان ملين ٿو. اهي پنهنجا دشمن آهن.“ ۽ گهر وري هوندا هئا ڪل ڏهہ يا پندرهن! تنهن ۾ وري ٻہ ٽي گهرن جو! (ٻوڳ واري انداز ۾) هڪڙي گهر جو پاڙو! هاڻ گهر گهر سان لڳو پيو آهي، جنڊو جنڊي سان مليو پيو آهي، پر، ”هو غير آهن، اسين غير آهيون!“ وارين ڳالهين جي ڪري، آئون ڇڻ سڄو وقت بيقاعدي رهيو آهيان. اسان ۽ بابا جي شادي بہ بيقاعدي هئي، ڇو جو چاچي جي ڏيءُ ڪانہ هئي! ماسي جي ڏيءُ ڪانہ هئي! ٻئي جي هئي. پاڙو ٿورو پيو هو. ناناڻن سان ملڻ بيقاعدي! پڙهڻ بيقاعدي! (ڇاڪاڻ جو ماڻهو چوندا هئا) تہ ”عربي نتا پڙهون، سنڌي ٿا پڙهون.“ مطلب تہ پيو بہ سڄو سسٽم (نظام) بيقاعدي هو. پيو تہ مونکي جيڪڏهن ڪو ماريندو هو، تہ آئون ٻن ڇوڪرن وانگر ويٺو ڪونہ هوندو هوس، پر ٻري وڃي، انهي کي پٽر هڻندو هوس. تنهن جي ڪري، هو وري منهنجي پويان ۽ آئون اڳيان ڀڄندو هوس. مطلب تہ آئون (ان زماني جي) سڄي قانون جي خلاف ورزي ڪندو هوس، جنهن مونکي ڏک هنيو، ان کي پري کان ڏک هڻندو هوس. ڪير جيڪڏهن، ڪنهن مائي ٻانيءَ کي ماريندو هو تہ مون کي سخت ڪاوڙ ايندي هئي. ڪيترا دفعا ائين ٿيو تہ جيڪڏهن، ڪنهن ماڻهوءَ ڪنهن مائيءَ کي

ماريو هوندو تہ ان کي ڀاڪر پائي، ڇهنڊڙيون ڀهنڊڙيون هڻي، رهنڊڙا بہ وڏا هوندم. جانورن کي بہ آئون مار ڏيڻ برداشت نہ ڪندو هوس. چوندا هئا تہ، ”جانور تہ ڏڄو آهي.“ پر مون کان جانورن جو ڪنجهڻ برداشت نہ ٿيندو هو.

نوراني: (مطلب تہ) توهان ۾ قدرتي طرح (ظلم خلاف) اهو جذبو موجود هو؟

ر.ب. پليجو: (جذباتي نموني ۾) مونکي انهن حالتن کان سخت نفرت هئي. منهنجي لاءِ اهو سڄو نظام غلط هو. وري مان ناول بہ پڙهندو هوس. گل بڪاولي، داستان جان عالم ۽ دمساز وغيره. انهن ناولن ۾ دنيا ئي ٻي هئي. پريون هيون، وڏا وڏا بهادر هئا، تير تفنگ، ڪمان، پاڻين جا حوض، حسين نازنائون! ديو پيا اچن، پريون آڏامن پيون! جان عالم آيو ۽ تلوار هڻي ديو کي ٽڪرا ڪري وڌائين! پر هتي تہ ڪابہ شيءِ نہ پئي بدلي! ڏينهن، مهينا، سال ساڳيا، ماڻهو ساڳيا، ساڳيو روئڻ، ساڳيون پاڪارون، ساڳي بک، ساڳيا فاقا، ساڳي بيرحمي، سفاڪي، بيماريون ۽ مرض. چوطرف ساڳيا ماڻهو ۽ ساڳيو ماحول! آئون ڏاڍو حساس هوندو هوس. منهنجي لاءِ اهو (ماحول) ڄڻ هڪ ظلم ۽ قهر هو. منهنجو خيال هو تہ ڪا نئين شيءِ ٺاهجي. پوءِ جان عالم، دمساز بمساز جا گهڻا قصا ڪياسون، پر اها ڳالهہ تہ ٺيٺي ڪانہ هئي! چوٿين درجي ۾ جڏهن آئون پاس ٿيس ۽ سٺون مارڪون کنيم، تنهن تي مونکي هڪ ڪتاب انعام ۾ مليو. اهو هڪ اسلامي ڪتاب هو، جنهن جو نالو هو ”سنڌ جي فتح“ يعني محمد بن قاسم واري سنڌ جي فتح. اهو ڪتاب مون پڙهيو ۽ مونکي ڏاڍو وڻيو. مون فيصلو ڪيو تہ، ”ماڻ محمد بن قاسم بنجڻ کپي.“ مون دوستن سان صلاح ڪئي تہ، ”گهوڙا ڀوڙا وٺون.“ پر گهوڙا ڪونہ هئا. پوءِ مون دوستن کي چيو تہ، ”فوج ٺاهيون.“ پر اها فوج بہ ڪونہ ٺهي. دوست مڙئي منهنجا خيال ٻڌي، مون سان متفق ڪونہ ٿيندا هئا. آئون دوستن کي ڪهاڻيون بہ ڏاڍيون ٻڌائيندو هوس، پر منهنجا دوست مون سان

متفق ڪونه ٿيندا هئا. بابا نوڪريءَ تي ويندو هو ۽ منهنجو وڏو ڀاءُ پڙهڻ ويندو هو. ان ڪري، گهر ۾ آئون، منهنجي وڏي ڀيڻ ۽ امان اڪيلا هوندا هئاسون. رات ٿيندي هئي ته اسان وٽ جيڪي ڳنڀون پنڀون هونديون هيون، انهن کي ڀڏي ڪري، ڏهي ڀهي، ڀوءِ ڏيئو ٻاري، ويهي ڪتاب پڙهندو هوس. امان کي مڙني پڙهڻ جو شوق هوندو هو. سندس چاچو پڙهيل هو، پر وهابي هوندو هو. اسان جي ڳوٺ ۾ وهابيت جو به ٿورو زور هو. بهرحال، آئون ويهي پڙهندو هوس ۽ امان ويهي ٻڌندي هئي. آئون دير تائين پيو پڙهندو هوس، تنهن جي ڪري، منهنجي پڙهڻ جو انداز ٺيڪ ٿيو. امان وري ڀين پاڙي جي عورتن کي به گڏ ڪيو، اهي به ويهي مونکي ٻڌنديون هيون ۽ مونکي داد ڏينديون هيون. آئون وري ڏاڍو خوش ٿيندو هوس. ماڻهو منهنجي پڙهڻ تي ڏاڍو عجب ڪندا هئا. آئون ان ڪري پاڻ کي هيرو محسوس ڪندو هوس ۽ سمجهندو هوس ته، "آئون غيرمعمولي ماڻهو آهيان ۽ ٻيو ڪو ماڻهو هن ڳوٺ ۾ اهڙو ڪونهي جو ايئن پڙهي، جيئن آئون ٿو پڙهان." ماڻهن جون ڪچهريون ٿينديون هيون. سڀ ماڻهو چوندا هئا ته، "غيرمعمولي ماڻهو آهي." ان ڏينهن کان وٺي مونکي احساس ٿيو ته، "آئون غير معمولي ماڻهو آهيان." پوءِ ته آئون ڪنهن کان ڊڄندو ڪونه هوس، وڏي ۾ وڏي ماڻهوءَ کي ٽڪ هڻي ڪيندو هوس. منهنجو والد صاحب تمام ضدي طبيعت جو هوندو هو. اهو مونکي ماري ماري رتوڇاڻ ڪري ڇڏيندو هو ۽ چوندو هو ته اُن ماڻهوءَ کان معافي وٺان (جنهن کي آئون ٽڪ هڻي ڪيندو هوس). پر آئون معافي ڪونه وٺندو هوس. چوندو هوس، "مون ڏوهه ڪيو ئي ڪونهي! تنهن جي ڪري، آئون معافي ڪونه وٺندس." مونکي خبر هئي ته بابا وڌيڪ ماريندو (ڇوجو) بابا طبيعت جو ڏاڍو سخت هو. رتورت ڪري ڇڏيندو هو، پر منهنجي وات مان رڳو هڪڙو ئي لفظ نڪرندو هو، "نه، نه، نه، نه."

نوراني: هو اوهان کي ڪنهن خاص مقصد لاءِ ماريندو

هو، يا....؟

ر.ب. پليجو: ان لاءِ تہ ماڻهن کان معافي وٺان.

نوراني: اجتماعي طرح هو اوهان جي ڪيريڪٽر کي ڏاهڻ يا ڪنهن خاص مقصد لاءِ تہ نہ ماريندو هو؟

ر.ب. پليجو: (جيئوٽيڪ) منهنجي ڏاڏي جو خيال هو تہ "هيءُ پڙهي مولوي ۽ وڏو عالم ٿيندو" ۽ بابا جو وري خيال هو تہ "هيءُ آءِ سي ايس ٿئي." پر بابا آها جيڪا مار ڏيندو هو، سا مونکي آءِ سي ايس بڻائڻ لاءِ نہ، پر رڳو منهنجي ضد جي ڪري ماريندو هو. بابا منهنجي پڙهڻ کان مطمئن هو، پاڻ چوندو هو تہ، "سڄي رات ٿو پڙهين! انڌو ٿي ويندين". پر بابا پوررالو ماڻهو هو. ڪڏهن پور آيس تہ امان کي مار ڪيئي ڇڏيئين! ڪڏهن خيال آيس تہ مونکي ڏک هڻي ڪيئين! باقي منهنجي وڏي ڀاءُ ۽ ڏاڏا کان ڊڄندو هو، پر جيئن ٻڌايم تہ مون ۾ ضد جي عادت هئي، جنهن بہ سمجهيم تہ ڪا بي‌واجبي ڳالهہ ٿي آهي تہ مقابلو ڪندو هوس. سامهون ڪٿي ڪيڏو بہ وڏو ۽ طاقتور ماڻهو ڇونہ هجي! پر وڙهبو! بهرحال اوهان کي اگهارو ٻڌايم تہ امان کي ڪهاڻيون پڙهي ٻڌائيندو هوس، جنهن جي مونکي ڏاڍي داد ملندي هئي ۽ آئون وري ڏاڍو خوش ٿيندو هوس. ڪهاڻيون ٻڌائڻ جي ڪري، مون ۾ پڙهڻ، سمجهائڻ ۽ ماڻهن کي قائل ڪرڻ جي عادت ننڍي هوندي کان ئي پيدا ٿي پئي. ان وچ ۾ جاسوسي ڪتاب پڙهياسون، چيم تہ "جاسوس ٿو ٿيان". بليڪ جاسوس! شرلاڪ هومز وغيره. پستول پستول ڪنيوسون پر مزو ڪونہ آيو. پوءِ چيوسون تہ، "چور ٿا ٿيون." آرسين لوپن وغيره. پوءِ چور ٻنجڻ جي پريڪٽس ڪئيسون دوستن سان ملي، چورن جو ٽولو ڏاهيم. اسان جي اها اسڪيم ڪامياب وئي.

نوراني: اوهان چوريون ڪيون؟

ر.ب. پليجو: ها ڪيونسون. آئون ڏاڍو ڪامياب چور هوس. اسان جو جيڪو اُستاد هو، آهو وڏو ماهر چور هو، پر هو مونکي بہ مڃيندو هو. ڪيئن اٽڪل سان ڪيسا ۽ پيسا ڪيئي وٺجن!

بس جيئن ڪتابن ۾ لکيل هوندو هو، آئون اونءَ ئي عمل ڪندو هوس.

نوراني: ٽالا ٻالا ۾ ڪڏهن ٻکو؟ ٻيهون ٻيهون ڪڏهن ٽپيو؟

پليجو: ها. ٽالا ٻالا ٻڪاسين، ٻيهون ٻہ ٽپيونسين، هڪ دفعو امان جي دهري چورائي استاد کي ڏنم، پر منهنجو استاد ڇهلڇي ٿيو. پوءِ آها دهري هن موٽائي ڏني.

نوراني: اوهان کي چوريون ڪرڻ جو شوق هو يا اوهان کي ميهم جوئي پسند هئي؟

ر.ب. پليجو: (نهايت ئي معصوميت سان) بس ڪتابن ۾ جيئن لکيو پيو آهي، تيئن ڪرڻ گهرجي! اهائي سوچ هوندي هئي، يعني آزمائي ڏسڻ. مثلن، ڪتاب ۾ لکيو پيو آهي تہ ”صابڻ ڏاهڻ گهرجي.“ تہ صابڻ ڏاهي ڏسجي! ڪتاب چوي ٿو تہ، ”وڇون ڪيئن پالڻ گهرجن؟“ تہ وڇون پالجن! بس ڪجهہ ڪجي. معاشرو ايڏو گندو ۽ ردي هو جو ڪا شيءِ ڪانہ ڏيندي هئي. بس (دل چاهيندي هئي تہ) اهڙو ڪم ڪجي جو نئون هجي. نئين ڳالهہ ڪجي، ڪا شيءِ ٺاهجي. سو پوءِ ڪئيسون ۽ هڪڙي موٽر سائيڪل چورائيسون. ان کي ڪيڪ هڻيسون، پر اها هلي ڪانہ! مون سمجهيو هو تہ سائيڪل وانگر هلندي. اها اسٽارٽ جو نہ ٿي، تہ ان کي ڌڪيوسون. ڌڪيندا ۽ گهليندا هلياسون. سڄي رات هلياسون. (مزي ۾ اچي) اسان جون ٽنگون ڀڳون ٽڙي ويون! وڏو ويل پليند آپريشن (چڱي طرح سوچيل سمجهيل منصوبو) هو! بس جيئن ڪتابن ۾ لکيل هو، تيئن پي ڪيوسون. پر اهو ڌنڌو ڪونہ هليو. (ان مهل، پليجي صاحب جي ڳوٺ جو هڪ شخص خميسو خان اچي ٿو ۽ چانهن پانهن پياري ٿانوَ کڻي وڃي ٿو. ڳالهين جو سلسلو ٿوري دير لاءِ منقطع ٿي وڃي ٿو. پليجو مانيءَ جو هڪ ڀوڳرو وات ۾ وجهي، وري کير جو ڍڪ ڀري ٿو ۽ ساني چباڙيندي ڀيهر گفتگو شروع ڪري ٿو) پوءِ وري آئون ۽ منهنجو هڪ دوست ڳڏجي حيدرآباد وياسون تہ، ”اتي وڃي چوري ڪنداسون، ڪيسا

ڪتريندا سون. رهنداسين وري حيدرآباد اسٽيشن جي پليٽ فارم تي!" (مزاحيه انداز ۾) چاڪاڻ جو ڪتابن ۾ ائين لکيل هو نه! ڪتابن ۾ چور ائين ئي ڪندا هئا. سوچيو هوسين ته گهٽا ڏينهن ائين نڪري ويندا. پر مونکي وري شوق هو ڪتابن جو. جاسوسي ۽ ڏيپلائيءَ جا ڪتاب ورتاسون. سيئي پيسا ڪتاب (خريد ڪرڻ) ۾ ختم ٿي ويا. چوري بس ڪانه ٿي سگهي. ماڻهو اصل سمهن ئي نه! اسان سوچيو هو ته، ماڻهو شريف آهن. ضرور سمهندا. پر ماڻهو ويڙا آهن. هڪڙي جي اک لڳي ته ٻيو ويٺو آهي! ٻه ٽي راتيون اسان هلياسين، پر ماڻهو سمهن ئي نه! اسين ڏاڍا قابل! ڪتابن ۾ جيڪي قانون لکيل هئا، سي سيئي هلاياسون، پر ماڻهو اصل سمهن ئي نه! نيٺ اسان جا مائٽ پهچي ويا ۽ اسان کي پڪڙي وٺي ويا.

آتان بنا ٽڪيٽ گاڏيءَ ۾ چڙهي پياسين. گاڏيءَ ۾ هڪ انگريز ويٺو هو. ان سان مون انگريزيءَ ۾ ڳالهايو. (حالانڪ) مونکي انگريزي ڳالهائڻ ڪانه ايندي هئي. بس ٿوري گهڻي غلط انگريزي ايندي هئي، سو ان انگريز سان انگريزيءَ ۾ بحث ٿي پيو. مون ڪتابن ۾ انگريزن جي باري ۾ پڙهيو هو. چيم، "اوهين غاصب آهيو." "You are bad people" (اوهين ڪنا ماڻهو آهيو). بس جيڪا به انگريزي مونکي (ان زماني ۾) ايندي هئي استعمال ڪيم. بحث ڪري هيٺ لٿاسين، تيسين ٽي ٽيءَ اچي پڪڙيو. پر ٽي ٽيءَ کان گس ڏئي، مڙئي ڀڄي وياسون. اسان کي مائٽن گهر ۾ بند ڪري ڇڏيو، پر اتان به ڀڄي نڪتاسون. پر پڪڙجي پياسون. آخر وڏو گوڙ ٿي پيو. اسان مونکي ڏهه روپيا ڏئي چيو ته، "تون هيءُ ڳوٺ خالي ڪري وڃ، نه ته ماڻهو توکي ماري ڇڏيندا. هتي سڀ ماڻهو تنهنجي خلاف آهن." ڏهه روپيا ڪٺي، آئون دنيا ۾ نڪري پيس. هاڻ وڃان ڪيڏانهن! پڇوسون ته، "ننڍي باگي ۾ ڪو اسڪول آهي، اتي پڙهي سگهجي ٿو". سوچيوسون ته، "چور ٿيون." مطلب ته اهو اچي خيال ٿيو ته "ڏنڌو کهڙو اختيار ڪجي؟". منهنجي عمر ان وقت ١٣ سال کن مس

هئي. هاڻ آئون ان وقت ڪهڙي ڏنڌي ۾ وڃان؟ سوچيم، "پرهان! مولوي ٿيان! ڇا ٿيان" امان بس ڏهه روپيا ڏني ڇيو ته، "هاڻ تون وڃ. جيڏانهن وڻئي وڃ. تون ڇا ٿيڻ تنهنجو ڪم ڄاڻي!" هاڻ ڇا ڪيان! مان دنيا ۾ اڪيلو! نه خبر نه چار. پوءِ خيال آيو ته ڊاڪٽر جي پوٽي ڪي آزمائجي جنهن جي باري ۾ ٻڌو هوسون ته "پاڻ به غريب آهي ۽ غريبن تي ڏاڍي مهرباني ٿو ڪري". پوءِ دوست سان گڏجي، ڏهه روپيا ڪٺي ڪراچيءَ ۾ آيس. ڊاڪٽر دائود پوٽي سان مليس. هن مون کان ڪجهه سوال پڇيا ۽ ٽيسٽ ورتئين. قصو مختصر ته هن مونکي اسڪالرشپ ڏني. هن مونکي ڪپڙن لاءِ به پيسا وٺي لاءِ ڇيو، پر مون اهي ڪونه ورتا، اسڪالرشپ جا پيسا ورتم. پوءِ گهر آيس. اسڪالرشپ جي خوشيءَ ۾ ٽڪيٽ ڪيٽ جا پيسا ڪپائي ڇڏيا سون ۽ گاڏيءَ ۾ بنا ٽڪيٽ جي چڙهي پياسين، پر پوليس مون ڪي جهلي ورتو. پر دابيجي اسٽيشن وٽ ڀڄي نڪتس. پوليس منهنجي پويان پويان، آئون اڳيان! پوءِ الائي ڪيئن گهر پهتس! بهرحال بعد ۾ مدرسي ۾ پڙهيس. انگريزيءَ جي چوٿين درجي ۾ داخل ٿيس. امتحان ٿيو. رزلٽ نڪتو ته آئون ٤٤ نمبر آيس. فيل ٿيندي ٿيندي مس بچيس! مون ٻن ٽن ٻين شاگردن سان ضد ڪيو هو ته پهريون نمبر ايندس. بختيارپور جو هڪڙو ڇوڪرو، محمد اعظم هوندو هو، تنهن سان به شرط رکيو هوم، ۽ آيس وري ٤٤ نمبر! چيائين، "اڃان به ضد آهي؟" چيم، "آهي." پڇيائين، "اڃان به پهريون نمبر ايندين؟" چيم "ايندس" چيائين، "سيني کان هوشيار آهين؟" چيم، "ها سيني کان هوشيار آهيان". چيائين "ٺيڪ آهي. مقابلو ٿيندو." ٻئي سال امتحان ٿيو. آئون سيني ۾ پهريون نمبر آيس. مدرسي جا سيئي رڪارڊ مون ٽوڙي ڇڏيا! سيني سبجيڪٽن ۾ پهريون نمبر آيس. سيني ٻولين، عربي ۽ سنڌي وغيره ۾ پهريون نمبر آيس ته جاگرافي، ارٿميٽڪ ۽ الجبرا ۾ به پهريون نمبر آيس. مطلب ته سيني سبجيڪٽن ۾ پهريون نمبر آيس. اعظم ڪي وڃي چيم "سلام عليڪم". هن (شڪست خورده لهجي ۾)

چيو، ”وعليڪم سلام“ پهريون نمبر اچڻ تي مونکي محمد ابراهيم جويو صاحب، جيڪو اسانجو استاد هو، مونکي پانهن ڏانهن جهلي ٽيچرس روم ۾ وٺي ويو. مونکي چيئين، ”تو سيئي رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيا آهن. ٽنهنڪري، توکي استادن جي ڪرسيءَ تي ويهاريون ٿا. هن ماسترن کي گڏ ڪيو. منهنجي لاءِ چانهن گهرايئين ۽ مون جيڪو انگريزيءَ ۾ مضمون لکيو هو، اهو سيني کي پڙهي ٻڌايئين. ان مضمون جو عنوان هو English Home (انگريزي گهر) مون ان مضمون ۾ لکيو هو تہ ”انگريزن جا گهر ڏاڍا سٺا ٿيندا آهن. پر انهن جا گهر انهي ڪري سٺا آهن جو اهي آزاد آهن. اسان جا گهر ان ڪري ڪنا آهن جو اسين غلام آهيون. اسين جڏهن آزاد ٿينداسين، تڏهن اسان جا گهر بہ اهڙا ئي سٺا هوندا.“ پوءِ لکيو هوم تہ، ”آزاديءَ لاءِ قرباني کپي.“ آخر ۾ لکيو هوم تہ "The tree of liberty is watered by the blood of tyrants" (آزاديءَ جي وڻ جي آبياري، جابرن جي رت سان ٿيندي آهي.) هن مونکي 'شاباش' ڏني ۽ بعد ۾ مونکي انعام طور، لائبريرين مقرر ڪيائين، جنهن جو ماهانو الائونس ۵ رپيا هو. ۵ رپيا آئون اڳيئي اسڪالرشپ کڻندو هوس. ۵ رپيا گهران ملندا هئا. ۵ رپيا اهي وڌي ويا. پوءِ تہ آئون شاهوڪار ٿي ويس هليو! لائبريريءَ ۾ اسلامي ڪتاب ۽ انگريزي ناول هوندا هئا، جيڪي ڪير پڙهڻ ئي ڪونہ ايندو هو. پر مون اهي ڪتاب پڙهڻ شروع ڪيا. مطلب تہ مون ۵ درجي کان انگريزي ناول پڙهڻ شروع ڪيا. پهريون ناول هو انٿوني ٽريلپ جو 'ٽري ڪلاڊس' هو. رات جو دير تائين اهو ڪتاب پڙهندو رهيس. آڌي رات تائين رڳو پهرين پيرا پڙهي هئم! سمجهہ ۾ ڪجهہ نہ آيو! پر ضد ڪري پڙهندو رهيس. پوءِ وري اسلامي ڪتاب بہ پڙهڻ شروع ڪيم. مطلب تہ لائبريريءَ جا سيئي ڪتاب پڙهي ڇڏيم.

نوراني: ڪهڙي لائبريري؟

ر.ب. پليجو: سنڌ مدرسي جي هاءِ اسڪول واري لائبريري. مولانا سليمان ندويءَ جا ڪتاب پڙهيم. خود اسين فقهو مولوي

عبدالرزاق وٽ پڙهندا هئاسين. آئون وري پنهنجي، سنڌين توڙي شيعن جي مسجدن ۾ نمازون پڙهندو هوس. ڇاڪاڻ جو منهنجو دوست شيعو هوندو هو ان ڪري، آئون هن جي ۽ هو منهنجي مسجد ۾ نماز پڙهندو هو. اسان کي تفسير وري مفتي صاحب داد پڙهائيندو هو. صبح جو تفسير پڙهندا هئاسين. جهڙي ديني ڏينهن هوندا هئا، انهن تي آئون تقريرون به ڪندو هوس. معراج شريف (واري موقعي) تي آئون تقرير به ڪندو هوس ته شعر به پڙهندو هوس. ان مهل مون تي گلاب پلاب جو عرق به ڇڙڪيندا هئا. ڪاليج جا شاگرد، استاد توڙي شهر جا پيا ماڻهو به منهنجون اهي تقريرون ٻڌڻ ايندا هئا، ڇاڪاڻ جو آهي اسلامي تقريرون هونديون هيون. تقريرن جي ڪري آئون چڱو نالو ڪڍي ويس. اسڪول ۾ انگريزيءَ ۾ ڊبيٽون به ٿينديون هيون. مون وري انگريزي ۽ انگريزيءَ ۾ تقريرون ڪرڻ شروع ڪيون. پوءِ وري مسلم ليگ گارڊ جي پريڊ ٿي. آئون ان جو ميمبر ٿي ويس. آن زماني ۾ مون پهريون سياسي ڪتاب ”خون کے آنسو“ پڙهيو. ان ۾ لکيل هو ته ”هندستان ۾ مسلمانن سان ظلم آهي.“ منهنجو هڪ پنجابي دوست فضل الرحمان هوندو هو، جيڪو مونکي اقبال جا شعر ٻڌائيندو هو. وري اقبال کي پڙهيم ته معلوم ٿيو ته ”اسين هندوستان جا مسلمان آهيون.“

عبدالرحمان نقاش: اهو ڪتاب ڪنهن لکيو هو؟

ر.ب. پليجو: الائي ڪنهن لکيو هو! هندوستان جو ڪو ليکڪ هو. پوءِ اهي ڪتاب پڙهياسون ته خبر پئي ته 'مسلم ليگ' به آهي، بس پوءِ مسلم ليگي ٿي وياسين. ۽ وري ايترو مسلم ليگي ٿي وياسين جو ما گهين اسان ڇارچٽا پاڪستاني مجاهد بنجي وياسين! (ان موقعي تي نوراني، اياز لطيف پليجي کي مختلف زاوين کان مسٽر پليجي جا فوٽا وٺڻ جي هدايت ڏني ٿو. اياز ڪجهه هدايتن موجب ۽ ڪجهه پنهنجي سمجهه مطابق پنهنجي والد جا مختلف پوز وٺي ٿو. نهايت عجيب منظر آهي صحافي پٽ، پنهنجي ئي پيءُ جا بطور هڪ سياسي اڳواڻ جي حيثيت ۾ فوٽا وٺي ٿو. پيءُ ۽ پٽ ڪيترن

ڏينهن جي اوجاڳن ۽ هڻ هڻان جي باوجود، چست نظر اچن ٿا. مسٽر پليجو ڪوچ سان ٽيڪ لڳائي، پنهنجا پير ڊگهيري نيم دراز ٿئي ٿو. اياز ڪئميرا رکي پيءُ جي قدمن وٽ ويهي، سندس جوراب لاهي ٿو. جوان پٽ جو پيءُ لاءِ اهو قرب، ادب ۽ احترام ڏاڍو متاثر ڪندڙ آهي. پيءُ به پٽ کان نهايت مطمئن ۽ خوش نظر اچي ٿو ۽ کيس هدايت ڏئي ٿو ته، ماني کائيندي سندس فوٽا نہ وٺي. اياز اثباب ۾ ڪنڌ لوڏي ٿو. نوراني اياز کي ٽيپ وغيره چيڪ ڪرڻ لاءِ چوي ٿو. گفتگو پيهر شروع ٿئي ٿي.)

نوراني: اهي چار ڄڻا ڪير هئا؟

ر.ب. پليجو: آئون، دڙي وارو ڊاڪٽر حسين بخش، فضل الرحمان ۽ محمد اعظم قريشي. اسين چارئي ڄڻا، پاڪستاني مجاهد بڻجي وياسين. ان وچ ۾ به واقعا ٿيا. هڪڙو ته جويي صاحب کي خارج ڪري ڇڏيئون، اهو چئي ته ”هيءُ ڪافر آهي.“

نوراني: جويو صاحب؟

ر.ب. پليجو: محمد ابراهيم جويو صاحب، هن کي ان الزام تحت خارج ڪري ڇڏيئون ته ”هيءُ مسلمان نہ آهي.“ هو اسان کي پڙهائيندو هو. آئون به سندس خلاف هوس. مون هن کان پڇيو هو ته، ”روزا نٿو رکين؟“ چيئين، ”نہ“ پڇيومانس تہ ”توهان مسلمان نہ آهيو؟“ چيئين ”آئون مسلمان ناهيان.“ اسان سڀني شاگردن، ان ڪري فيصلو ڪيو ته، ”جيئن ته هيءُ نماز نٿو پڙهي ۽ روزا نٿو رکي، ان ڪري هن ماستر کي تنگ ڪبو.“ اسين تہ سڀ نمازون پڙهندا هئاسين. اسان جي ان ڏس ۾ حاضري به لڳندي هئي. اسين کيس تنگ ڪرڻ لڳاسون. هو انگريزي ڏاڍي سٺي پڙهائيندو هو.

نوراني: رڳو انگريزيءَ وارو سبجيڪٽ پڙهائيندو هو يا ٻيو ڪو مضمون به پڙهائيندو هو؟

ر.ب. پليجو: فقط انگريزي پڙهائيندو هو ۽ زبردست انگريزي پڙهائيندو هو. بيت ڏاڍا زبردست پڙهائيندو هو. سو هن کي

تنگ ڪندا هئاسون. پر هو تنگ ڪرڻ ٿيندو هو! بهرحال هن ڪي ان الزام تحت اسڪول مان ڪڍي ڇڏيئون ته، "هيءُ ڪافر آهي." پر اسان کان اهو برداشت نه ٿيو ته اسان جي استاد کي ڪير ايئن اسڪول مان خارج ڪري ڇڏي. پوءِ مدرسي جي تواريخ ۾ پهريون پهرو اسٽرائيڪ ٿي. مون وڃي گهڻو وڃايو. چيائون، "مدرسو اسلامي آهي، ان ڪري ان ۾ اسٽرائيڪ ڪانه ٿيندي. مسلمان قدو ڪونه ڪندا آهن. رڳو تعليم حاصل ڪندا آهن." مون چيو "ٺيڪ آهي، پر جوبي صاحب کي اسين موٽائينداسون." نيٺ جوبي صاحب کي واپس آندو ويو. بس پوءِ ته اسين بادشاهه ٿي وياسون! پڙهندا ڪونه هئاسون، رڳو اسٽرائيڪون ڪندا هئاسون.

نقاش: اوهان اڳهارو چيو هي ته، "۾ اهم واقعا ٿيا هئا." پيو ڪهڙو اهم واقعو ٿيو هو؟

ر.ب. پليجو: ها. آخري سال ۾ پي پڙهيوسين ته هڪ وڏو ٺڪاءُ ٿيو. وري پيو ٺڪاءُ ٿيو. وڏو ڌماڪو ٿيو. آئون ان زماني ۾ ٿوري ٿوري اخبار پڙهندو هوس. مون سوچيو، "الائي ڇا ٿيو؟" خبر نه پئجي سگهي. پوءِ مون کي اوچتو ڪو خيال آيو ۽ ڊوڙي وڃي گهڻو وڃايم. ڇوڪرا ٻاهر نڪري آيا. گيٽ تي وياسون. ڏسون ته گاڏيون پيون وڃن، انهن ۾ هڪڙا ماڻهو ويٺل آهن، جن جي مٿي تي پٽيون ٻڌل آهن. پٽين جو رنگ ڳاڙهو هو، جهڙو رت هاڻو! هو نعرا هڻندا پيا وڃن ته، "هندستان زنده باد، آزادي زنده باد" اسين بروبر سمجهي وياسون ته، هي بحري فوج جا باغي سپاهي آهن. اسان اڳي ئي پڙهيو هو ته،"هندوستان جا بحري جهاز ايندا سي اچي انهن باغي بحري فوجين جي جهازن تي حملو ڪندا." سو اسان سمجهي وياسين ته هي بحري جهازن جا باغي سپاهي آهن، جن کي انهن بحري جهازن وارن ماريو آهي. اهي سپاهي گرفتار هئا. انهن کي اسان جي مدرسي جي گيٽ جي سامهون ٽرڪون ڪٺي پي ويون.

نقاش: اها هوءَ مشهور جهازن واري بغاوت هئي؟

ر.ب. پليجو: (بلڪل) اها. اسان سڀني شاگردن کي ٻاهر ڪڍيو، چيوسين، ”اسين مارچ ڪنداسون. آئون ڏڪيس پيو! سلوار ۾ منهنجون ٽنگون پيو ڏڪيون! پر چيوسين ته، ”پونتي هٽڻو ناهي. مسلمان آهيون.“ اسان جو اسلامي جوش حد کان وڌيڪ ۽ سخت هو. بس سوچيوسون ته غازي ٿيڻو آهي. غازي مصطفيٰ ڪمال پاشا! انور پاشا! بس اهي ڏيهلائي جا ڪتاب پڙهيا هئاسون. اقبال جا ترانا پرانا سڀ ياد هئا. سوچيوسون بس سر ڏيڻو آهي. پوءِ ٻاهر نڪتاسون. اسڪول جا شاگرد به اسان سان گڏ نڪتا. سک ريجمينٽ جا ڪي فوجي اسان کي ڦري آيا. اسان ڏڪياسون پيو! اسان اڳيان سپاهي ڪونہ ڏٺو هو، سو به اهڙي حالت ۾ جو ان جي هٿ ۾ مشين گن هجي! آئون ته پوليس وارو نيڏي هوندي ئي ڏسي ڏڪندو هوس. هڪڙي سپاهيءَ اسان کان پڇيو ته، ”ڪير آهيو؟“ چيوسين، ”اسين شاگرد آهيون ۽ آزادي چاهيون ٿا.“ تقرير به ڪئيسين. دل ۾ ته ڏڪياسين پيا! سڀني کان اڳيان آئون هوس. خير، قصو مختصر، ان سپاهيءَ سان ڳالهايوسون. چيوسون ته ”آرام باغ تائين وينداسون، اتي تقرير ڪري سوٽي وينداسون.“ پڇيئين تہ ”پٿر هڻندو؟“ چيوسون، ”نہ پٿر ڪونہ هڻنداسون.“ چيئين، ”شيشا ڀڃندو؟“ چيوسون، ”شيشا ڪونہ ڀڃنداسون.“ پڇيئين، ”دڪان ڦريندو؟“ چيوسون، ”دڪان ڪونہ ڦرينداسون.“ چيائين، ”انجام؟“ چيوسون، ”انجام.“ چيائين، ”هٿ ملايو.“ هٿ ملايوسين. چيائين، ”هاڻ ڀلي وڃو.“ اسين نعرا هڻندا اڳتي وڌياسون. اين.جي.وي هاءِ اسڪول مان هندن جو جلوس به آيو، انهن جي اڳواٽي هڪڙي ڇوڪريءَ پئي ڪئي.

نوراني: ڇوڪريءَ!

ر.ب. پليجو: ها، ڇوڪريءَ پئي ڪئي، هندواڻي هئي. اسان سوچيو ته، ”شڪر آهي جو اسين ٻچي ڪونہ وياسون. اسان مسلمان نمازي! جيڪڏهن اتان ٻچي وڃون ها ته هيءَ ڇوڪري تہ ضرور

اهي سهڙي هــا ۽ اسان جو خانو ئي خراب ڪري ڇڏي ها!“ ان واقعي کان اڳ هڪ ٻيو اهم واقعو ٿــي چڪو هو. چار سال کن اڳ جڏهن آئون ڏيون درجو پڙهندو هوس تـه هڪ دفعو صبح جو اسيمبلـي ٽيڻ مهـل هڪـڙو حسين هندو ڇوڪرو اسيمبليءَ مــان نڪري ٻاهر بيهي رهيو ۽ چوڻ لڳو، ”ريڊيو تي خبر آئي آهي ته اڄ صبح جــو ڇهين بجي اسان جي دوست، اسان جي سائي هيمون ڪالاڻيءَ کي سکر جيل ۾ ڦاهي ڏني وئي آهي. ان ڪري اسيمبلي ڪانه ٿيندي ۽ مظاهرو ٿيندو.“ ســون دوستن کي چيو تـــه ”هيءُ انگريزن خلاف وڙهي رهيو آهي. اسان کي هن جو ساٿ ڏيڻ گهرجي.“ دوستن چيو، ”پاڻ مسلمان آهيون پاڻ کي انگريزن سان نه، پر هندن سان وڙهڻو آهي.“ مون چيو ته، ”هندن کي تـه ماڻهو ٻاڙيا چوندا آهن. ٻاڙيا انگريزن سان وڙهن پيا ۽ پاڻ مسلمان غازي ماٺ ڪيو ويٺا آهيون!“ چيئون ته، ”اهي ڪافر آهن، اهي پلي پيا وڙهن.“ اهي ڇوڪرا جيڪي مون سان گڏ آيــا هئا، سي هليا ويا پر آئون اتي ئي بيٺو هوس. مونکي اهو خيال آيو ته ”آئون ته مسلمان آهيان ۽ مسلمانن سان گڏ آهيان.“ (منهنجو هندن ۾ ڇا وڃي!) پر ساڳي وقت مونکي اهو به خيال آيو ته، ”اهي هندو انگريزن سان هندستان جي آزاديءَ لاءِ وڙهن پيا.“ اها ڳالهه ذهن ۾ آيم ته آئون انهيءَ جلوس جي پويان پويان هلڻ لڳس، جنهن جي اڳواڻي هڪ هندوانيءَ پي ڪئي. پر انهن سان ملي‌س ڪونه. پويان پويان پي ويس. جلوس جڏهن شهر مان پي ويو ته آئون پريان هڪ دڪان تي ويهي رهيس. اتــي ئي پوليس جلـوس تــي لٺ بازي ڪئي. جلـوس ۾ جيڪي ڇوڪريون هيون، انهن تي به لٺ بازي ٿي. انهن جو رت وهڻ لڳو ۽ اهي پٽ تي ڪري پيون. شهر جا ڪي غنڊا، جيڪي مسلمان هئا، انهن بـه ڪين ماريو! اهو لقاءُ ڏسي، مونکي خيال آيــو تــه، ”مسلمان پلي بهادر ۽ سڄا هجن، پـر اهي ڪميڻا ۽ ذليل بـه ٿي سگهن ٿا.“ اهڙو واقعو ڏسي چپ ڪري ويهي ٿا رهن ۽ مٿان وري غنڊا به ڇوڪرين کي پيا مارين! اهو واقعو منهنجي ذهن ۾ اڳيئي

هــو، ان کري اسين ڀــونئي ڪونــہ هٽياسين. (ان مهــل پليجو سائيءَ جو هڪ ڀوڪره وات ۾ وجهي ٿو. اياز ڪئميرا کڻي سندس فوٽو ڪيڻ لاءِ اٿي ٿــو تــہ پليجو کيس ٻيو دفعو چوي ٿو، ”مانِي کائيندي فوٽو نہ ڪيجئين.“ اياز وري ويهي رهي ٿو. پليجو گفتگوءَ جو سلسلو جاري رکندي ٻڌائي ٿو.) بهرحال، مشترڪ پاس ڪيم. ان دور ۾ هڪ ساٿيو سونکي گڏيو، جنهن چيو تہ، ”مودودي ڏاڍا سٺا ڪتاب ٿو لکي.“ اهو ٻڌي مودوديءَ جا ڪتاب پڙهيم. وري هڪڙي چيو تہ، ”قادياني تمام سٺا ڪتاب ٿــا لکن.“ وري لڳي ويس قاديانين جي ڪتابن کي. هڪڙو ڇوڪرو، صلاح الدين منهنجي هاسٽل جي سامهون رهندو هو، ساڳي هند ڇانهن ۾ پيئندا هئاسين. هن وري سونکي نيون ۽ آئيون سيتيون ڳالهيون ٻڌايون ۽ ســونکان ڪئين سوال پڇيئين. سون هن کي قرآن ۽ حديث مان جواب ۽ حوالا ڏنا. هن وري پيا قڏا ڏاهيا! وڏو بحث ٿيو. نيٺ هن سونکي سوشلزم جي باري ۾ ڪتاب ڏنا. سوشلزم جي باري ۾ ڳهٽي خبر هن کي بہ ڪانہ هئي! پــر پــوءِ ڪئين ڪتاب پڙهياسين. ان زماني ۾ هڪ ترقي پسند مزدور ليڊر نبي احمد گڏيو....

نقاش: نبي احمد، ٽريڊ يونينسٽ؟

ر.ب. پليجو: اهو ساڳيو نبي احمد هندوستان مــان مهاجر ٿي منهنجي ڳوٺ ۾ آيو هــو. نهايت ٿي خستہ، بيڙي ۽ خراب حالت ۾ هو. هن ڏاڍي ڏکي زندگي پي گذاري. منهنجو اتفاق سان ڳوٺ ۾ ڪنهن ميجر سان بحث ٿــي پيو. منهنجو چوڻ هو تــہ، ”بادشاه حرامي آهن.“ هن چيو تــہ، ”بادشاهن کــي حرامي چئي، تون سڌو سنئون وينو اسلام جي بيءزتي ڪرين!“ بحث ايترو وڌيو جو هو خنجر کڻي ماڳهين سونکي مارڻ تــي آيو. نبي احمد، جيڪو اتــي موجود هو ۽ اسان جو بحث پي ٻڌئين، سو اڳتي وڌي آيو ۽ ميجر کي کڻي جهليئين. نبي احمد ميجر کي چيو تہ،”هن کي چو ٿو مارين! هي صحيح ٿو چوي. بادشاه واقعي حرامي آهن. آئون حيدرآباد دکن مان پيو اچان. دکن جا بادشاه بــہ حرامي آهن.“ بس هو ميجر کي

بحث ۾ وڪوڙي ويو. بعد ۾ نبي احمد ڪراچيءَ ۾ آيو. هن سان منهنجيون ملاقاتون ٿينديون هيون ته هو مونکي اردوءَ جا ڏاڍا شعر پڙهائيندو هو. هن مخدوم محي الدين جا انقلابي نغما، گيت ۽ سردار جعفري ۽ ڪيفي اعظمي جا شعر پڙهايا، جيڪي مونکي ڏاڍا وڻيا ۽ مونکي ڏاڍا سٺا ۽ فرسٽ ڪلاس لڳا. مون ڊيپلائيءَ کي پڙهيو هو. ڊيپلائيءَ شاهه صاحب جي باري ۾ لکيو هو ته، "شاهه جا شعر ماڻهن کي سستي ٿا سيکارين." مثلاً، "پائي منهن مونن ۾ غربت سين گذار." وغيره آئون چاڪاڻ ته ڊيپلائيءَ کان متاثر هوس. ان ڪري چوندو هوس ته، "هيءُ بلڪل ڇٽ شاعر آهي، ان جو نالو به وٺڻ نه گهرجي، اقبال ٺيڪ آهي."

پر نظريو (ان وقت) مونکي سمجهه ۾ ڪونه آيو. مارڪس پڙهيم، لينن پڙهيم، پر هڪڙو به اکر مونکي سمجهه ۾ ڪونه آيو. الائي ڇا لکيو پيو هو! باقي ناول مون کي مزو ڏيندا هئا. خاص ڪري، منهنجو محبوب ليکڪ، ايليا ايڪبرگ هوندو هو. پوءِ ته وري ڪانسٽنٽين فيڊم ۽ پيا پڙهيم. منهنجي ڪٽ مچي ڪتابن سان پري پئي هوندي هئي، ماني (ڇڻ) آئون ڪائيندو ئي ڪونه هوس، رڳو ڪتاب وٺندو هوس، تنهن ڪري، مانيءَ جا پئسا ڪٽي پوندا هئا.

نوراني: عام طرح، اوهان جي ڪتابن ۾ ٽيسٽ مذهبي هئي ڇا؟

ر.ب. پليجو: نه. ١٩٤٧ع کان پوءِ، آئون مذهبي ڪتاب به پڙهندو هوس، تواريخ به پڙهندو هوس. مطلب ته هر قسم جا ڪتاب پڙهندو هوس. آئون اڃان تائين به مذهبي ڪتاب پڙهندو آهيان. هينئر به مون وٽ حضور ﷺ جن جي سوانح عمري آهي. بهرحال، اهي ناول پڙهياسون. بعد ۾ انجمن ترقي پسند جي گڏجاڻين ۾ وڃڻ لڳس. اتي فيض احمد فيض ۽ ظهير ڪشميري به ايندا هئا. ممتاز حسن به ايندو هو ۽ تنقيدن ۾ حصو وٺندو هو. آئون پڻ ٽن نشستن ۾ ويس. هڪڙي ڏينهن مون پنهنجي طرفان تنقيد شروع

ڪري ڏني. ڏڪي، ڏڪي، نيٺ مون فيصلو ڪيو تہ آئون بہ ڪجهہ ڳالهايان. روز ڀاڻ تي لعنت ملامت ڪندو هوس. (تہ ڳالهايان ڇو نٿو!) بس ٻوءِ نيٺ ڳالهايم. مقصد ڳالهائڻ ڪونہ هو، پر اهو هو تہ ڪيئن بہ ڪري، هنن جهڙو ٿيان. هيءُ سڀ معتبر ٿيو ويٺا ڳالهائين ۽ آئون نہ ڳالهايان! ٻوءِ (همٿ ڪري) ڳالهايم. فيض احمد فيض ۽ ٻيا بہ ويٺا هئا. اهي مون تي ڪليا ٻليا ڪونہ، پر منهنجي تنقيد جو جواب ڏنائون: اهڙي طرح، آئون تنقيد ڪرڻ لڳي ويس. ٻوءِ وري ميفارام هاسٽل ڪراچيءَ ۾ سنڌي ادبي سنگت ٿي. اسين ميفارام هاسٽل ۾ هوندا هئاسون. نورالدين سرڪي، ڊاڪٽر انور ۽ حفيظ شيخ بہ اتي هئا. اها اسان جي چنڊال چوڪڙي هوندي هئي. اتي اسان گڏ ٿيندا هئاسون. ان ئي زماني ۾ مون ايس ايم لاڪاليج ۾ داخلا ورتي. اڄ ان لا حي ٻهرين ئي سال ۾ هوس، تہ حيدر بخش واري تمبر. شهدادڪوٽ واري چونڊ ٿي. اتي ذات وڏيرو، ذات هاري ۽ ورڪر اچي گڏ ٿيو. اسين جهنڊا کڻي ورڪ تي نڪرندا هئاسون. ٻيرين پيادا! نہ ڪاڏو نہ پيتو! الله الله خير صلي. هڪڙي دوست: تنهن جي ماءُ هوندي هئي، جيڪا ويچاري اسان لاءِ ماني پچائيندي هئي. بس، ديگڙي ۾ جيڪي آيو، وجهي ڇڏيندا هئاسون. پيسا ٻيسا اسان وٽ ڪونہ هوندا هئا، نہ ئي ڀاڙو ڀڙو. ڪڏهن سڪر وارو وڪيل شمس الدين شاهہ وري ڪڏهن نور محمد پليجو، ڏهہ پندرهن رپيا ڏئي ڇڏيندا هئا. ڪجهہ هوندو هو تہ کائيندا هئاسون، نہ تہ بکيا ئي پيا هلندا هئاسون. (طنزيہ لهجي ۾) ڪڏهن ڪڏهن اسان جا ماٺهو پني پني بہ ايندا هئا. اهڙي ريت، ورڪ پئي هلندي هئي. وڏيرن کي خوب گاريون ڏيندا هئاسون. ٻوءِ وري جڏهن هو ڀت ڀت خيرات ڪندا هئا تہ اهو کائي ايندا هئاسون. (زير لب مشڪندي) وڏيرا اسان کي ڏسي چوندا هئا تہ، "اسان کي گاريون ڏئي وٺو تہ اوهان کي ڀت کارايون." ٻوءِ ڀت کائيندا هئاسون. بس ٻوءِ پيا هلندا هئاسون. سرخ جهنڊا هٿن ۾ هوندا هئا. نڪل هوندا هئاسون، پر ڏاڍو مزو ايندو هو. انهن ڏينهن

۾ ورڪ ڪرڻ مهل، اسان هي ئ ترانو ڳائيندا هئاسون. (پليجو نهايت ئي جوش ۽ جذبي سان، بلند آواز ۾ ترانو پڙهي ٿو.)

يہ جنگ هئي، جنگ آزادي،
هم هند کي رهني والون کي،
مظلومون کي محڪومون کي،
مجبورون کي دهقانون کي،
وه سرخ سويرا آتا هئي،
گلنار ترانا گاتا هئي،
آزادي کا آزادي کا.

(ڳالهہ جاري رکندي) اهو ترانو مون کي اڃا تائين ياد آهي. خيرپور جو هڪ مهاجر ڇوڪرو اهو ترانو ڏاڍو سٺو ڳائيندو هو. بس جوش هو، تقريرون هيون. قمبر جو هڪ باغ آهي، اتي قاضي فضل الله کي تقرير ڪرڻي هئي. اتي ڏاڍا گهٽا ماڻهو آيا تہ ناچو ٻہ. ڪامريڊن چيو تہ، ”هيڏي وڏي جلوس کي منهن ڪير ڏيندو؟“ نيٺ چيئون تہ ”رسول بخش پليجو تقرير ڪندو.“ ڪامريڊن جي اسرار تي، مون ائين تقرير ڪئي. مون چيو تہ،”جيڪي ناچو هجن، سي پلي هتي ويٺا هجن، باقي جيڪي مڙس هجن، سي اسان سان هليا اچن.“ بس پوءِ تہ تماشو ٿي ويو! سڀئي ماڻهو اسان سان گڏ هليا آيا. سڄو باغ خالي ٿي ويو. مون زبردست تقرير ڪئي. انهن ڏينهن ۾ وري تقريرن تي ماڻهو ڏاڍو اعتبار ڪندا هئا. (چٽريلي انداز ۾) چئون پيا تہ، ”اليڪشن ٿي ويندي تہ سڄو نظام ئي بدلجي ويندو. ڪامريڊ جتوئي چونڊجي ايندو ۽ ڪامريڊ جڏهن هارين جي فائدي ۾ تقرير ڪندو تہ لڪاءُ جو ٿيندو تہ سڀ وڏيرا ڪلٽي! قانون ٿي پيو! نيون چونڊون ٿينديون. اسين سڀئي چونڊجي ايندا سين. بس سڄي ملڪ تي قبضو! حڪومت ٿي پنهنجي!“

نوراني: معاف ڪجو، اڃان اوهان جي اوائلي دور بابت ڪجهہ سوال رهجي ويا آهن؟

ر.ب. پليجو: جي.

نوراني: توهان اسڪول وغيره جي زماني ۾ ڊبيٽن وغيره ۾ حصو ورتو؟

ر.ب. پليجو: ها. وٺندو هوس.

نوراني: ڊرامن ۾؟

ر.ب. پليجو: ها هڪ ٻن ڊرامن ۾ حصو ورتم.

نوراني: اوهان ڪا ٽرافي وغيره کٽي؟

ر.ب. پليجو: ٽرافي وڏي شيءِ آهي. باقي انعام ننعام ملندا هئا.

نقاش: راندين ۾ اوهان کي ڇا پسند هو؟

ر.ب. پليجو: اسپورٽس ۾ مونکي ڪرڪيٽ وڻندي هئي. ٻر مئچ ۾ اسڪور سڄي ڏينهن ۾ هڪ يا ٻه رنسون ڪندو هوس. رڳو ٺڪ ٺڪ پيو ڪندو هوس. جڏهن اسان جي ٽيم هارائيندي هئي ته مونکي ۽ منهنجي هڪ دوست عبدالواحد ميمڻ کي بيٽنگ لاءِ موڪليندا هئا. اسين ٻئي ڇٽا سڄو ڏينهن نه ته آئوٽ ٿيندا هئاسون، نه ئي وري اسڪور ڪندا هئاسون. رڳو ٺڪ ٺڪ پئي ٿيندي هئي. (ٽورو مشڪندي) سڄي ڏينهن ۾ اسڪور ٻه، نات آئوٽ! ان ڪم لاءِ اسين هوندا هئاسين.

نقاش: انڊور گيمس؟

ر.ب. پليجو: پتا پتا ڪونه ايندا هئا، باقي هو جيڪو ڊ ۽ ٿيندو آهي.....!

نقاش: ڪيرم بورڊ؟

ر.ب. پليجو: ها. ڪيرم بورڊ کيڏندا هئاسون. پر اسان جي مدرسي ۾ انڊور گيمس ڪونه هونديون هيون. فٽ بال وغيره به ڪندا هئاسون.

نقاش: شطرنج؟

ر.ب. پليجو: نه شطرنج نه.

نوراني: اوهان ڪهڙن استادن ۽ پرنسپالن کان متاثر ٿيو؟

ر.ب. پليجو: اسان جو هڪڙو پرنسپال، مسٽر غلام حسين

سومرو هوندو هو. پيو ايس ڪي پاڻيجي ۽ ٽيون مسٽر ٽامس هو. اهي ٽئي پرنسيپال زبردست هئا. سڀئي جدا جدا خوبين جا مالڪ هئا. مدرسي جا استاد بي پناه خوبين جا مالڪ هوندا هئا. ايس.ڪي. پاڻيجيءَ کان پوءِ الجبرا ۽ رياضيات ختم ڪيون. ناصرحسين کان پوءِ گرامر ختم هو. بااصول ماڻهو هو. مون امتحان ۾ ٧٠ سيڪڙو مارڪون ڪنيون. فرسٽ ڪلاس ۾ آيس، پر جيڪڏهن هوم ورڪ ڪري نه ايندو هوس ته پوءِ ٻنهي ٻانهن تي بيهاري ڇڏيندو هو. بس پوءِ ٻيٺو هوندو هوس. چوندو هو ته ”تو اڄ ڪم نه ڪيو آهي، ڪالهه پلي سؤ سيڪڙو مارڪون ڪنيون هجنئي، ان جو مونسان واسطو نه آهي. تنهنجي ڪاپيءَ تي گرامر لکيل آهي يا نه؟ اڄ ڪم نه ڪيو انئي ته بيٺو هج.“

نوراني: اوهان جي ڪلاس ۾ پوزيشن ڪهڙي ايندي هئي؟

ر.ب. پليجو: آئون ڇهين ۾ فرسٽ آيو هوس. مئٽرڪ ۾ آئون ۽ هڪ ٻيو ڇوڪرو سڄي مدرسي ۾ پهريون نمبر آيا هئاسين. ان لحاظ کان سڄي سنڌ ۾ پهريون نمبر آيا هئاسين. ٻنهي جون مارڪون هڪ جيتريون هيون.

نوراني: ان زماني ۾ بمبئي يونيورسٽي امتحان وٺندي هئي؟

ر.ب. پليجو: ها. اسان جي فرسٽ ڊويزن آئي هئي. اسان جون مارڪون ٨٠ سيڪڙو کان به مٿي هيون. مون عربيءَ ۾ ٩٦ سيڪڙو مارڪون ڪنيون هيون ۽ ڪيترا رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيا هئم.

نوراني: اوهان جو من پسند سبجيڪٽ ڪهڙو هو؟

ر.ب. پليجو: منهنجو فيورٽ (پسنديده) سبجيڪٽ انگريزي هو.

فقير محمد لاشاري: اوهان مئٿيميٽڪس ۾ ڪيئن هئا؟

ر.ب. پليجو: ڇهين درجي ۾، ان ۾ به پهريون نمبر آيو هوس؛ پر وڏندي ڪانه هئي.

نوراني: بنيادي طرح اوهان جو لاڙو سائنس ڏانهن هو يا آرٽس ڏانهن؟

ر.ب. پليجو: (منهنجو لاڙو) آرٽس ڏانهن هو. سائنس مون کي ڪونه وڻندي هئي. ان ۾ ڪنهن زماني ۾ چٽ هوس. پر پڙهي، هوشيار ٿي ويو هوس.

نوراني: تواريخ وڻندي هئي؟

ر.ب. پليجو: تواريخ منهنجو فيورٽ سبجيڪٽ آهي. پر ان زماني ۾ ڪونه هئي، ڇو جو اسان وٽ تواريخ تي ڪتاب ڪونه هئا. باقي سنڌي، عربي ۽ انگريزيءَ جا سبجيڪٽ مونکي وڻندا هئا. عربي ان ڪري وڻندي هئي جو قرآن شريف پڙهيل هوس. عربيءَ ۾ آئون پنهنجا مضمون پنهنجيون حديثون ۽ آيتون پيو لکندو هوس.

نوراني: اوهان جا ان زماني جا سٺا دوست ڪهڙا هئا؟

ر.ب. پليجو: اسين پنج مجاهد هئاسون. محمد اعظم قريشي، بختيارپور جو، جيڪو پوءِ چريو ٿي پيو ۽ حسين بخش....

نوراني: ڇو چريو ٿي پيو؟

ر.ب. پليجو: ان زماني ۾ ئي جذباتي هو. پوءِ وري شادي ٻاديءَ جو ڪو مسئلو پيدا ٿي پيو. هو ڊاڪٽر صالح قريشي، سابق وائيس چانسلر سنڌ يونيورسٽيءَ جو ويجهو عزيز هو. ٻيو دوست هو حسين بخش، جيڪو دڙي ۾ ڊاڪٽر آهي. فضل الرحمان به منهنجو سٺو دوست هو، تازو ٻنڊيءَ ۾ مليو هو. چوٿون دوست الله ڏنوشاه هو، جيڪو هيڊ ماسٽر وڪيل آهي. اهو منهنجو بهترين ۾ بهترين دوست هوندو هو ۽ ايمان تائين آهي. اسان جا ماستر به بهترين هوندا هئا. تن ۾ محمد ابراهيم جويو صاحب به هوندو هو.

نوراني: جويي صاحب ۾ ڪهڙي خوبي هئي؟

ر.ب. پليجو: جويي صاحب جي اها خوبي هئي ته هو قربانتو هوندو هو. انگريزي بهترين پڙهائيندو هو، آزاد خيال هو، ناراض ڪونه ٿيندو هو، شفقت سان پڙهائيندو هو. هن جو انسان ۾ چاهه هو، (رڳو) ڪتابن ۾ چاهه ڪونه هو. ماڻهوءَ کي ماڻهو سمجهي چاهه ڏيندو هو ۽ انسان ٺاهڻ جي ڪوشش ڪندو هو. هو سراسر

شفقت، سراسر نرڪي ۽ سراسر عام هو. هن جي هوندي اهو احساس نه ٿيندو هو ته، "آئون به ڪو ماڻهو آهيان." اڳي اسين (جهڙي ريت) رول پارٽي هوندا هئاسين. نانڪا، پير اڪيلا ۽ ٽڪيا ۽ قميص به ڦاٽل هوندي. هن جي هوندي، (جهڙي ريت) اسين پاڻ کي ماڻهو سمجهندا هئاسين.

نوراني: هن اوهان جي ڪڏهن مالي مدد به ڪئي؟

ر.ب. پليجو: نه، اهڙو ناتو ڪونه هو. باقي اسان کي گهر وٺي وڃي مضمون ڪتاب پڙهائيندو هو. انگريزيءَ جي هڪ اخبار 'ريڊيڪل' به پڙهي ٻڌائيندو هو.

نوراني: توهان کي مشرف بہ مارڪسزم ڪنهن ڪيو؟ ابراهيم جويي صاحب يا ڪنهن ٻئي؟

ر.ب. پليجو: جويي صاحب اسان جي ذهن ۾ اهي خيال وڌا، پر مون اهي قبول ڪونه ڪيا. هو اهڙيون ڳالهيون ڪندو هو، پر ٿوريون. انسانيت وغيره جي ڳالهه ڪندو هو. مسلم ليگ جو مخالف هو. انهن ڏينهن ۾، هن هڪ ڪتاب لکيو هو، سيوسنڌ سيو سب ڪانٽيننٽ، (Save sind save subcontinent) يعني "سنڌ بچايو، ننڍي کنڊ کي بچايو." پر ان جو ڪو اسان تي اثر ڪونه پيو. پر بهرحال، ڪجهه خبر پئي. پاڻ هن جي خلاف هئاسون. (پوليٽي سان) چو جو پاڻ پاڪستاني هئاسون نه! تنهن ڪري، انهن ڏينهن ۾ (سنڌس ڳالهين جو) اثر ڪونه ٿيو. پر اهو ضرور سمجهيوسون ته، "هيءُ ماڻهو سٺو آهي." جويي صاحب جيڪي ڳالهيون ان زماني ۾ اسان سان ڪيون، انهن وري پوءِ وڃي اثر ڪيا. جڏهن پوءِ ڳالهيون سوچيوسون ته خبر پئي ته، "وچ! جويو صاحب به اهي ڳالهيون ڪندو هو!" سنڌس ڳالهيون شايد ايتريون نه هيون، پر انهن ڏينهن ۾ جويو صاحب انقلابي خيالن ۾ اهم اين راءِ جي خيالن جو ماڻهو هو. پوءِ جيڪي ڳالهيون مون ڪيون سي ذرا مختلف هيون. پر وڏي ۾ وڏو اثر مون تي جيڪو پيو ۽ جيڪا منهنجي (خيالن ۽ نظرين جي) ٽرننگ پوائنٽ هئي، اهي جويي

صاحب جا خيال ٿي هئا، جن شروع ۾ ته ٻوڪيو، پر سلا نہ آيا. ٻيو تہ صلاح الدين وڪيل هو، جنهن مون ۾ اهي ڳالهيون پيدا ڪيون ۽ ٽيون هو نبي احمد، جنهن شعر ۽ ادب جي حوالي سان مون ۾ اها تبديلي آندي. صلاح الدين فڪر جي حوالي سان تمام ظالمانہ سوال پڇندو هو. اسان جيڪا پنهنجي خيالي دنيا ڏاهيو ويٺا هئاسون، ان کي صلاح الدين پنهنجن سوالن، بلڪ، ڪرشنگ (چِپائيندڙ) سوالن سان درهم برهم ڪري ڇڏيو. ان سان سوشلزم تي بحث ٿيا. پر هو پاڻ وري سوشلسٽ ٿيوئي ڪونہ! وڪيل ٿي رهجي ويو. اسان وري معاملي کي ٿورو وڌيڪ اڳتي هلايو.

لاشاري: ان جو مطلب اهو ٿيو تہ ترقي پسنديءَ تي پهچڻ کان اڳ، توهان جا ننڍي هوندي کان وٺي جيڪي پريجوڊس (اڳ ذهن ۾ ويٺل گمان) هئا، اهي جامد نہ، بلڪ متحرڪ هئا، يعني هڪ کان ٻيو ٻئي کان ٽيون (ٿيندو ويو)؟

ر.ب. پليجو: ها.

لاشاري: تہ توهان جي ترقي پسنديءَ ۾ اينٽري (داخلا) لٽريچر جي ذريعي ٿي؟ توهان سياست ۾ پوءِ آيا؟

ر.ب. پليجو: اينٽري وايا لٽريچر (ادب جي ذريعي ابتدا) ڪانہ ٿي. صلاح الدين سان منهنجا جيڪي بحث ٿيا، سي ادبي ڪونہ هئا. هن کي ادب تي ڪجهہ بہ ڪونہ ايندو هو. هن خالص منطقي ۽ فڪري لحاظ سان ان نظام تي جرح ڪئي، جنهن تي اسان جي تعليم ٻڌل هئي. هن دنيا جي باري ۾ جيڪي مون پڙهيو هو ۽ منهنجا جيڪي عقيدا هئا، انهن تي هن (فڪري طرح) حملو ڪيو. چوندو هو تہ، ”هنن سوالن جا جواب ڏي.“ تنهن ڪري، فڪري طرح مون کي سمجهائڻو پيو. ڏينهن جا ڏينهن اهي بحث هلندا هئا. مون کي ياد آهي تہ آئون رئندو هوس، جو انهن سوالن جا جواب مون وٽ ڪونہ هئا. هو تمام عجيب و غريب سوال پڇندو هو! جن جا جواب مون وٽ ڪونہ هوندا هئا. تنهن جي ڪري مسئلو پهرين فڪري هو، پوءِ وري ادب پڌب پڙهيوسون.

لاشاري: هاڻ سنڌي ادب تي جيڪا منظم نموني سان ترقي پسندي آئي آهي، اها سنڌي ادبي سنگت واري عرصي ۾ آئي آهي، ان کان اڳ ۾ آئي آهي، يا پوءِ آئي آهي؟ ان سڄي عرصي کي اوهان سوڙهڻ چاهيو ته ڪيئن سهڙيندو؟

ر.ب. پليجو: اهو ميٺارام هاسٽل وارو دور هو، جنهن ۾ شروعاتي اديب پيدا ٿيا. ان کان اڳ ۾ ڪوبه (سنڌي) ترقي پسند ادب ڪونه هو. ان دور کان پوءِ ئي ميٺارام هاسٽل ۾ سنڌي ادبي سنگت جو بنياد وڌو ويو. ان کان اڳ ۾ سنڌي ادب، ترقي پسند ڪونه هو.

نوراني: ترقي پسنديءَ جو بنياد ڪنهن وڌو؟

ر.ب. پليجو: گهڻائي ساٿي هئا. تنوير عباسي هو، شمشيرالحيدري هو، پيا به گهڻئي هئا. آئون ڳوٺ ويل هوس. مون آيس ته هيءُ اڳ ئي ڊڪلريشن تي صحيح ڪيو ويٺا هئا. جتي ماني کائيندا هئاسون، اتي ئي ميٽنگ ٿي هئي.

نقاش: اها ورها ڱي کان اڳ جي ڳالهه آهي يا پوءِ جي؟

ر.ب. پليجو: (نان جو تازو گره وات ۾ وجهي، کير جو ڍڪ پري، ٽڪرا ٽڪرا چاپا ڏيندي) بس ورها ڱي کان ٿورو اڳ يا پوءِ جي ڳالهه آهي، هاڻ مون کي ياد ڪونهي.

نقاش: سنڌي ادبي سنگت جي جيڪا تاريخ ڇڏائي ٿي وڃي ان مان ته ايئن ٿو لڳي ته جڻ ١٩٤٦ع ڌاري، سنگت جو بنياد وڌو ويو هو؟

ر.ب. پليجو: اهوئي سال هوندو، ڇو جو مون کي ياد آهي ته آئون هاسٽل ۾ ماني کائيندو هوس، ته ضرور اچا پڙهندو به هوندس. اپريل ١٩٤٧ع ۾ مون (پڙهڻ) ڇڏيو. تنهن جي معني ته سنگت، ١٩٤٦ع ۾ ئي ٺهي هوندي. (ان مهل فون جي گهنٽي وڄي ٿي. رسول بخش پليجي جو ننڍو ڀاءُ، غلام قادر پليجو، جنهن جي جاءِ تي هيءُ انٽرويو ٿي رهيو هو، فون کڻي ٿو. ٻئي پاسي کان تمام هلڪو آواز اچڻ جي ڪري، هو تمام ڏاڍيان ڳالهائي ٿو، جنهن

جي ڪري ٻنهي ٻليجن جا آواز ڪَڏهن ڪري، اها خبر نٿي پوي ته ڪهڙو ٻليجو انٽرويو پيو ڏئي! ڪهڙو مون تي پيو ڳالهائي! ان ڪري وڏو مونجهارو ٿي پوي ٿو. اٽڪل پنج منٽن کان پوءِ اهو اڏيٺاڪ سلسلو، تڏهن ختم نٿي ٿو، جڏهن قادر رسيور رکي ٿو. ان وقت رسول بخش ٻليجي جو آواز چٽو ٻڌڻ ۾ اچي ٿو.) ١٩٤٦ع ۾ بغاوت ٿـي هئي. ان ئي دور ۾ سنڌي ترقي پسندي‌ءَ جـو بنياد پئجي چڪو هو. اردوءَ ۾ به پئجي چڪو هو.

نقاش: تـوهان جـي سنڌيءَ ۾ پهريـن طبع زاد ڪهاڻي ڪهڙي هئي؟

ر.ب. ٻليجو: پهرين ڪهاڻي ١٩٥٠-٥١ع ۾ لکيم. مـون اها پنج ڇهه مهينا پي لکي، پر اها شايع ڪونه ٿي. هوائي ڪهاڻي هئي، الائجي ڇا هئي! طوفان ميل ڪهاڻي هئي. وڏا وڏا ماڻهو، وڏا شخص ۽ وڏا قصا! پر پوءِ ڇڏي ڏنم.

نوراني: (نقاش ڏانهن نهاريندي) منهنجي خيال ۾ پهريـن ٻليجي صاحب جي وڪالت ۽ صحافت واري دور جو حال ونون، پوءِ وري ادب تـي ايندا سين. (نقاش ڪنڌ لوڏي راضپي جـو اظهار ڪري ٿو.)

ر.ب. ٻليجو: پـوءِ وڪالت پڙهيسون. ان وچ ۾ هڪـڙي اخبار هوندي هئي، صداقت، قادر بخش نظاماڻي ان جـو ايڊيٽر هو. نورالدين سرڪي به ان ۾ سب ايڊيٽر هو. آئون به ان ۾ سب ايڊيٽر هوندو هوس. صحافت آتان شروع ڪيم. تنهن کان پـوءِ نواءِ وقت جـو سب ايڊيٽر ٿيس، مولانا عبدالغفور سيتائي ايڊيٽر هـو. تمام زبردست ايڊيٽر هوندو هـو. پرسان سنڌ آبزرور جـي آفيس هوندي هئي. علي محمد راشدي ان جو ايڊيٽر هوندو هـو. وري آئون نئين سنڌ جو ايڊيٽر ٿي ويس، جنهن جو ايڊيٽر مشتاق هوندو هو. بعد ۾ آئون خود ايڊيٽر ٿي ويس.

نقاش: ڪهڙي اخبار جو؟

ر.ب. ٻليجو: نئين سنڌ جـو. ان وچ، مون وڪالت پاس

ڪئي ۽ پوءِ ايڊيٽريءَ تان استعيفا ڏئي ڇڏيم.

نوراني: ايڊيٽوريل تہ اوهان ايڊيٽر ٿيڻ کان پوءِ لکيا هوندا پر هونءَ اخبار ۾ اوهان ڪو مضمون ۽ ڪالم لکندا هئا يا بس انئين جنرل ڪم ڪندا هئا، جيئن عام صحافي ڪندا آهن؟

ر.ب. پليجو: نواءِ سنڌ ۾ آئون 'چاچا چنيسر' جو ڪالم لکندو هوس. تنهن کان پوءِ مون هڪ زبردست ڪالم لکڻ شروع ڪيا. هڪڙو 'تعارف' ٻيو 'پس منظر'.

نقاش: اصلي نالي سان يا ڪنهن ٻئي نالي سان؟

ر.ب پليجو: نہ. اهي ڪالم ڪنهن نالي سان ڪونہ لکيا هئا. بس انهن جا نالا اهي ئي هوندا هئا، يعني "چاچا چنيسر" وغيره، ميان افتخارالدين جي اخبار هوندي هئي امروز، ان کان متاثر ٿي، مون اهي ڪالم پنهنجي مقصد ۽ مطلب مطابق لکيا. ممڪن آهي هاڻ شايد اهي ڪٿي ملي وڃن. آئون ڳالهين سان وري عوام جي مقصد ۽ ڪم واريون ڳالهيون ڪيندو هوس. هاڻ اخبار تہ هئي ايوب کهڙي جي ۽ ممتاز دولتانہ وري هوندو ايوب کهڙي جو دوست. (چٽريلي انداز ۾) ايوب کهڙي کي چوندا هئا 'قائد سنڌ' ۽ ممتاز دولتانہ کي 'فخر پاڪستان' بهرحال، تہ مثلاً ممتاز دولتانہ صاحب تقرير ڪئي تہ، "اسين پنهنجي سرحدن جي حفاظت ائين ڪنداسين، جيئن اسٽالن گراڊ وارن پنهنجي ملڪ جي حفاظت ڪئي" آئون لکندو هوس تہ "فخر پاڪستان، جناب ممتاز دولتانہ اسٽالن گراڊ جي ڳالهہ ڪئي آهي. تمام زبردست ڳالهہ آهي پر اسٽالن گراڊ جي لڙائيءَ هيٺين ٿي هئي ۽ ان جو پس منظر هيٺين هو. جنرل ٽراڪٽس جي فوج هيٺين وڙهي." يعني، دولتانہ جي تقرير جي آڙ ۾، ڪجهہ ڪم جون ڳالهيون لکي ويندو هوس، اسان وٽ جيڪي ڪتاب ان زماني ۾ موجود هئا، اهي پڙهي، پوءِ انهن مان حوالا ڏيندو هوس، جيئن ماڻهن جي ڄاڻ ۾ اضافو ٿئي. ڪتابن ڏسڻ وارو سسٽم، هتي مون ايجاد ڪيو، يعني تواريخ ۽ جاگرافيءَ وغيره تي لکندو هوس. وري مثلاً ڪن ماڻهن ڪا ڳالهہ ڪئي ڪئي تہ، "هيءُ معاملو

جدلي آهي“ تہ پوءِ جدلي ماديت تي لکندو هوس تہ جدلي ماديت جو مطلب اصل ڇا هيءُ آهي، رڳو جدلي ماديت تي مون چار ڪالم لکيا. وري جيڪڏهن ڪرشن چندر جو ناول اچي ويو تہ (ان تي تبصرو ڪرڻ جي بهاني) لکي ويندو هوس تہ ”ڪرشن چندر جي زندگيءَ جو احوال هيءُ آهي، فلاڻي هنڌ ۽ فلاڻي ڏينهن پيدا ٿيو ۽ سندس ڪتاب فلاڻا فلاڻا آهن“ اهڙي طرح، آئون کهڙي صاحب جي اخبار ۾ پنهنجيون اهي ڪارستانيون ڪندو هوس. سيتائي صاحب درويش هوندو هو. ان جي اڳيان ڳالهائبو ڪونہ هو.“

نوراني: مون اوهان جي ڳالهين ۽ لکڻين مان محسوس ڪيو آهي تہ اوهان جو لاڙو گهڻو ڪري، تنقيد ڏانهن رهيو آهي؟

ر.ب. پليجو: پر انهن ڪالمن ۾ تہ تنقيد ڪونہ هئي. اهو دنيا جي بنيادي احوال کي عام فهم ٻوليءَ ۾ بيان ڪرڻ (وارو ڪم) هو.

نقاش: توهان مولانا سيتائيءَ جي ڳالهہ پئي ڪئي؟

پليجو: سيتائي صاحب هڪڙو نهايت کرو ۽ ايماندار ماڻهو هوندو هو. اسين سڀئي هن کان ڏڄندا هئاسين. هن جي ڪمري ۾ ڪونہ وهندا هئاسون. (هن جو هڪڙو تڪيہ ڪلام هو) يعني، ها، اهو، اهو، اهو، پيو ڪندو هو. چالاڪ ڀالاڪ ماڻهو ڪونہ هو. درويش هو. يعني سڌو. ڏکڻيءَ ڏيهہ جو هوشيار. پوءِ وري نئين سنڌ ۾ اچي، مون شايد، سنڌ جي تواريخ ۾ پهريون پهريون روسي ڪهاڻيون ترجمو ڪيون. هڪڙي ”منيءَ جي مٽ“ اها شايع ڪانہ ٿي پر ”پوپٽن ڏينهن“. بورسي پاليواءَ جي ڪهاڻين جي مجموعي مان ڪئيم. ان ساڳي ئي مصنف جي ناول جي ترجمي جو نالو آهي، ”چراغ جلتا رها.“ پهرين ڪهاڻي، جيئن ٻڌايم تہ شايع ڪانہ ٿي پر پوپٽن ڏينهن، وري هڪ ماڻهوءَ پنهنجي نالي تي شايع ڪرائي.

نقاش: ٻئي ماڻهوءَ ڪنهن جي نالي ۾ شايع ڪرائي؟ اوهان جي نالي ۾؟ يا....؟ (پليجو ان سوال جو جواب گول ڪري وڃي ٿو.)

نقاش: ڀلا اوهان کي ياد اچي ٿو تہ ڪهڙي مجموعي ۾

ڏٺا ڪٿي اهو ترجمو ڇپيو هو؟

ر.ب. پليجو: اهو ترجمو هڪڙي مجموعي ۾ ڇپيو هو. اهو سنڌي ادب جو پهريون مجموعو هو، بلڪل نئون. محمد قاسم ٽاٽي هڪڙو ماڻهو هو. تنهن "پره ڦٽيءَ" جي نالي سان شايع ڪيو هو. ٻيو هڪڙو دوست هو، تنهن پنهنجي نالي ۾ منهنجو اهو ترجمو ڇپائي ڇڏيو، نالو ڪونه ڏنائون، دوست ماڻهو هو. بهرحال، اهي ترجما ڪيم. ترجمن جو مون کي شوق هو. جيڪا شيءِ سٺي ڏسڻ ۾ ايندي هئي ته چاهيو هو ته ترجمو ڪري، سنڌي ماڻهن اڳيان پيش ڪجي. قصو ڪوتاه ته نيٺ صحافت ڇڏيم ۽ لئي ۾ وڪالت وٺي ڪيم. سائين مولا ڏني عباسيءَ جو وٽي اسسٽنٽ ٿيس. ٣٥ رپيا مهينو ملندا هئا. ٻه ٽي مهينا منهنجو ڪم ڏسي، هن چيو، "تون ٣٥ رپين ۾ مهانگو آهين." سو منهنجي پگهار ٣٥ رپين مان گهٽائي ڪيئين ٣٠ رپيا! مون ٣٠ رپين تي ئي ڪم شروع ڪري ڏنو. هڪڙي ڏينهن مونکي ڪورٽ ۾ پنج ڇهه فائيل ڏئي، چئي ويو ته، "ڪيسن جو خيال رکجئين." ڪورٽ ۾ ڪيس هلندا رهيا. ڪورٽ جو وقت ختم ٿيو ۽ جج صاحب اٿڻ لڳو ته آئون آئي بيٺس. چيم، "سائين منهنجا ڪيس؟" ڪورٽ سڳوريءَ پڇيو، "تون ڪير آهين؟" چيم، "رسول بخش پليجو آهيان." "ڪنهن جو جونيئر آهين؟" "سائين آئون عباسي صاحب جو جونيئر آهيان." جج صاحب فائيل ڏسي چيو "سڏ ته ٿيو هو، پر نه ڪو وڪيل آيو، نه ئي ڪو ماڻهو! ان ڪري مون سڀ ڪيس ڊسمس ڪري ڇڏيا!" مون احتجاجن چيو ته، "مونکي ته ڪنهن هدايو ئي ڪونه!" "هدائيو آهي ڇا! نالو وٺيو آهي. ٽي دفعا وڏي واڪي سڏ ٿيندو آهي، سڏ جو جواب ڪونه مليو، ان ڪري ڪيس ڊسمس ڪري ڇڏيم." جج صاحب ورندي ڏني. نتيجي ۾ سڀ ڪيس ڊسمس ٿي ويا. سول ڪيس هئا ان ڪري، منهنجي سينئر کي پئسا ڀرڻا پئجي ويا. ان وچم وري آئون ڪلارڪ وٽي ٿيس. (ترنگ ۾ اچي) منهنجين نوڪرين جو وري هڪ وڏو داستان عظيم آهي. مئٽرڪ پاس ڪرڻ

ڪان پوءِ، لٽي ۾ هيڊ منشيءَ جو سرشتيدار ٿيس. (ٿورو مشڪندي) ڏاڍي سٺي پوسٽ هئي، ڇاڪاڻ جو وارنٽ ڪيڻ لاءِ پنج رپيا ملندا هئا. اها وڏي رشوت هئي! ان زماني ۾ وڏي شيءِ هئي! وارنٽ ڪيڻ جا پنج رپيا تہ وارنٽ نہ ڪيڻ جا ڏهہ رپيا ملندا هئا. وڏو ڪم هو! هڪڙي ڏينهن وينو هوس تہ پوليس وارا هڪڙي ماڻهوءَ کي جهلي آيا. هو وڏيون رڙيون ۽ دانهون ڪندو پي آيو. ليلائي چيائين، ”سائين مونکي صاحب وٽ وٺي هلو.“ وٺي ويس سائين ڏي. صاحب پڇيس، ”اڙي ڇاهي؟ ڇا جوکوڙ ڪيو اٿئي؟“ چيائين، ”سائين مون سان سراسر ظلم ٿيو آهي.“ ”ڪهڙو ظلم ٿيو آهي توسان؟“ چيائين، ”مونکي چيلهہ ۾ رسو ٻڌو پيو آهي.“ صاحب چيو، ”تو پڪ بدمعاشي ڪئي هوندي، توتي ڪيس آهي.“ گرفتار ٿيل شخص چيو، ”سائين، هن ڪورٽ ۾ آئون فريادي ٿي آيو هوس. پوليس وزي آيتو مونکي جهلي چيلهہ ۾ رسو ٻڌي، وٺي آئي آهي! مون ٻئي تي فرياد ڪيو هو، ٻڌجي ٻہ وري آئون آيو آهيان! اهو وري ڪهڙو قلم آهي؟“ هيڊ منشيءَ کيس چيو، ”تون بدمعاش آهين، حرامي آهين. تو ڪوڙو ڪيس داخل ڪيو آهي، تنهن جي ڪري اسان توکي ٻڌو آهي.“ پوءِ وري مونکي سڏيئين. آهستي پڇيئين، ”ڳالهہ ڇا آهي؟ ڪاغذ ڪٿي اٿ.“ آئون ڪاغذ ڪٺي آيس. مونکي چيئين، ”ڏس ڇا آهي؟ هيءُ ماڻهو ڪيئن ٻڌجي آيو آهي؟“ چيم، ”سائين، توهان چيو هو تہ وارنٽ ڪڍ.“ چيئين، ”ڪٿي لکيل آهي؟ ڪاغذ تہ ڪڍ.“ ڪاغذ ڏٺائين تہ جوابدار واري ڪالم ۾ فرياديءَ جو ۽ فرياديءَ واري ڪالم ۾ وري جوابدار جو نالو لکيو پيو هو! مطلب تہ مون ماڳهين جوابدار جي بجاءِ فرياديءَ تي وارنٽ ڪڍي ڇڏيو هو! هيڊمنشيءَ مچرجي مونکي چيو، ”اندا هيءَ تہ فرياديءَ وارو ڪالم آهي. الٽو فريادي ٻڌجي آيو آهي. هاڻ تون ٻہ کائيندين ٿيپ تہ آئون ٻہ! پوءِ مڙئي فرياديءَ کي دٻائي سٻائي، ڪنهن طرح سان ان مان جند ڇڏائيئين ۽ مونکي چيئين، ”خدا جي واسطي استعيفا ڏي، هينئر جو هينئر، نہ تہ آئون ٿيپ

ڪاٽي ويندس.“ نيٺ آتان جند ڇڏايم. اهڙا واقعا مون سان سدائين ٿيندا رهندا هئا، يعني ماڻهن مونکي پيرن تي هٿ رکي، منٿون ڪري، نوڪريءَ مان ڪڍي ڇڏيندا هئا. اڪثر ڪري چوندا هئا، ”خدا جي واسطي، الله جي واسطي، بس هيئنر جو هيئنر اسان جي جند ڇڏ. يڪدم جان ڇڏ، اسين توکي ڪلارڪ به برداشت ڪرڻ لاءِ تيار ناهيون.“

نقاش: (مطلب تہ) نوڪري ڪرڻ جي معاملي ۾ اوهان بنهہ ان فٽ (غير موزون) رهيا؟

ر.ب. پليجو: ان فٽ جي ڳالهہ نہ آهي، مون وڏا حادثا ڪيا. هڪ دفعو سنڌ ۾ ماسترن وڏي اسٽرائيڪ ڪئي. وڏا هنگاما ۽ فساد ٿيا. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، قاضي فيض محمد ۽ ٻيا اڳواڻ انهن جي حمايت ۾ نڪري آيا. راڄ ڳڙ ٿيا ۽ ڪاميٽيون ويٺيون. دين محمد ان زماني ۾ سنڌ جو گورنر هوندو هو. نيٺ ماسترن جون پگهارون وڌايون ويون. (پولي ٻالي شڪل ڏاهيندي) آئون ان زماني ۾ تعليم کاتي ۾ هڪ گمنام ۽ يتيم ڊسپيچر هوس، جنهن کي ڪير سڃاڻيندو بہ ڪونہ هو! بس ائين ئي هڪڙو خفقاني هوندو هوس. هڪ ڏينهن آئون پنهنجي ميز تي ويٺو هوس تہ مون کي پٽيوالي اچي چيو تہ، ”توکي اسسٽنٽ ڏوڪهرائي.“ آئي ويس. چيئين، ”تون ڪير آهين؟“ مون چيو، ”آئون ڊسپيچر آهيان.“ ”ڊسپيچر تون آهين؟“ هن چڙ تہ سهمي چيو، ”وڃ توکي سپرينڊنٽ صاحب گهرايو آهي.“ ويس سپرينڊنٽ ڏي، پڇئين، ”ڪير آهين؟“ چيم، ”سائين ڪلارڪ آهيان.“ پوءِ کان پڇئين، ”بابا هن کي ڇو موڪليو اٿوَ؟“ ڪنهن جواب ڏنس تہ، ”هي اهوئي ڊسپيچر اٿوَ.“ ”هان!“ هن سڌو ٿي وهندي دانهن ڪئي. ”وڃ جلدي وڃ، توکي اسسٽنٽ سيڪريٽري ڏوڪهرائي.“ وئي ويا اسسٽنٽ سيڪريٽريءَ وٽ، جيڪو مرزا فرهاد بيگ هو ۽ مرزا قليچ بيگ جي خاندان مان هو. هن مونکان پڇيو، ”ابا خوش آهين؟ سڀ خير آهي؟“ چيم، ”سائين، مهرباني، آئون ٺيڪ آهيان.“ ”بلا خبر ڏيو،

ڪيئن اچڻ ٿيو؟“ هن پڇيو. مون چيو، ”سائين، بس ائين ئي ملڻ آيو آهيان.“ مونکي وٺي اچڻ وارن ڏانهن پڇيائين، ”ابا هن کي ڪيئن وٺي آيا آهيو؟“ چيائون، ”هي ڊسپيچر آهي.“ ”ڊسپيچر تون آهين؟“ هن هڪ رڙ ڪري پڇيو، ”ها سائين آئون ئي ڊسپيچر آهيان. پر آخر ڳالهه ڇا آهي؟“ (تڪڙ ۾ چيائين) ”وڃ، وڃ توکي اندر سيڪريٽريءَ سڏايو آهي. اندر سيڪريٽري مسٽر راهوجا هو، جيڪو مونکي ڏاڍو پائيندو هو. نوڪري به ان ئي مونکي وٺي ڏني هئي. هن وٽ پهتس ته مونکي ڏسي قرب سان پڇيئن، ”ابا خوش آهين؟ چڱو ڀلو؟“ پر اوڏيءَ مهل ٻئي شخص ٻڌايس ته ”هيءُ ڊسپيچر آهي“ (اهو ٻڌڻ سان ئي ڄڻ ته هن کي ڪرنٽ لڳي ويو) چيئين، ”اڙي وٺي وڃوس، سيڪريٽري صاحب ڏي.“ ان زماني ۾ سيد هاشم رضا، سيڪريٽري تعليم هو. مونکي ڪار ۾ هن ڏانهن وٺي ويا. هو پاتو هوندو هو، سندس زبان ۾ اٽڪ هئي. چيئونس، ”هيءُ آئو اهو ڊسپيچر.“ مونکي ڏسي اٽڪ جي ڪري ڳالهائي ته نه سگهيو، پر (پليجو پانهون مٿي ڪري، بيزاريءَ منجهان پنهي هٿن سان دفع ٿيڻ جهڙو اشارو ڪري ڏيکاري ٿو ۽ چوي ٿو) هيئن ڪندي، ڄڻ ته چيئنس ته ”جلدي وٺي وڃوس.“ وري مونکي ڪار ۾ ڪٿي هڪڙي شاهي ايوان ۾ وٺي ويا. مون (حيرت سان) سوچيو ته ”هيءُ ته گورنر هائوس آهي!“ مونکي اندر گورنر صاحب وٽ وٺي ويا. چيائون، ”هز ايڪسلنسيءَ سان مل.“ گورنر صاحب کي سلام ڪيم. چيئين ”وعليڪم اسلام، ڪير آهين؟“ ”سائين آئون تعليم کاتي جو ڊسپيچر آهيان.“ گورنر ڇرڪ ڀري چيو ته، “You are the despatcher?” (تون آهين ڊسپيچر!) “yes” (هائو) مون چيو. چيئين، ”ڇهه مهينا ماسترن جي اسٽرائيڪ هلي، ماستر اچي ڳنڍ ٿيا. نيٺ وڏي مصيبتن کان پوءِ هڪ فيصلي تي پهتاسون ۽ مون هنن جي پگهار وڌائي، پر تو وري انهن جي پگهار گهٽائي ڇڏي!“ مون چيو، ”سائين مونکي ته خبر ئي ڪانهي!“ اسٽاف کي چيئين ”ڪاغذ ڪٿي اچو.“ ڪاغذ آيا ته مونکي ڪاغذ ڏيکاري پڇيئين،

”هيءَ صحيح تنهنجي آهي؟“ مون چيو، ”ها سائين منهنجي آهي.“ چيائين، ”تو هيءَ ڇا لکيو آهي؟“ مون جواب ڏنو ته، ”سائين مون لکيو آهي ته توهان جي پگهار وڌائجي ٿي.“ چيائين، ”پڙهه.“ ان وقت اصل پگهار الائي گهٽ هئي، پر مون جيڪا پگهار داخل ڪئي هئي، اها اڳي کان به گهٽ هئي. چيم، ”الائي ڪيئن گهٽ ٿي وئي!“ پڇيائين، ”تو ڪيئن ڏٺو؟“ جواب ڏنم، ”سائين مون ڏٺو ته هو، پر الائي ڪيئن گهٽجي ويئي!“ پنهنجي اسٽاف کي چيائين، ”پيو بنڊل ڪٽي اچو.“ پيو بنڊل به اچي ويو. ڏٺم ته اهو بنڊل ٽارن جو هو، جيڪي ماسترن ڪيون هيون. چيائين، ”پڙهه تم ڇا لکيو اٿن!“ پڙهيم ته واقعي ماسترن لکيو هو ته، ”اوهان ٿيل معاهدي جي ابتڙ پگهار وڌائڻ جي بجاءِ ماڳهين گهٽائي ڇڏي آهي، اسين پيهر اسٽرائيڪ تي ٿا وڃون.“ مون کي اصل ۾ پيٽ مهل الائي ڇا ٿيو! يا اک ترڪي ويئي، جو جيڪا پگهار اڳ، مثلن ١٤٠ لکيل هئي، ته اها گهٽائي ٩٠ رپيا ڪري ڇڏي. حڪومت جو جيڪو آرڊر هو، ان کي مون پڙهندي، اهڙي غلطي ڪري ڇڏي جو پگهار وڌڻ جي بجاءِ گهٽجي ويئي. بس سڄي سنڌ ۾ ڪهرام مچي ويو. گورنر مونکي چيو، ”هينئر جو هينئر گهر هليو وڃ، نه ته توکي چالان ڪرائي، ٽيپ ڏياري ڇڏيندس.“ (اکين ٿي اکين ۾ مشڪندي) ته اهڙا ڏنڊا ٿيندا رهندا هئا. الاهي نوڪريون ڪيم. هاءِ ڪورٽ ۾ ٽرانسليٽر رهيو هوس، پوليس کاتي ۾ ڪلارڪي ڪيم، انفارميشن ڊپارٽمينٽ ۾ جونيئر ٽرانسليٽر رهيو هوس. ريهيليٽيشن ڊپارٽمينٽ ۾ به نوڪري ڪيم. اتي حيدرآباد وارو شهواڻي هوندو هو. انهيءَ مونکي ڊسمس ڪري ڇڏيو. هن مونکي پيرن تي هٿ رکي چيو ته، ”پيلي نڪر. خدا جي واسطي نڪر. اصل هينئر جو هينئر.“ اتي به مون وڏا وڏا ڪارناما ڪيا. مطلب ته جتي به نوڪري ڪندو هوس، ته آتان مونکي ڪيڍي ڇڏيندا هئا. مونکي هرڪو چوندو هو ته، ”تون زندگيءَ ۾ ڪڏهن به ڪجهه ڪونه ٿيندين.“ اسڪول جو هيڊ ماستر هوندو هو ٿامس، اهو چوندو هو ته، ”تون قيامت

تائين مئٽرڪ پاس نه ڪري سگهندين. تو جي مئٽرڪ پاس ڪئي ته مون جهڙ هيڊ ماستري ڪونه ڪئي." بهرحال، پوءِ اها ايل ايل بي ڪيم. منهنجو سينئر مولانا عباسي به چوندو هو ته، "زندگيءَ ۾ توکي ڳڌهم جو ڪيس بــه ڪونه ملندو." چو جو آئون پنهنجن خيالن ۾ ڪم وينو هوندو هوس نه! وينڻي وينڻي ڪيس ڊسمس ٿي ويندا هئا. هن منهنجي پگهار جڏهن ۳۰ رپيا ڪئي، ته مون فيصلو ڪيو ته "هاڻي پنهنجي وڪالت ٿـو ڪريان." وڪالت مونکي ايندي ڪانه هئي. غريب به ڏاڍو هوس سـون وٽ پئسا ڪونه هئا. ڪمٽ رڪي، ان تي ٻڙج وڇائي ويهي رهيس. ميز مون وٽ ڪانه هئي، نه هئي ڪا ڪرسي ۽ نه ڪو ڪتاب! بس هڪڙو ڪمرو ۽ اها ڪمٽ!

نقاش: وڪالت ڪئي شروع ڪيو؟

ر.ب. پليجو: ٿئي ۾، پر مون وٽ ڪو ماٺهو ئي نه اچي! (حالانڪ) تختي مون لڪائي ڇڏي هئي. پيسو مون وٽ پائي نه ٿهي! هڪ ڏينهن ڪراچيءَ جي هڪڙي جوهريءَ نوٽيس ڏياري موڪليو ته، "تو هيترا پيرا اسان وٽ ماني ڪاڌي آهي. تو وٽ اسان جا ۵۰ رپيا رهيل آهن، اهي ڏي، نـه تـه توتي اسين انڪشن ڪٺنداسون." (نوٽيس ۾ لکيل هو)

"Take notice that unless you do that, leg l action will be taken against you at your risk and costs."

"نوٽيس ڏجي ٿو ته جيڪڏهن تون فلاڻي شيءِ نه ڪندين ته تنهنجي خلاف تنهنجي خرچ ۽ ذميواريءَ تـي قانوني چاره جوئي ڪئي ويندي." (اهو نوٽيس پڙهي) مـون چيو، "واه مولي واه!" هاڻي مونکي خبر پئي تـه نوٽيس ڪيئن ڏبـو آهي! پنج رپيا وٺندو هوس ۽ نوٽيس ڪيندو هوس. سڀني ماڻهن کي نوٽيس ڪيڻ شروع ڪري ڏنم. منهنجي گذر خير جو ذريعو، اهـي نوٽيس ٿي پيا. ائين مون وڪالت شروع ڪئي. هڪڙي پيري شهر مان پي لنگهيس، ته هڪ فقيرياڻيءَ وڏي سين هٿي چيو تـه، "ڙي بندا ڙي، ڏيئي وڃ

نالي الله جي" پوءِ وري مونتي نظر پيس. چوڻ لڳي، "اوه! وڪيل صاحب آهيو!" هن وٽ جيڪا به ريزڳاري هئي، ميڙي منهنجي ترڪ تي ڪٽي رکيائين ۽ چيائين، "هي پيسا کڻي ڪڻ. پيا پيسا پنهي، پوءِ تو کي آٽي ڏيان ٿي." جيڪي ماڻهو مونسان گڏ هئا، سي حيرت سان ڏسي رهيا هئا. مون الائي هن جو ڪڏهن پنجين يا ڏهين رپئي ۾ ڪيس ڪنيو هو! مونکي ياد نہ هو. پر هن فقيرياڻيءَ کي ياد هو. مونسان ايئن بہ ٿيندو هو.

نوراني: مطلب تہ سول سائيڊ کان وڪالت شروع ڪيو؟

ر.ب. پليجو: اصل ۾ ڪرمنل سائيڊ تي ڪيم. سول سائيڊ تي بہ ڪيم، پر اها مونکي ايندي ڪانہ هئي.

نوراني: پر اوهان کي ڪنيو نہ هن سول نونيس؟

ر.ب. پليجو: ديواني وڪالت مونکي ايندي ڪانہ هئي. مڙئي بڪ ۾ ڪٽي ڪيس ڪنيم. جيڪي بہ اچي سو ڪار! (منهنجي) وڪالت ۾ ڪالت گهٽ هئي. ادبي سنگت گهٽي هئي. اتي هڪ سول جج هوندو هو، حيدر شاهہ. انهيءَ، مون ۽ ٻن ٽن ڄڻن، لڏي ۾ ادبي سنگت ٺاهي. اها هلائيندا هئاسون. ١٩٦٤ع ڌاري حيدرآباد ۾ آيس. اتي هاري ڪميٽيءَ جي اجلاس ۾ وڃڻ ٿيندو هو. ادبي نشستون بہ ٿينديون رهنديون هيون. وري ميرپورخاص ۾ وڪالت ڪرڻ ويس، پر اتي هلي ڪانہ. جڏهن هلڻ جهڙي ٿي، تہ مون ڇڏي ڏني. پوءِ ڪراچيءَ ۾ نئين سر وڪالت سکڻ آيس. وڪالت مونکي ڪانہ ايندي هئي، ڪيس پيس ملندا رهندا هئا، پر قانون بابت مونکي خبر هئي، تہ اهو مونکي اچي ڪرڻ ٿو. تنهن جي ڪري، مون نئين سر خالد اسحاق وٽ وڪالت شروع ڪري ڏني. اهو مونکي -/١٠٠ رپيا پگهار ڏيندو هو. آئون هن وٽ اچڻ کان اڳ انڪل بہ هزار رپيا مهينو ڪمائيندو هوس. هو مونکي رکو هڪ دفعو چانهن جو هڪڙو ڪوپ پياريندو هو. ڪم مونکان سخت وٺندو هو. رکو لائبريريءَ ۾ ڪم ڪرڻو پوندو هو. پر صحيح معنيٰ ۾ وڪالت آئون آتي ئي سکيس. بعد ۾ خالد اسحاق کي ڇڏي،

نورالعارفين وٽ ويس، جيڪو وري مونکي -/٥٠١ رپيا مهينو ڏيندو هو. آتي وري وڏا اهم ڪيس (ڊيل ڪرڻ لاءِ) مليا. اي ڪي بروهي صاحب کي اسين اسسٽ ڪندا هئاسين. ڪيس ڏاهڻ ۽ قانون آئون اتي سکيس. پوءِ تہ آئون ماهر ٿي ويس. خالد اسحاق بہ داد ڏيندو هو. منهنجي قانوني مهارت ڏسي عش عش ڪندو هو. چوندو هو تہ "اهڙي قانوني مهارت سون ڪٿي ڪونہ ڏٺي! هيءُ نيا ڳو سنجيدگيءَ سان وڪالت ڪري تہ، وڏي شئي ٿي پوي."

نوراني: اهو خود خالد اسحاق چيو هو؟

ر.ب. پليجو: ها، خود خالد اسحاق، چاڪاڻ جو مونکي ياد آهي تہ هڪ دفعي هڪڙي ساٿيءَ کي خرطوم ۾ ٽيڪو ڪٽڻو هو....

نقاش: (گره ڏيندي) سوڊان ۾؟

ر.ب. پليجو: ها سوڊان ۾. هن شخص کي پي آءِ اي ۾ ٽڪيٽ ڪانہ ملي هئي. منهن چوڻ هو تہ، "مونکي ٽيڪو ملڻو هو. فرم مونکي چيو هو تہ 'فرسٽ ڪم فرسٽ سرو' جي بنياد تي توکي ٽيڪو ڏيندا سون، پر پي آءِ اي مونکي ٽڪيٽ ڏيڻ جي بجاءِ هڪ ٻئي شخص کي ٽڪيٽ ڏيئي ڇڏي. ان ڪري آئون وقت تي خرطوم پهچي ڪونہ سگهيس. نتيجي ۾ ٻئي ساٿيءَ کي ٽيڪو ملي ويو. منهنجو تمام گهڻو نقصان ٿيو آهي". مونکان خالد اسحاق پڇيو تہ، "هن کي سرڪارڪان هرجاڻو وٺڻ جو حق آهي يا نہ؟" مون ڪيس چيو تہ، "ان نقطي جي صحيح ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ لاءِ فلاڻا ڪتاب لنڊن مان گهرائڻا پوندا." خالد اسحاق مونکي اهي ڪتاب گهرائي ڏنا. مون اهي ڪتاب پڙهيا. مهينو کن ان ڪيس تي ڪم ڪندو رهيس. ۽ نيٺ مون انهن ڪيسن تي ١٦ صفحن جو اوپينين (رايو) لکيو، جنهن جو تت هيءُ هو تہ "هن شخص کي سرڪارڪان هرجاڻو وٺڻ جو ڪوبہ حق ڪونهي." (مون ان اوپينين ۾) جنيوا آيئنا ڪانفرنس ١٩٣٦ع، سان فرانسسڪو ڪانفرنس وغيره جا حوالا ڏنا هئا. مون ۾ تحقيق ڪرڻ جو مادو

ننڍي هوندي کان ئي هو. مون ان ڪيس تي باقاعدي تحقيق ڪئي هئي. مون کي ياد آهي، ته هن ماڻهوءَ، ان منفي راءِ تي به -/١٦٠٠ رپيا خالد اسحاق کي ڏنا هئا. حالانڪ اوهينين به نگيٽو هو ته، ”ابا تنهنجو ڇا ڙهو ڪونهي.“

نقاش: پر ڇاڪاڻ جو اوهينين صحيح هو، تنهنڪري ڏنئين؟

ر.ب. پليجو: ها. پر خالد اسحاق وري مونکي انهن -/١٦٠٠ مان آنو به ڪونه ڏنو! پيسن جي معاملي ۾ ايئن هو، پر هو وڪالت سيڪارڻ جي معاملي ۾ بادشاه هو ۽ رويو به جمهوري هوندو هوس. باقاعدي ڪيس تي ويهي بحث ڪندو هو. مونکي چوندو هو تـه، ”هن ڪيس تي آرگو (بحث) ڪر.“

نقاش: اوهان ان عرصي ۾ خالد اسحاق جي ايترو ويجها رهيا. توهان ڇا ٿا سمجهو، ته هن جي ايترو پخته ري ايڪشنري (رجعت پسند) هئڻ جا ڪهڙا سبب ٿي سگهن ٿا؟

نوراني: انهن ڏينهن ۾ ايترو ري ائڪشنري به هو يا هيتر ٿيو هو؟

ر.ب. پليجو: انهن ڏينهن ۾ ايترو ڪونه ٿيو هو.

نقاش: هن وقت هـو تمام گهڻو پرو ايسٽيبلشمينٽ آهـي. (حڪومت جي حق ۾ آهي)

ر.ب. پليجو: ها هيتر پرو ايسٽيبلشمينٽ آهي. انهن ڏينهن ۾ ڪونه هوندو هو. ڇڱا خيال هوندا هئس. يعني انقلابي ته ڪونه هو پر اهي خيال برداشت ڪندو هو. سٺو، ايماندار ۽ سچو وڪيل هو. وڪالت سمجهي ڪندو هو. اي، ون وڪيل هو. It was a Pleasure to be with him. (هن سان گڏ رهڻ ۾ مزو ايندو هو.) ڪيس اسان سان ويهي آرگو ڪندو هـو. جرح ڪندو هو. مونکي چوندو هو ته ”تو ڪيس تيار ڪيو آهي، هاڻ آئون توتي حملو ڪيان، تون جواب ڏي.“ پوءِ حملو ڪندو هو. آئون هن جو جونيئر هئس، پر هو مونکي جونيئر نه سمجهندو هو! پيسن جي معاملي ۾ پڪو هو، پر روپي جي لحاظ کان لکن جو ماڻهو هو. پوءِ

وري، جيئن ٻڌايم، ته ويس نورالعارفين وٽ، جيڪو اڄان به بهترين ماڻهو هـو. ان سان ملاقات ڪانه ٿيندي هئي. سندس ڪمري ۾ وڃڻ لاءِ به ڏينهن لڳي ويندا هئا! هو ڳالهائيندو ئي ڪونه هوا هن وٽ ويندا هئاسون، ته رڳو چانهن پياريندو هو، پر ڳالهائيندو ڪونه هو. هن جو مطلب اهو هوندو هو ته، "پنهنجي ميز تي ويٺا هجو". آتي مونسان گڏ هڪ ٻيو جونيئر وڪيل بـه ڪم ڪندو هـو. عجيب! خفتي! چانهه جي ڪيتلي ڀرڙهيو ويٺو هوندو هو. سڄو ڏينهن چانهه ڪوسي ڪرڻ ۾ لڳو پيو هوندو هو، نه ڪم نه ڪار، رڳو چانهه ۽ ديواني ڪيس! فوجداري وڪالت هن کي ايندي ڪانه هئي. مونکان پڇندو هو ته، "ايترو Irregular (بي قاعدي) ڇـو آهين؟" آئون چوندو هوس ته، "مونکي هن ڪم ۾ دلچسپي ڪونهي." اهو وڪيل جنهن جا ڪپڙا به ميرا هوندا هئا، هاڻ سنڌ هاءِ ڪورٽ جو چيف جسٽس آهي! اهـو وڪيل ۽ آئون گڏجي بروهي صاحب ۽ ٻين جا ڪيس تيار ڪندا هئاسين. سڄو لا (قانوني حوالا) اسين تيار ڪندا هئاسون ۽ فائيل ڏاهي، هن کي وڃي ڏيندا هئاسون. پوءِ اسان مان ڪونه ڪو وڃي، هن کي اسسٽ ڪندو هو. مون ڪيترن مشهور ڪيسن ۾ وڃي، بروهي صاحب کي اسسٽ ڪيو هو. اتان وڪالت سکي، وري لنڊن ۾ موٽي آيس ۽ نئين سر وڪالت شروع ڪيم. پـر پوءِ مونکي وڪالت وڻـي ڪانه. آئون ايترو (قانون) ڄاڻي چڪو هوس، جو مونکي لنڊن واري وڪالت ۾ مزو ئي نه پئي آيو. پر بهرحال، آئون خـون جا ڪيس هلائيندو هـوس ۽ جلد ئي ناميارو وڪيل ٿي ويس.

نقاش: توهان ڪڏهن، ڪنهن خون جي جوابدار کي جڏهن ڪان پوءِ، اهو محسوس ڪيو ته، اهو جوابدار نه ڇٽي ها ته سٺو هو؟

ر.ب. پليجو: (اعتماد سان) نه. باقي ايئن ضرور ٿيو آهي ته هڪڙي ماڻهوءَ جو مان ڪيس هلائڻ ويس، ته مون محسوس ڪيو ته اهو ڪيس مونکان نه هلندو. ڇو جو، جڏهن ڪورٽ ۾ ڪيس هلائڻ لاءِ ويس، ته هڪ ننڍي ڇوڪري آئي. مون هن کان پڇيو

تہ، ”ڪير آهين؟“ چوڻ لڳي تہ، ”آئون فلاڻي آهيان.“ پڇيومانس تہ، ”ڪنهن ڪيس ۾ آئي آهين ڇا؟“ هن جيڪو جواب ڏنو، تنهن مان خبر پئي، تہ هوءَ انهي ساڳي جوابدار جي ڌيءَ آهي، جنهن جو آئون ڪيس هلائي آيو هوس ۽ هن جي بہ شاهدي هئي. مون هن کان پڇيو تہ، ”تنهنجي ڪهڙي شاهدي آهي؟“ چوڻ لڳي تہ، ”بابا مونکي ۽ امان کي جهنگ ۾ وٺي ويو. پوءِ مونکي پريان هڪڙي وڻ جي هيٺيان وهاري، منهنجون ٽنگون ٻڌي ڇڏيئين. بابا، امان کي هڪڙي پٿي وڻ سان وٺي ٻڌو ۽ ڪهاڙيءَ جو هنيئنس، تہ امان جي سسي وڃي پري ڪري!“ هوءَ هڪ ننڍڙي ڇوڪري هئي. مون هن کان آڏي پڇا ڪئي ۽ سمجهي ويس تہ، ”هيءَ سچ ٿي ڳالهائي.“ اها پوليس جوابدار کي وٺي ڪانہ آئي هئي. جڏهن هو آيو تہ مون هن کي فائيل موٽائي ڏنو ۽ هن کي چيم تہ، ”منهنجي طبيعت خراب آهي.“ مون هن کي اهو ڪونہ ٻڌايو تہ، ”منهنجي دل هن ڪيس تان کڄي وئي آهي.“ اهو ڪيس مون ڇڏي ڏنو. انهيءَ ڪري جو منهنجي دل چيو تہ، ”هيءَ تمام سفاڪانہ ڪارروائي آهي.“

لاشاري: انهيءَ واقعي تي توهان جي هڪڙي ڪهاڻي بہ برسات رسالي ۾ شايع ٿي هئي؟

ر.ب. پليجو: نہ. اها ٻي ڪهاڻي هئي. اهو جيل جو هڪ ٻيو سچو واقعو هو.

لاشاري: انهيءَ قسم جو ٻي واقعو هو؟

ر.ب. پليجو: ها اهڙيءَ قسم جو هڪ انسيڊنٽ (واقعو) هو.

نوراني: ڪيسن جي ڳالهہ نڪتي آهي، تہ اهو ٻڌايو تہ اوهان جي زندگيءَ جو ڏکي ۾ ڏکيو ڪيس ڪهڙو هو؟ ۽ ٻيو تہ اوهان کي ڪهڙو جج ڏکيي ۾ ڏکيو لڳو؟

ر.ب. پليجو: ڪيس منهنجا سڀ ڏکيا هوندا هئا. جيڪي بہ لاعلاج ڪيس هوندا هئا، سي مون وٽ ايندا هئا. اوٽويهين ويهين جو فرق هوندو هو. معجزاتي ڪيس بہ مون هلايا. جج بہ ڏاڍا

عجيب ۽ غريب هوندا هئا. مثلن هڪ جج هوندو هو، مسٽر اعوان. اهو هر جوابدار کي "توهان" ڪري مخاطب ٿيندو هو. مثلن، خون جي ڏوهاريءَ کان پڇندو هو، "توهان ڪجهه چوڻ چاهيندا؟ توهان کي ڪجهه چوڻو آهي؟" ٻي، ٽي دفعا 'توهان' 'توهان' ڪري، پڇاڙيءَ ۾ ڦاهيءَ تي چاڙهي ڇڏيندس! آئون چوندو هوس ته، "بابا هن 'توهان' ڪري ڳالهايو، ته سمجهو ته سر ويو." بس اعوان صاحب جي ڪورٽ ۾ ويئو ته چڱ ڀلو ويو! آئون سمجهندو هوس ته فضيلت سان پيو ڳالهائي. سڀ خير آ. پر نه، ٿو ويو! پيو جج وري هوندو هو، خواجا صاحب. (پليجو ڪجهه سوچي مشڪي ٿو ۽ ڏکون پساري سڙي ۾ اچي، خواجا صاحب جو قصو ٻڌائي ٿو) هڪ دفعو، خواجا صاحب جي اڳيان هڪڙي اپيل تي پي بحث ڪيم. الائي چوريءَ ٻوريءَ جو ڪو ڪيس هو! هاڻ منهنجو بحث شروع هو. اوچتو پڇيئين، "تون ٽٽي جو آهين؟" آئون حيران ٿي ويس. چيم، "ها سائين" چيئين، "ٽٽي جا وڪيل ججن تي درخواستون ڇو ڪندا آهن؟" هاڻ مون وارو، بحث ڇڏي، آرگومينٽ وٺي، جيڪي به سبق پڙهيا هئم، سي ويا ختم ٿي! هاڻ ويهي ٽٽي جو جواب ڏيان! نيٺ مون جواب ڏنو ته "سائين مون ڪابه درخواست ڪانه ڪئي آهي" چيئين "تون وري شريف آهين ڇا. جو درخواست ڪونه ڪندو آهين؟" مون وراڻيو، "سائين آئون شريف ڪٿي نه به هجان، پر مون ڪابه درخواست ڪانه ڪئي آهي"، "پر تون ٽٽي ۾ ته رهندو آهين، تنهنڪري ته ضرور درخواست ڪئي هوندي" هن پنهنجي ڳالهه تي اسرار ڪيو. مون وري چيو، "سائين، آئون ٽٽي ۾ ضرور رهندو آهيان، پر درخواستون ڪونه ڪندو آهيان." چيئين، "چڱو ٺيڪ آهي. اڳتي هلو." مون وري بحث شروع ڪيو. ذهن تي زور ڏيئي، ڪجهه نقطا گڏ ڪري، وري اصل مقصد ڏانهن ٿي آيس ۽ چيم پي ته، "چوريءَ وقت اونداهه هئي، چور جي سڃاڻپ ڪانه ٿي آهي. وغيره" ته وري سوال ڪيئين ته، "تون ڪٿي آهين؟" منهنجي هٿن مان فائيل ڇڏائجي ويو!

ڪٿي ڇوريءَ جي اپيل، ڪٿي ڪڇي! چيم، ”سائين آئون ڪڇي ڪونہ آهيان“ چيائين، ”ڇو ڪڇي ڪونہ آهين؟“ (نوراني، نقاش ۽ لاشاري ڪلين ٿا. اياز لطيف بہ ٺهڪ ڏئي کلي ٿو ۽ پليجو مشڪي ٿو ۽ مزو وٺندي قصو جاري رکي ٿو) ”سائين ان ۾ منهنجو ڏوهہ ڪونهي. آئون تہ پليجو آهيان“ خواجا صاحب ٽوڪ واري لهجي ۾ چيو، ”اڇا! آهيو تہ ڪڇي پر ڳالهہ کي لڪايو پيا؟“ مون چيو، ”سائين مان پليجو آهيان، ڪڇي ڪونہ آهيان.“ نيٺ وري اڳتي هلياسون. بحث شروع ٿيو. مون چيو تہ، ”يور آنر....“، ”سمنڊ ڪان گهڻو پري ويٺا آهيو؟“ هن منهنجي ڳالهہ ڪٽي، وري اڌ ۾ سوال ڪيو. (وري سڀ کلن ٿا) مون چيو، ”سائين ويهہ يا ٽيهہ ميل پري هونداسين“ چيئين، ”توکي اها بہ خبر ڪونهي تہ سمنڊ کان ڪيترو پري ويٺا آهيو!“ (کلندي) هاڻ آئون ڪيس ڇا جواب ڏيان! جج کي ناراض بہ ڪرڻو ڪونهي ڪيس بہ کٽڻو آهي، جوابدار جا مائٽ ٻاهر ويٺا آهن، ڪيس اڌ ۾ ٿو ڇڏيان تہ ٻاڙو بہ ڪونہ ملندو! غريب مسڪين وڪيل، هاڻ، آئون ڇا ڪيان! نيٺ گهاري کان سمنڊ جي ڪناري جو پنڌ ماپيوسون. اندازو لڳائي چيم تہ، ”سائين اهو ۱۵ ميل کن ٿيندو گهاري کان.“ چوڻ لڳو، ”۱۵ ميل ڪيئن ٿيندو! هيءَ تون واهہ جو وڪيل ٿيو آهين! توکي اها بہ خبر ڪونهي تہ گهاري کان سمنڊ جو ڪنارو ڪيترو پري آهي!“ اچي ڦاٿس. هاڻ روئان؟ پٽيان؟ کلان؟ پاڻ ماريان؟ ڇا ڪيان؟ ڪيئن ڪيان؟ بس پيا بہ الائي ڪهڙا اونڌا سنوان سوال پڇي ڪيئين! نيٺ جيئن تيئن ڪري پنهنجو بحث پورو ڪيم، پر جوابدار جي مائٽن کي چيم تہ، ”ابا هاڻ ڪيس جي پڇا نہ ڪجو.“ پليجي سميت وري سڀئي کلن ٿا.

لاشاري: (کلندي) شڪارپور جو هو ڇا؟

ر.ب. پليجو: الائي ڪٿان جو هو! پر خواجو هو. فيصلي مهل آئون آڏو نہ ٿي ڪونہ. مون سوچيو هو تہ ”آئون تہ ٿي ويس سمنڊ جي ڪناري ۽ ڪچين جي نظر ٿي! پر اهو پڏي حيرت ٿيم،

تہ جوابدار ڇٽي ويو.

ٻي دفعي هڪ ڪيس جي سلسلي ۾ آيس ۽ ان ڪيس جي فيصلي جي ڪاپي ولي ڏٺم تہ منهنجي حيرت جي انتها نہ رهي، جڏهن مون ڏٺو تہ هو اها آرگوميٽ ۽ هر اهو نقطو، جيڪو مون اٿاريو هو، فيصلي ۾ لکيل هو! سڄو بحث نوٽ ٿيل هو ۽ فيصلو بہ ان بحث جي آڌار تي ٿي ٿيل هو! بلڪل ٽو دي پوائنٽ. ٻيو هڪڙو عجيب ڪيس آيو. اهو خون جو ڪيس هو. جوابدار چوي تہ، ”سائين مون برابر خون ڪيو آهي. مون ڪورٽ ۾ سندس بچاءَ ۾ بيان ڏنو تہ، ”سائين هيءُ چريو ٿي پيو آهي. هن جي دماغ جي چڪاس ڪرائي وڃي.“ جج صاحب ڊاڪٽرن جي ذريعي سندس دماغ جي چڪاس جو حڪم ڏنو. ڊاڪٽرن لکي ڏنو تہ، ”سندس دماغي حالت بلڪل درست آهي“ وري ڪيس هليو. مون جج صاحب کي چيو تہ ”هن جو دماغي توازن بگڙي پيو آهي. ڊاڪٽر کي خبر ڪانہ ٿي، ان ڪري، هن جي پاران آئون بيان ڏيندس.“ سو مون هن جي پاران بيان ڏيڻ شروع ڪيو تہ ”چاڪو هٿي ڪونہ پيو هو، هيئن ٿيو، هونءَ ٿيو.“ پر جوابدار وري اٿي بيٺو ۽ جج صاحب کي چون لڳو تہ، ”سائين وڪيل صاحب منهنجو بدخواه ڪونهي، منهنجي ڀلي لاءِ سڀ ڪجهہ پيو ڪري. مونکي بچائڻ ٿو گهري ۽ هن جو ڏوهہ ڪونهي. پر آئون ڪوڙ ڪونہ ڳالهائيندس، خدا جو ڏينهن رکيو آهي. چاڪو هنيو آهي مون. وڪيل صاحب جي ڳالهين تي متان هلين. چاڪو بازار مان وٺي آيو هوس مان، اصل بلڪل نئون نڪورو. چاڪو هڻي زال کي، وڃي سندس مائٽن کي ٻڌايم تہ ”وڃي ڏيٺين کي کٽو. پيو آهي خير!“ نيٺ جج کي ڪيس ڦاهي ڏيڻي پئي. ڪيس هليو ويو هاءِ ڪورٽ ۾. مون اهو ڪيس وري بيريسٽر عزيزالله کي ڏياري موڪليو. جنهن وري نياپو موڪليو تہ ”هيءَ کهڙي مڇان ڏياري موڪلي اٿئي“. مون پڇيو تہ، ”خير!“ جواب مليو تہ جج چون ٿا تہ، ”اهڙو سچار ماڻهو اسان زندگيءَ ۾ ڪونہ ڏٺو! هن کي ڦاسي ڏيڻ ڪونہ

ٿيا چاهيون" نيٺ هن کي جڄن وڏن دماغي ماهرن ڏانهن ٽيسٽ لاءِ موڪليو. انهن هن جي چڪاس ڪري چيو تہ، "هيءُ تہ بلڪل تندرست ماڻهو آهي. هن جي دماغي حالت سو سيڪڙو درست آهي." (سيٺي کلن ٿا) پوءِ مجبور ٿي لاچار ٿي، جڄن هن کي ڦاهي ڏيئي ڇڏي. ۽ هو ڦاسي تي چڙهي ويو. پڇاڙيءَ تائين چيئونس تہ "پلا ڳُرو بيان تان ڦر" پر چيئين تہ، "مري جهان ڇڏڻو آهي، ڪوڙ مان ڪيئن ڳالهايان!" بس اهو هڪ جوابدار هو، جنهن منهنجي سڄي وڪالت واري دور ۾ ڦاهي کاڌي. ٻئي ڪنهن بہ ڦاهيءَ جي سزا نہ کاڌي.

نوراني: اهو ڪهڙو ڪيس هو جنهن ۾ اوهان کي ڊريس ۽ ڪتاب وغيره کڻي وسري ويا هئا. اوهان اڪثر ان ڪيس جو ذڪر ڪندا رهيا آهيو؟

ر.ب. پليجو: آئون ٻنا وڪالت واري ڊريس جي هاءِ ڪورٽ ۾ ويو هوس. حيدرآباد مان ڪار ۾ ڪراچيءَ آيو هوس. ڪار آئون گهڻو ڪري سلوارقميص پائي هلائيندو آهيان. ڪراچيءَ پهتس، چمپل ۽ سلوار قميص پيل هئم. معلوم ٿيو تہ بئگ وساري آيو آهيان. وڪالت واري ڊريس بہ گم هئي، تہ ڪتاب بہ وسري ويا هئا! خون جي ڪيس جي اپيل لڳل هئي. ڪورٽ جو وقت ٿي ويو هو. چيف جسٽس وٽ ڪيس لڳل هو. پوءِ ڪورٽ ۾ ويس. جج صاحب کي وڏي کهاڻي ٻڌايم. جج صاحب حيران ٿي ويو. پر پوءِ هن تاريخ ڏيئي ڇڏي ۽ ڪيس رکي ڇڏيو. اهڙا ڪيترائي تماشا ٿيندا رهندا هئا. سڄي زندگي عجيب و غريب ڪيس ايندا رهيا. سڀ ايڪسٽرا آرڊنري. نيٺ حيدرآباد آيس ۽ اچي گاڏي کاتي ۾ رهيس ۽ وري اديبن جي حوالي ٿي ويس. ڪورٽ مان ٿي ريڊيو پاڪستان تي ايندو هوس. اتي منهنجا ۽ آغا سليم جا ادب ۽ ترقي پسنديءَ تي بحث ٿيندا هئا. ٿڻي ۾ مون اڳي ئي "انڌا اونڌا ويڄ" لکڻ شروع ڪيو هو.

نقاش: تہ اها ادب جي ڪنٽروورسي ان وقت هلي هئي؟

ر.ب. پليجو: آئون جڏهن لئي ۾ هوس، ته شمشيرالحيدري اچي منهنجي پويان پيو. آئون سدائين هن کي چوندو هوس ته، ”هي جماعت اسلاميءَ وارا ڇا ٿا لکن؟ (انهن جي حيثيت ئي ڪهڙي آهي؟) هن کي جواب ڏيان ته سندن ڪم ئي لهي وڃن. مونکي (يارن) چيو ته ايتريون ٺٺاڪون هڻين ٿو، ته پوءِ لکين ڇو نه ٿو؟ چيم ته، ”آئون لکان ته جماعت اسلاميءَ کي تباه ڪري ڇڏيان! جواب ڏيڻ جي به همت ڪانه ٿيندن.“ شمشير روز مونکي چوندو هو ته، ”رڳو ٿو ڳالهيون ڪرين! ڳالهين ڪرڻ مان ڪجهه نه ورندو، توکي لکڻوئي پوندو.“ پوءِ هو اچي لئي ۾ مون وٽ ويهي رهندو هو ۽ چوندو هو ته، ”اڄ آرٽيڪل لکي ڏي ته کڻي وڃان.“ هو اهڙي طرح مون کان آرٽيڪل لکائي کڻي ويندو هو. وري ٻئي ڏينهن اچي ٻي قسط لکائي ويندو هو. ان زماني ۾ اخبار خادم وطن نڪرندي هئي. ان اخبار جا پرچا ئي نڪرندا هئا . . ۲۰۰ مس! پر ان ۾ اهي منهنجا مضمون ڇپيا. بعد ۾ اهي مضمون ڪتابي صورت ۾ ”انڌا اونڌا ويچ“ جي نالي سان ڇپيا.

نوراني: اياز، تازو پنهنجي ”ساهيوال جيل جي ڊائريءَ“ ۾ لکيو آهي ته ”انڌا اونڌا ويچ“ سندس بچاءَ ۾ لکيو ويو هو؟

ر.ب. پليجو: ها بلڪل. اهو صحيح آهي.

نوراني: ته پوءِ شمشير وري وچ ۾ ڪٿان اچي ويو؟

ر.ب. پليجو: شمشير چوندو هو ته، ”اياز ۽ ابراهيم جويي جي پويان مصيبتون لڳيون پيون آهن. بلڪ، سڀئي اديب وڏي عذاب ۾ آهن. تون ڪجهه لک ۽ جواب ڏي“ تنهن کان اڳ، آئون جڏهن ڪراچي يا لئي ۾ هوندو هوس، ته شروع واري دور ۾ مولانا خير محمد نظاماڻيءَ، جي- ايم سيد ۽ ٻين تي گارين جون ناڙيون شروع ڪري ڏنيون هيون. مولانا خير محمد نظاماڻي، اوهان کي خبر هوندي ته وڏو مشهور گارياڻ هو. وڏو اهل قلم، شاعر، قلم جو ڌڻي ۽ قلم جو فاتح ليکبو هو. اخبار ڪاروان جو ايڊيٽر هو. جي-ايم سيد ۽ ٻين خلاف قسطون لکيئين. اصل تباهي مچائي ڇڏيئين! سويو

ڳيان چنداڻي انهن ڏينهن ۾ نئين سنڌ جو ايڊيٽر هو، تنهن مون کي چيو ته هڪ آرٽيڪل لکي موڪليو. مون کيس چيو ته، ”منهنجو اهو مضمون شايع ڪر“ پر هن شايع ڪونه ڪيو. پندرهن ڏينهن گذري ويا. وري ويس سوڀي وٽ ۽ کيس چيم ته ”ابا مضمون شايع ڪونه ڪيئي؟“ چوڻ لڳو ته، ”ابا اهو مضمون ڪڪر ۾ ڪڙو هئندو. مولوي آهي وڏي بلا! تون ته ويندين ناشتي ۾ ڪم ٿي! پر هيءَ ته اسان جا به ڪم لاهيندو. تون جي.ايم سيد جي ڳچيءَ ۾ ٻي قلم ٿو وجهڻ چاهين ڇا؟“ خير، مون هن تي زور ڀريو ته، ”شايع ڪر“ هن مولويءَ کي فون ڪيو ۽ کيس چيئين تـه ”هتي همراه (تنهنجي خلاف) مضمون لکيو ويٺو آهي ۽ چوي ٿو ته، شايع ڪر. مون توسان اڳ ۾ به ڳالهه ڪئي هئي“. مولويءَ چيس ته ”ٽيليفون ڏينس ته آئون ٿو ڳالهائيانس.“ مونکي سوڀي رسيور ڪٽي ڏنو. نظامانيءَ مونکي چيو ته، ”ابا اڳٺ ڇڪي ڇڏو ائٿي! مونکان ڇڱيءَ طـرح واقف آهين؟“ چيم، ”نالو ڇڏو ائم، توهان جا مضمون به پڙهيا ائم“ وري چيئن ته، ”ابا اڳٺ ڇڪي ڇڏو ائٿي يـا نـه؟“ چيم ته، ”سائين مڙئي زور پيا ڏيونس.“ چيئين ته، ”پوءِ همت ائٿي ته ٻلي منهنجي خلاف مضمون لک. آئون ته تيار ويٺو آهيان. منهنجو قلم ميدان ۾ آهي. منهنجو قلم فاتح قلم آهي. لک، بابڙا، ٻلي لک“ مون کيس جواب ڏنو تـه، ”آئون لکندس ڪونه، مون اڳيئي مضمون لکي ڇڏيـو آهي. اوهان رڳو سوڀي کي موڪل ڏيو تـه ڇپي.“ هن سوڀي کي چيو ته، ”ابا ڇپيو، ڇپيو. ميدان ۾ اچو.“ پوءِ سوڀي اهـو مضمون پنهنجي اخبار ۾ ڇپيو. ان مضمون جـو عنوان هو، ”ميان جي، خير محمد ۽ سنڌي اديب.“ هو هوندو هو مولانا خير محمد. مون هن کي وري ”ميان جي“ ڪري لکيو هو.

نقاش: اهو نئين سنڌ ۾ ڇپيو هو؟

ر.ب. ڀليجو: اهو ”نئين سنڌ“ ۾ ڇپيو. پر مولانا جواب ئي ڪونه ڏنو. پوءِ الائي ڪير، مونکي جي.ايم. سيد وٽ وٺي ويو! جي.ايم. سيد کي ٻڌايان ٿي ڪنهن چيو تـه، ”سائين مولويءَ جي

خلاف جنهن مضمون لکيو هو، اهو رسول بخش پليجو هيءُ ائو،" حيدر منزل ۾ اها ملاقات ٿي هئي سائين اڳتي وڌي آيو. مونکي ڀاکر پاتئي، منهنجي ٻنهي ڳلن تي چمي ڏنئين ۽ چيئين، "اسان تي سڄي عمر ڳاريون پيون آهن، ڪنهن اسان جي پاران لٺ ڪانه ڪنئي! پوءِ الائي ڇا چيئين! مونکي ياد نه آهي. پر مون سان ڏاڍي شفقت سان پيش آيو. بهرحال، مولانا مونکي جواب ڪونه ڏنو. (عاجزيءَ سان) الائي مون تي رحم آيس يا مهرباني ڪيئين! پوءِ اُنڊا اونڊا ويچ لکيم، جيئن مون اوهان کي ٻڌايو.

نقاش: "انڊا اونڊا ويچ" جنهن زماني ۾ توهان لکيو، انهيءَ ۾ مولانا گراميءَ "مشرقي شاعريءَ جا فني قدر ۽ رجحان" لکيو. اهي ٻئي اسان جي ادب ۾ وڏا ورڪس (تخليقون) آهن ته ان زماني ۾ اوهان جي مولانا گراميءَ سان خيالن جي ڏي وٺ يا ڪا گڏيل رٿابندي ٿي هئي ڇا؟

ر.ب. پليجو: مولانا گراميءَ سان منهنجي تمام گهڻي محبت هوندي هئي. پاڻ جامعيا عربيا ۾ استاد هوندو هو. منهنجو ڀاءُ محمد حسن اتي پڙهندو هو. آئون هن سان ملڻ ويندو هوس ته مولانا سان ملاقات ٿيندي هئي. منهنجو ڀاءُ چوندو هو ته، "هتي گرامي صاحب آهي، جيڪو زبردست استاد آهي." اتي منهنجي هن سان واقفيت ٿي، جيڪا بي تڪلفيءَ ۾ تبديل ٿي وئي. اسان جي ادب تي گفتگو ٿيڻ لڳي، پر فلسفي جي حوالي سان. يعني "ابن العربيءَ ۽ ٻين جو فلسفو ڇا آهي، وغيره؟ مونکي فلسفي جي خبر ڪانه هوندي هئي. مڙيئي ٻڌو هوسين ته، فلسفو به ڪا شئي آهي! البت جدلياتي ماديت مون پڙهي هئي. ڪرافورڊ Crawford جا ٽيئي جلد مون ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ کان وٺي پڙهيا هئا. ڪجهه سمجهه ۾ آيو، ڪجهه نه، پر بنيادي ڳالهيون سمجهه ۾ اچي ويون. تفصيل جي ته پوءِ خبر پئي. ٿلهي ليکي ڳالهه سمجهي ويس. مولانا سان فلسفي تي تفصيل سان ڳالهيون ٿيون. باقي اسان جي وچ ۾ ڪا منصوبه بندي وغيره ڪانه ٿي.

لاشاري: اوهان جي لکڻ ۾ انگريشن (جارحيت) اڳي بہ هئي تہ هاڻ بہ آهي. اوهان جي لکڻين ۾ جارحيت نہ صرف ساڄي ڌر وارن جي خلاف پوري شدت سان ملي ٿي پر کاٻي ڌر وارن جي خلاف بہ. ايئن ڇو آهي؟ ڇا اهو کو فنامنا آهي؟ جيڪڏهن اسين اوهان جي جارحيت کي ڪلاسيفاءِ ڪيون، تہ ڪيئن ڪيون؟

ر.ب. پليجو: اصل ڳالهہ ڇا آهي، تہ آئون شديد محرڪ جي سواءِ لکندو ئي ڪو نہ آهيان. آئون سست پارٽي آهيان. هڪڙو يا ٻہ دفعا ڪا ڳالهہ ٿي ويندي آهي تہ نظرانداز ڪري ڇڏيندو آهيان ۽ آئون قلم نہ کڻندو آهيان. جڏهن ڪا شيءِ هڪڙي حد کان تجاوز ڪري، ڪنهن خطري جي صورت ۾ پيش ٿيندي آهي ۽ محسوس ٿيندو آهي تہ هن مان خطرو آهي ۽ هاڻ ماڻهين ڪم کان ٿا وڃون ۽ حدون لنگهي ويو آهي، تہ پوءِ آئون ان شيءِ کي مڪمل طرح ختم ڪرڻ لاءِ، پوري قوت سان حملو ڪندو آهيان، جيئن هو جوابي حملو ڪري نہ سگهي. اهوئي سبب آهي جو مولانا نظ ماڻيءَ جواب نہ ڏنو. ڇو جو مون پنهنجي سموري قوت سان وار ڪيو هو. ”انڊا اونڊا ويچ“ بہ انهيءَ ڪري لکيم، تہ ڀرپور حملو ڪري، مخالفن کي ناس ڪري ڇڏجي. مونکي اهـا ڳالهہ نہ وڻندي آهي، تہ لکڻ کان پوءِ بہ بحث بـراءِ بحث پيو هلي. هو پيو لکي، وري هيءُ پيو لکي پـوءِ جواب ڏيو، وري جواب لکو! (بيزاريءَ سان) انهيءَ ڀيٽ ۾ آئون پوان ڪونہ. (نهايت سفاڪانہ انداز ۾) جواب ڏيئي، اصل مخالف کي ختم ڪري ڇڏجي، اهڙي طرح جو مخالف وٽ جوابي دليل ئي نہ هجي. آئون وڪالت بہ ائين ئي ڪندو آهيان. (هڪ پـاڻهن کي تلوار واـگر ڦيرائيندي) مخالف کي ٽوٽل ۽ مڪمل طرح ختم ڪري ڇـڏجي. مان اهـو اڳيم ئي سوچي ڇڏيندو آهيان تہ ”مثلن، مخالف مونتي پوري قوت سـان جوابي وار ٿو ڪري، تـہ پوءِ ڇـا ڪبو؟“ ان ڪري آئون اڳيم ئي اهڙو ڀرپور وار ڪندو آهيان جو مخالف وري اٿي ئي نہ سگهي. ”انڊا اونڊا ويچ“ جو مثال ئي وٺو. آئون سمجهان ٿو، تہ

۱۲ مهينا کان مخالف اسان کي گاريون ڏيندا رهيا. مون کونہ کچيو. پيا گاريون ڏيندا هئا. مون چيو، ”لهيو، چلڊيوس.“ پر پوءِ، جڏهن هنن چيو تہ ”هاڻ حق ۽ باطل جي جنگ آهي. الله جي راهہ ۾ جهاد ڪيو ۽ غازي علم الدين ٿيو.“ ۽ جڏهن اسانکي قتل ڪرڻ جون ڳالهيون ٿيڻ لڳيون، تہ مون سمجهيو تہ، ”هنن کي ختم ڪرڻ کان سواءِ ٻي ڪا بہ ڳالهہ ممڪن نہ آهي. هنن جون پاڙون مڪمل طرح پٽي ڪيڻ گهرجن.“ تنهنڪري، سنهنجي لکڻين ۾ اوهانکي جارحيت ملندي. وري ’سندي ذات هنجن‘ جو معاملو بہ ايئن هو. آئون سمجهان ٿو تہ، پنج سال هنن منهنجي ڇاتيءَ تي مڱ ڏريا. افسانو هجي هڪڙو ننڍڙو ۽ ان تي وري (بانهون کواينديءَ) هيڏو ڊگهو تمهيد! لکندا هئا تہ ”فلاڻو شاعر ۽ اديب هن ملڪ جو اصل يگانو ۽ برک اديب آهي! جنهن روح ۽ اندر ۾ جهاتيون پائي، الائي ڇا لکيو آهي!“ (نفرت انگيز لهجي ۾) اصل پڪ هئي پڪ! اهو مشتاق شورو ۽ اهو سڄو قبيلو هو. جن کي، پڙهي پڙهي باهہ وٺيو وڃي، ۽ دل چوي تہ، ”هينئر ئي قلم کڻي، لکڻ شروع ڪجي!“ پر پوءِ چيوسين تہ، ”لهيو“ اسين سست ماڻهو! پر پنج سال هنن هڪ لغو ۽ واهيات بڪ بڪ ڪئي؛ تنهن کان بيزار ٿي، نيٺ قلم کنيم ۽ ’سندي ذات هنجن‘ لکيم. اڳي ”فردوس“ نالي هڪ رسالو، هالا مان نڪرندو هو. سليم هالائي ان جو ايڊيٽر هوندو هو. ان ۾ هن قسم جون ڪهاڻيون هونديون هيون تہ، ”هڪڙو عاشق پل تي بيٺو هوندو هو. ڏرين لنگهندي هئي، تہ ان ۾ بہ ڇوڪريون ويٺل نظر اينديون هيون. انهن مان هڪڙيءَ جون رڳو بہ اکيون نظر اينديون هيون! اهو پل تي بيٺل صاحب ان محترما تي عاشق ٿي پوندو هو. نيٺ اهي عشق جا ماريل، وڃي لاهور ۾ ملندا هئا ۽ سندن عشق مڪمل ٿيندو هو.“ اهو هوندو هو اسانجو سنڌي ادب! اسان ان ادب کي سنواري، لاهي ۽ فرسٽ ڪلاس ڪري، تنقيد جي ذريعي ڦيرائي ڦيرائي راهہ تي آندو. مثلن ڪنهن ماڻهوءَ ڪهاڻي لکي، مون وري

ان ڪهاڻيءَ تي ان ڪان به وڏو مضمون لکيو. يعني جيئن گلن جي پرورش ڪجي، تيئن مون ان دور ۾ سنڌي ادب جي پرورش ڪئي. مثلن، آئون ”نئين سنڌ“ جو ايڊيٽر هوس. (ٿورو مشڪندي ۽ مزاح ڪندي چيو) ايڊيٽر صاحب معني ملڪ جو مالڪ! اڇي ڪاري جو مالڪ! آئون غريب مسڪين ۽ بک جو ماڻهو، مس وڃي ڪرسيءَ تي چڙهي ويٺس. هاڻ ايڊيٽر ٿي چڙهيو ويٺو آهيان! اسسٽنٽ اڳيان پويان پيا هلن! علي محمد راشدي جهڙو ماڻهو به ملڻ ايندو هو. وڏي ڳالهه هئي! بهرحال، اسان وٽ هفتيوار اخبارون به ايندڙيون هيون. انهن ۾ هڪڙي ننڍڙي اخبار به آئي. آئون اهي اخبارون به پڙهندو هوس. انهيءَ ننڍڙي اخبار کي پڙهيم، ته ان ۾ هڪ مضمون لکيو پيو هو. مون کي اهو مضمون ڏاڍو وڻيو. اخبار ۾ مضمون نگار جو نالو ته هو پر سندس ائڊريس ڪانه هئي. مون هن جي ائڊريس هٿ ڪري، هن کي خط لکيو ته ”تون تمام وڏو افساني نگار آهين ۽ تون جيڪڏهن چاهين ته سنڌ ۾ چوٽيءَ جي افساني نگارن مان هڪ ٿي سگهين ٿو. تنهنڪري تون ڪهاڻيون ۽ افسانا لک ۽ اهي مون کي ڏياري موڪل.“ هن جواب ۾ لکيو ته ”مون ڪڏهن به افسانو ڪونه لکيو آهي. اهو به هڪ تاثر هو، جيڪو اوهان پڙهيو هو، افسانو نه هو.“ مون ڪيس وري لکيو ته، ”تو جيڪو تاثرلکيو آهي، ان مان معلوم ٿئي ٿو، ته تون تمام وڏو افساني نگار آهين.“ (مسڪينڙي صورت بڻائيندي) هن تمام ادب ۽ نوڙت سان لکيو ته ”توهان وڏا ايڊيٽر آهيو. اوهان جي اها ذره نوازي آهي، ته اسان غريبن جو مضمون هڪ ننڍڙي اخبار ۾ پڙهيو اٿو ۽ وري مونڏانهن خط به موڪليو اٿو! ۽ همت‌افزائي ڪئي اٿو. منهنجا هٿ پيا ڏکن، جو اوهان منهنجي ايڏي تعريف ڪئي آهي. هاڻ به ڪهاڻيون موڪليانو پيو. مهرباني ڪجو. وغيره“ هن ڪهاڻيون به وري موڪليون هيون ننڍڙن پنن تي! اهي ڪهاڻيون مون ڇپيون. (ڊرامائي انداز ۾) انهن ڪهاڻين مان هڪ جو نالو هو ”پيراڻي“ ۽ ٻيءَ جو نالو هو ”خميسي جو ڪوٽ“.

نقاش: (عجب مان) يعني جمال ابڙو!

پليجو: (ڪوچ تي ٽيڪ ڏيندي ٻين جي حيرت جو لطف وٺندي، آرام سان) ها، جمال ابڙو. (سڀني جي چهرن تي حيرت جا تاثر ابرن ٿا ۽ ٿوري دير لاءِ خاموشي طاري ٿي وڃي ٿي. پليجو ماڻهن جو ٿڪر وات ۾ وجهي ڏاڍي مزي سان ڪير جو ڍڪ پري ٿو ۽ پنهنجي ڪلام جو سلسلو جاري رکي ٿو.) آئون هاءِ ڪورٽ ۾ ٽرانسليٽر هوندو هوس. هڪ ڏينهن هڪڙو وڪيل اچي پاسي ۾ ويٺو. هڪ ٻئي وڪيل جنهنجو مون ۾ ڪم هو، مونکي چيو ته، "هنکي سڃاڻين ٿو؟" مون چيو ته، "نہ". هن چيو "هن جو نالو 'شيخ اياز' آهي". هن جو به مون ۾ ٽرانسليشن وغيره جو ڪم هو، جيڪو مون ڪيو. اياز مون کي ڇانهن ٻانهن پياري ۽ ٿورو مڃيندي چيو ته، "اوهان جي وڏي مهرباني جو اوهان منهنجو ڪم ڪيو آهي، ۽ ٽرانسليشن ڪئي آهي". مون ڪيس چيو تہ، "نقل ٻقل جي ڳالهہ ڪونهي. تون وڏو شاعر آهين. ان وقت هن ۾ اها خود اعتمادي ڪانہ هئي، جيڪا هينئر آهيس. چيئين، "الا؟" مون چيو، "زبردست". چيئين، "ڪيئن پلا؟" مون چيو ته، "تو ۾ فن آهي." چيئين، "ڪيئن پلا؟" مونس ساڻس گڏ هو، جيڪو هڪ ترقي پسند پنجابي هو. شراب گهڻو پيئندو هو ۽ نيٺ شراب ئي ماري وڌس.

نقاش: مونس، اياز جي پٽ جو نالو بہ آهي؟

ر.ب. پليجو: ها، ان مونس جي نالي تي، اياز پنهنجي پٽ جو نالو رکيو آهي. بهرحال، اهو مونس هن سان گڏ هو. مون اياز کي سندس هي شعر ٻڌايا (پليجو ذهن تي زور ڏئي ٿو ۽ شعر ياد اچڻ تي هلڪي ترنم سان ٻڌائي ٿو).

جهرمر وارا پيارا پيارا، نيري گهرائيءَ ۾ تارا
مون جيئن اک بہ نہ لائائون ٿي، پل پل جهاتيون پائائون ٿي.
آهي نينهن بہ ننڊ جو ويري. جاڳي مون جاڳيا،
هاءِ پرين ياد آيا.

(شعر ختم ڪري، پليجو ٻڌائي ٿو تہ) اھو شعر منھنجو ڀاءُ عبدالرحمان ڳائيندو ھو. اھو شعر ھن کي ٻڌايم تہ، اياز حيرت مان چيو، ”توکي اھو سڀ آھي!“ مون چيو، ”ھا بلڪل ياد آھي.“ اھو ٻڌي، ھو اھي منھنجي پرسان ويٺو ۽ پوءِ ڪچھري ڪئيسين. مون ھن تي پوءِ ھڪ مقالو لکيو ۽ مولانا عبدالواحد کي ”نئين زندگيءَ“ ۾ ڇپڻ لاءِ ڏنم. مون اياز تي سڀني کان پھرين لکيو ھو. رشيد ڀٽيءَ بہ پوءِ لکيو ھو. منھنجو اھو مقالو پڙھي، مولانا عبدالواحد چيو تہ، ”زوراور لطيف تي لک، ھي وري ڪنھن تي مقالو لکي آيو آھين؟ اھي وات ڳاڙھا پيا ھلن، انھن تي پيو مقالو لکين!“ مون اھو مقالو وري مولانا سيتائيءَ کي ”نواءِ وقت“ ۾ ڇپڻ لاءِ ڏنو. مولانا چيو تہ، ”اھو وري ڪير آھي؟“ چيم، ”شيخ اياز آھي!“ ”ڇا ڪندو آھي؟“ ”وڪيل آھي“ مون ورندي ڏني. مولانا چيو، ”ميان اھي وڪيلڙا ھڪيلڙا پيا ھلن. اوھان پاڻ عالم اديب ٿي ڪري، اھڙن واھيات رولاڪن تي پيا لکو! ڪنھن سٺي موضوع تي لکو.“ مطلب تہ اياز جي ان زماني ۾ اھا حيثيت ھوندي ھئي. پر بھرحال مون اياز تي لکيو. رشيد ڀٽيءَ بہ جيتوڻيڪ ھن تي پوءِ ”جوڳيءَ تي جڙاءُ“ لکيو ھو، پر اياز تي سسٽميٽڪلي (ترتيبوار) مون لکيو. غلام ربانيءَ کي تنقيد جي ذريعي، پھرين پھرين اسٽيج تي مون آندو. نسيم کرل تي سڀني کان پھرين مون لکيو. پھرين پھرين ھوءَ جيڪا مغل ھئي، ان تي مون لکيو....

لاشاري: روشن آرا؟

ر.ب. پليجو: نہ اھان ڪا ہي ھئي. ڪيترا اھڙا ماڻھو بہ ھئا، جن رڳو ھڪڙو افسانو لکيو، پر انھن کي مون مٿي ڪنيو. صرف ھڪڙي افساني تي!

نوراني: يعني اوھان ۾ جوھر شناسيءَ جي صفت آھي؟

ر.ب. پليجو: بس مون مڙيئي سڀ ماڻھو گڏ ڪري، جن تہ ادب جي پرورش ڪئي. ٻارن جي ٻاريءَ ۾ ھڪڙي ڇوڪري ڪھاڻي لکي. مون ٻارن جي ٻاريءَ جي انچارج کي خط لکيو. يعني

ان وقت، جڏهن آئون اديب ۽ ”رسول بخش پليجو“ ٿي چڪو هوس. ”انڌا اونڌا ويچ“ لکي چڪو هوس. هن جيتري ڪهاڻي لکي هئي، ان کان وڌو مون ڪالم لکيو هو. ۽ ان کي مون مبارڪباد ڏني. ان پار جو نالو هو، آفتاب چنا، يعني مهتاب چنا جـو ڀاءُ، جيڪا هينئر مهتاب راشدي آهي. اهـو ڇوڪرو هاڻ شايد انجنيئر آهي. ڪيترا ماڻهو، جيڪي منهنجا چاتل نہ سڃاتل هئا، انهن کي پڙهي، جيڪڏهن ڪا شيءِ پسند آئـي، تہ تعريف ڪندو هـوس. جنهن ماڻهوءَ خراب شيءِ لکي، تـہ ان تي تنقيدي مضمون لکي ڇڏيندو هوس. منهنجو مقصد هيءُ رهيو آهي تہ، ”هن خراب شيءِ کي هٽايو. هن چڱي شيءِ کي اڳتي آڻيو.“ مطلب تـہ منهنجي ذهن ۾ اهـو منصوبو هو تہ سنڌيءَ ۾ سٺو ادب آڻو آهي، جيڪو عالمي معيار جو هجي؛ ڇاڪاڻ جو آئون عالمي ادب جـو شاگرد هوس. آئون انگريزي، فرينچ، روسي، هندي، جرمني، بنگالي ادب وغيره پڙهيو ويٺو هـوس. ٽئگور، بنڪم چيٽرجي، شرت چندر چيٽرجي. ۽ سڄو هندي ادب پڙهيو ويٺو هوس. انڪري آئون چاهيندو هوس، تہ سنڌي ادب بہ ان ليول جو ٿئي. پر هتي پنهنجن جو ادب پڙهي مون کي الٽي ايندي هئي. شعر بہ هوائي! آئـون وري گوئٽي، شيلي، ٽئگور ۽ شيڪسپيئر وغيره ننڍي هوندي ئي پڙهيو ويٺو هوس. اها منهنجي ٽيسٽ ٿي وئي هئي. اهي ’بلنديان‘، ’مجاهدو بـڙهي چلو‘ جوش ۽ ٻيا ترقي پسند شاعر بہ مون ارڙهن سالن جي عمر ۾ ڇڻي ڇڏيا هئا. وڏا ٿياسون، تہ وري هي مصيبتون! يعني اسان جا شاعر، ڳچيءَ ۾ پنجي ويا.... (ان مهل بنگلي جي ٻاهران چوڪيدار جي سيٽيءَ جو آواز اچي ٿو. رات جو انڪل ٢ ٿي چڪا آهن. پليجي سڄو ڏينهن ڪم ڪيو آهي، ڏينهن جو بہ ڪونہ ستو آهي، پر هن جي چهري تي ٿڪاوٽ جو ڪو نشان ڪونهي. حالانڪ هو بيمار بہ آهي).

نوراني: هيستائين توهان جـا ٻہ پهلو سامهون آيـا آهن. صحافت وارو دور. بلڪ ادب ڪٿي ڇنجي.

پليجو: (ڳالهہ ڪٽيندي) ادب ئي شيءِ آهي، صحافت ٻي.

نوراني: هـا، صحافت، ادب ۽ وڪالت تي آيا آهيو، پـر سياست تي اڃان گفتگو نه ٿي آهي.

ر.ب. پليجو: (نوراني ءَ کي يـاد ڏياريندي) هاري ڪميٽي مان ٿي آيا آهيون. ٿورو انٽروڊڪشن (تعارف) ٿي چڪو آهي.

نوراني: مطلب ته ان موضوع تي اڃان پـورو بحث نه ٿيو آهـي.

پليجو: ها ڀلي شروع ڪيو.

لاشاري: (نـوراني ۽ پليجي ڏانهن نهاريندي) معاف ڪجو، اڃان منهنجو سوال رهيل آهي. مون انگريشن جي وضاحت پئي گهري. اوهان هيستائين ساڄي ڌر وارن جي خلاف پنهنجي انگريشن جـي وضاحت ڪندي انهن جي پاڙ پٽڻ جي ڳالهه ڪئي آهي: پر اوهان جون جيڪي همعصر سياسي ڌريون آهن، يـا جيڪي اوهان جـي گروپ سان واسطو رکندڙ ماڻهو هئا، انهن جي باري ۾ به اوهانجو رويو تمام سخت رهيو آهي....

پليجو: انهن جو واسطو ادب سان نه آهي.

لاشاري: نه نه. مان فقط انگريشن (جارحيت) جـي وضاحت چاهيندس.

ر.ب. پليجو: منهنجو مطلب هيءُ آهي، ته آئون تمام ٿورو لکندو آهيان. هڪڙا ماڻهو زودنويس يا بيمار نويس قلمڪار ٿيندا آهن، پر آئون چئي ته لکندو ئي ڪونه آهيان. سياست ۾ بـه ڪو ماڻهو، ٻه يا ٽي پيرا ڪا غلط ڳالهه ڪري يا لکي ڇڏيندو آهي، ته ان جو آئون نوٽيس نه وٺندو آهيان. پنج ڇهه مهينا ڳالهه هلي ۽ ڇڏي ويو ته ٺيڪ آهي. بلا وئي، مصيبت ٽري. پر جڏهن آئون ڏسندو آهيان، ته هيءُ ماڻهو مسلسل انقلاب دشمن ڪم پيو ڪري، سخت نقصان پيو ڪري، ان تي مضر بـه آهي، جان ئي نٿو ڇڏي ۽ ان تي لڳو پيو آهي ته پوءِ، آئون انگريسو ٿيندو آهيان. حالانڪ آئون شخص کي زباني نوٽيس به پيو ڏيندو آهيان، ۽ جڏهن به اهو ماڻهو پيو ملندو آهي، ته ان کي چوندو آهيان ته ”بابا تون پيڙي

وڃڻو پوڙين. خانو خراب پيو ڪرين. تباهي وڃڻو ڪرين. ائين غلط آهي. ائين نه ڪر." بحث ڪري ڪري ساٿا ٿيندا آهيون، پر پوءِ به جيڪڏهن نه ٿو سمجهي، ته پوءِ آئون لکندو آهيان. آئون تمام آخري اسٽيج تي لکندو آهيان. عام طرح تي مونکي لکڻ جو شوق ڪونهي. منهنجي لاءِ لکڻ هڪ وڏو عذاب آهي. وڏو ڏاڍو (اذيت) آهي. لکجي، سوچجي پوءِ وري ڏاهجي! لڪڻ هڪڙي وڏي بڪت آهي. منهنجي لاءِ هڪ وڏي مصيبت آهي. بنيادي طرح، بنسبت لکڻ جي، مونکي ڳالهيون وڻنديون آهن. آئون رڳو مجبوريءَ جي حالت ۾ لکندو آهيان. جيڪڏهن ڪو ساٿي ڪو نقصانڪار مضمون لکي ٿو، تہ آئون ان سان بحث ڪندو آهيان. ڪڏهن ڪڏهن ته سالن جا سال بحث پيو هلندو آهي ۽ جڏهن ڏسندو آهيان ته هيءُ ماڻهو لاعلاج آهي ۽ لکڻ کان سواءِ مسئلو حل نه ٿيندو، ته پوءِ آئون لکندو آهيان. ادب توڙي سياست ۾ ائين ڪندو آهيان. جيڪي وڏا نقصانڪار مسئلا هوندا آهن، انهن کي منهنجو اهو لکڻ درست ڪندو آهي. انهي لکڻ سان، مون وڏا انقلاب آندا آهن. مون لکڻ سان زماني جا دستور بدليا آهن. مثلاً، اسان جا ڪي دوست هئا، تن قومي حساب سان ڪم ٺيڪ نٿي ڪيو. اسان هنن کي انتباه ڏنو ته، "اوهان جو اقتدار ختم ٿي ويندو. اوهان جي بالادستي ختم ٿي ويندي. توهان پنهنجو پاڻ کي سڌاريو. اوهان قومي مسئلي ۾ ڳڙ ٻڙ ڪري رهيا آهيو. اسان جوابي ڪارروائي ڪئي، ته اوهان ختم ٿي ويندو (زور سان) هيءُ جاهه، هيءُ جلال، هيءَ فرعونيت نه رهندي." پوءِ مون ان مسئلي تي لکيو ۽ جيئن مون لکيو هو، تيئن ٿي ٿيو، ۽ هو ختم ٿي ويا.

نوراڻي: "سنڌي ذات هنجن" جي مهاڳ ۾، محترم ابراهيم جويي لکيو آهي ته: "جيڪڏهن پلئجو وڪالت ۾ نه پوي ها، ته سنڌي ادب جو نمائندو ٿي وڃي ها، جيئن روس ۾ ترگنيف هو." شيخ اياز صاحب وري اوهان لاءِ پنهنجي 'ساهيوال جيل جي ڊائريءَ' ۾ اوهان لاءِ لکيو آهي ته: جيڪڏهن پلئجو ادب ۽ سياست ۾ نہ ہ

پوي ها تہ پاڪستان جي ڇوڪريءَ جي وڪيلن مان هڪ هجي ها. اهي ٻئي متضاد حوالا ۽ انداز آهن. اوهان ٻڌايو تہ اوهانجو اصل لاڙو ڪهڙي پاسي آهي؟ سياست ڏانهن؟ ادب ڏانهن يا وڪالت ڏانهن ؟

ر.ب. پليجو: مونکي صحافت بہ تمام گهڻي وڻندي هئي. هاڻ بہ آئون صحافت مان مزو وٺندو آهيان. ڀرين تہ وڏو عذاب هئي. وڪالت سان مونکي عشق آهي ڀرين تہ وڪالت سور هئي، پر پوءِ جڏهن ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي ويئي، تہ پوءِ اها منهنجي لاءِ هڪ مزو ۽ تفريح ٿي پئي. جڏهن بہ آئون وڪالت ڪندو آهيان، تڏهن مونکي خوشي ٿيندي آهي. I enjoy it thoroughly (آئون ان مان ڀرپور طرح سان لطف اندوز ٿيندو آهيان) باقي ادب منهنجي لاءِ تمام وڏي ڳالهہ آهي.

نوراني: جويو صاحب ترگنيف کي روسي ادب جو نمائندو قرار ڏيندي، اوهان کي ان سان ڀيٽيندي چوي ٿو تہ، "اوهان بہ سنڌي ادب جا نمائندا بڻجي وڃو ها بشرطيڪ ٻين مصروفيتن ۾ نہ پئو ها، جيئن مون اڳهارو ٻڌايو؟

ر.ب. پليجو: ها. چاڪاڻ جو ترگنيف ٻوليءَ جو ڌڻي آهي. ٻوليءَ جي ڪفايت ۽ رومانس جو بادشاهہ آهي. (سيني ڏانهن واري واري سان نهاريندي) اوهان ترگنيف جي ڪهاڻين جو مجموعو فرسٽ لو (First Love) پڙهيو آهي؟(خود ئي جواب ڏيندي) اردوءَ ۾ ان جي ترجمي جو نالو آهي "جهونڪي بهار ڪي" فقط شچترين ئي سنڌس برابري ڪري سگهي ٿو، جنهنجي ڪهاڻي آهي "هوءَ ڇوڪري" هو Pathos پيٿاس (گداز) جو بادشاه آهي. خير، مونکي انهن ٽنهي شين سان محبت آهي. پر منهنجو سيني شين کان وڌيڪ، جنهن شيءِ سان پيار آهي، اهو آهي، "انقلاب" يعني دنيا کي بدلائڻ. ٻيون سڀ شيون انقلاب آڻڻ جا وسيلا آهن.

نوراني: سچي دنيا کي بدلائڻ!

ر.ب. پليجو: (جذباتي انداز ۾ چئي ٿو) هڪ هڪ لفظ کي

Yes to change the bloody whole world (چيائين ٿي) To change the whole (هن سڄي غليظ دنيا کي تبديل ڪرڻ) society totally (سڄي سماج کي مڪمل طرح تبديل ڪرڻ).

نوراني: سماج جي تبديليءَ جي ڳالهه نڪتي آهي، ته پوءِ اچون سياست تي. ڇا ايئن سمجهجي ته جي. ايم. سيد سان پهرين ملاقات ڪرڻ ڪان پوءِ ئي اوهان عملي سياست ۾ آيو؟ يا ان ملاقات ڪان اڳ ۾ ئي اوهان عملي سياست ۾ اچي چڪا هئا؟

لاشاري: (وڌيڪ وضاحت ڪندي) سياست معنيٰ منجهوئَر (پختي) سياست.

ر.ب. پليجو: مون سڄو وقت سياست ڪئي آهي. هاري ڪميٽيءَ ۾ هوس. ون يونٽ لڳو ته ادب ۾ داخل ٿيس.

نقاش: هاري ڪميٽي ڪهڙي؟

ر.ب. پليجو: ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ واري هاري ڪميٽي. آئون ان جي ڪائونسل جو ميمبر هوس ۽ ڪامريڊ جتوئيءَ جي اصل تمام ويجهو هوس. بحث به ڪندا هئاسون. ڪڏهن ڪڏهن مون کي ڪن سان جهلي چوندو هو ته، ”لپاٽ هٿندوسئين.“ هڪ دفعو ابراهيم جويي سان بحث پئي ڪيئين، ته مون چيو ته، ”توهان جي سڄي لائين غلط آهي.“ ڪامريڊ چيو، ”لپاٽ هٿندوسئين.“ مون چيو، ”لپاٽ پلي هڻو، پر ڳالهه ڪبي صحيح، اوهان جي لائين بلڪل غلط آهي.“ پر هو مونکي تمام گهڻو ڀائيندو هو.

نوراني: پوءِ اوهانجا ڪامريڊ جتوئيءَ سان اختلاف ڪهڙي ڳالهه تي ٿيا؟

ر.ب. پليجو: ڪميونسٽ پارٽيءَ سان واسطو رکندڙ دوستن سان منهنجو ڪيترين ئي ڳالهين تي اختلاف هو. منهنجو خيال هو، ته ڪامريڊ جتوئيءَ جو انهن ڪميونسٽن ڏانهن جيڪو لاڙو هي سو صحيح نه هو، مون ان ڪري، ڪامريڊ تي تنقيد ڪرڻ شروع ڪري ڏني، جنهنجي ڪري اسان ۾ اختلاف شروع ٿي ويا.

لاشاري: ڪامريڊ جتوئيءَ جو ڪميونسٽ پارٽيءَ ڏانهن ڪيتري حد تائين لاڙو هو؟

ر.ب. پليجو: ڪيس لائين ڪميونسٽ پارٽي ٽي ڏيندي هئي.

لاشاري: ڪامريڊ انهن جي لائين تي هلندو هو يا نه؟

ر.ب. پليجو: ڪامريڊ ڪڏهن انهن جي صلاحن تي هلندو هو، ته ڪڏهن وري ڪونه به هلندو هو. مثلن ڪميونسٽ پارٽيءَ وارن دوستن چيو ته، "سڄي ون يونٽ وارن علائقن (مغربي پاڪستان) جي هڪ گڏيل هاري ڪميٽي ٺا ڻاهيون." پر ڪامريڊ سندن اها ڳالهه ڪونه مڃي. (پليجو ان وقت شايد ٢٤ ڪلاڪن ۾ پهرين اوپامي ڏني ٿو ۽ وري چوي ٿو) ڪڏهن مڃيندو هو، ته ڪڏهن نه. گوڙ ڪيو ويٺو هوندو هو. پر ڪميونسٽ پارٽيءَ وارا همراهه ڪامريڊ کي مڙئي ماريو مڄايو بيٺا هوندا هئا. جنرل لائين هنن جي ٽي هلندي هئي. ڪيترا پيا دوست سندس خلاف بيهاريو بيٺا هوندا هئا. نالا ڪونه ٿو وٺان. مون ڪان به اهي ڪامريڊ جي خلاف تقريرون ڪرائيندا هئا، پر پوءِ مون انڪار ڪري ڇڏيو. هڪڙي پيري مون کي چيئون ته، "تون ڪامريڊ جي خلاف تقرير ڪر." (ته جيئن هو ون يونٽ جي بنياد تي هاري ڪميٽي ڏاهي ۽ فيڊريشن جي ڳالهه ڪري) پر مون چيو ته، "پيلي، اهو ڏنڊو آئون ڪونه ڪندس." پيا دوست اهي ڏنڊا ڪندا رهندا هئا. سڄو وقت ڪامريڊ کي بحث ۾ مصروف رکندا هئا. پر پوءِ هاري ڪميٽيءَ ٽي بندش پئجي ويئي ۽ ڪم لهي ويا. پوءِ ادب ۾ به مون سياسي ضرورت تحت، ادبي تنقيد ڪرڻ شروع ڪئي، ته جيئن، ادب کي ٺيڪ ڪجي. ون يونٽ ۾ جنهن ادب مونکي پهرين انسپائر ڪيو (جذبو اپاريو) اهو 'آزاد سنڌ' نالي هڪڙي رسالي ۾ هو. ڪراچيءَ مان نڪرندو هو ۽ الائي ڪير ڪيندو هو! ان جي پهرين ٿي شماري ۾ رشيد ڀٽيءَ جي هڪ نظم ڇپي. ان نظم مون کي ڏاڍو انسپائر ڪيو ۽ مون فيصلو ڪيو ته هاڻ باقاعدي اديب ٿيڻ کپي ۽ لکجي. تنقيد ته ادب ۾ اڳپر ٿي آئون ڪندو

هوس. رشيد ڀٽيءَ جو اهو نظم ڊگهو هو، پر هو زبردست! انهن ڏينهن ۾ اها بندش پئي هئي ته، "سنڌ جو نالو ڪير به نه ڪٿي." لفافن تي به سنڌ جو نالو لکڻ منع هو! ڪٿي بہ لفظ 'سنڌ' لکڻ ڏوهہ هو! مثلن، اوهين لکو ٿا "حيدرآباد سنڌ" تہ اهو ڏوهہ هو رڳو "حيدرآباد" لکو يا حيدرآباد پاڪستان. بهرحال، رشيد جو اهو هڪ وڏو نظم هو، پر هو زبردست. اهو هيئن هو تہ:

سنڌڙي رهي اسين نہ رهياسين تہ ڇا ٿيو!
جيڪو ڪٿي ڊگــر، پنهنجو ڪٿي نگــر،
ان لاءِ ٿـــي ڦهر، ان جـي وڌون خبر،
ان راهہ ۾ رفيق مئاسين تـــہ ڇـا ٿيو!
سنڌڙي رهي، اسين نہ رهياسين تہ ڇا ٿيو!

(پليجو هلڪي ترنم سان اها نظم ايئن پڙهي ٿـو، جڻ تہ سندس اڳيان 'آزاد سنڌ' جي ان شماري جـو اهـو ورق کليو پيو آهي، جنهن تي رشيد ڀٽيءَ جـو اهو نظم ڇپيو هو، نظم جـو اهو حصو پڙهائي، پليجو چوي ٿو:) ان رسالي جا ٻہ يا ٽي شمارا نڪتا. پوءِ اهو بند ٿي ويو. پر ان نظم جو مون تي ڏاڍو اثر ٿيو ۽ باقائدي لکڻ شروع ڪيم. پـر دانستا ان خيال کان تہ، "سنڌي ادب ۾ انقلاب آڻجي. ساٿهن جا خيال ڦيرائجن،" جيئن ڪانسٽينٽين فيلياب شجترين آهي.

نوراني: وري ادب جي ڳالهہ نڪتي آهي، تـہ پوءِ پڙهيو تہ اوهان عالمي ادب ڪڏهن پڙهڻ شروع ڪيو؟

ر.ب. پليجو: عـالمي ادب آٺـون ايڊيٽريءَ واري دور ۾ گهڻو پڙهندو هوس. جيئن تہ مضمون لکڻا پوندا هئا، انڪري مون عالمي تواريخ ورتي ۽ پڙهي. پيئرس جي اينسائيڪلو پيڊيا ورتم.

نوراني: آتم ڪهاڻيون؟

ر.ب. پليجو: نـہ. آتوبايوگرافيون انهن ڏينهن ۾ منهنجي لائبريريءَ ۾ ڪونہ هيون. باقي وڏن ساٿهن جـون ننڍيون ننڍيون بايوگرافيون ضرور پڙهيون هيون.

نوراني: اوهان ابراهيم جويي صاحب جي ڪتاب ”سيو سنڌ سيو سب ڪانٽيننٽ،“ کان متاثر ڪونہ ٿيو؟

ر.ب. پليجو: انهن ڏينهن ۾ آئون سنڌ، جي ناليءَ ڪا شيءِ سمجهندو ئي ڪونہ هوس. لطيف کي بہ ڪونہ سمجهندو هوس. چوندو هوس تہ لطيف وري ڇا جو! اسان سوچيندا هئاسين، تہ ”پاڪستان ڏاهڻو آهي. اسلامي انقلاب اٿڻو آهي. بهشت ۾ جاءِ ڪرڻي آهي.“ پوءِ وري سوشلزم جي ڳالهہ ٿي وئي. سوشلزم جو مطلب وري هيءُ ڪيڍيا وينا هئاسون تہ، ”عالمي انقلاب اچي، آمريڪا کي شڪست ڏيون ۽ ائٽمي جنگ، کان بچون.“ تنهن جي ڪري، سنڌ جي ڳالهہ مونکي ننڍي پي لڳي. منهنجي دماغ ۾ وڏيون ڳالهيون هيون. فرينچ انقلاب وغيره . هيءُ صوبا پوبا ۽ قوميتون وغيره ذهن ۾ ڪونہ هيون.

نوراني: سنڌي لٽريچر ۾ اوهان ڪنهن کان متاثر آهيو؟ نثر توڙي شاعريءَ ۾؟

ر.ب. پليجو: سنڌي لٽريچر ۾ مونکي انهن افسانينگارن متاثر ڪيو، جن جي مون تعريف لکي آهي. انهن جا افسانا مون کي وڻيا. شاعرن ۾ مونکي اياز وڻيو. اياز مونکي ڏاڍو متاثر ڪيو. ترقي پسند شاعرن بہ مونکي متاثر ڪيو، مثلن، امداد ۽ تنوير وغيره ۽ ٻيا دوست. پر خاص طرح مونکي اياز متاثر ڪيو.

نوراني: شيخ اياز جي ڪهڙي تخليق اوهان کي وڻي ۽ ڇو؟

ر.ب. پليجو: رومانوي شاعريءَ ۾ مونکي سندس مجموعو ”ڀونر ڀري آڪاس“ وڻيو. ان مجموعي تي بندش پيل آهي.

نوراني: ڪي ماڻهو چون ٿا تہ، ”شيخ اياز جو نثر سندس شاعريءَ کان بهتر آهي.“ اوهان جو ڇا خيال آهي؟

ر.ب. پليجو: اياز لاءِ اهو طئي ڪرڻ ڏکيو آهي، تہ هن جو نثر وڌيڪ سٺو آهي يا شعر! سندس ”پنهل کان پوءِ“ ڪهاڻي تمام زبردست آهي. تمام زبردست! ان ڪري، هن ماڻهوءَ لاءِ اهو چوڻ ڏاڍو ڏکيو آهي، تہ، ”هيءُ وڏو شاعر آهي يا وڏو نثرنگار!“

پر اياز جي شاعري اياز جي نثر کان وڌيڪ پروگريسو آهي، ڇاڪاڻ جو نثر ۾ اياز کي پنهنجي دل جي سچي ڳالهه ڪرڻ جو موقعو مليو. هن ۾ جيڪي آئيڊيالسٽڪ (تصوراتي) ٽرينڊس (لاڙا) ۽ خيال پرستيءَ جا عنصر آهن، اهي سندس نثر ۾ نمايان ٿين ٿا. ڪي مثالاجيءَ (ڏند ڪٿا) وارا عنصر ۽ تصوف جو هڪ خاص تصور به سندس نثر مان ظاهر ٿئي ٿو. اياز ۾ جيڪا انفراديت پسندي ۽ ذهن جا منفي لاڙا آهن، خصوصاً سرمائيدارانا انفراديت پسندي، اها نثر ظاهر ٿئي ٿي، جيڪي وري سندس نظم ۾ ڪٿي ڪٿي ڏسڻ ۾ اچن ٿا. مثلاً:

آئون اڪيلو ساسهون سٽ
خنجر خنجر ڪيئي هٽ،

(ڪڙي لهجي ۾) اياز ”آئون“ ورجائي ٿو. ڪن حالتن ۾ ”آئون“ برابر ڏاڍي ترقي پسند ٿيندي آهي، پر اياز جي، ”آئون“ ايتري پڪڙجي وئي، جو ان جو شاگردن تي به اثر ٿيو، بلڪ خود اياز تي به اثر ٿيو ته ”آئون اڪيلو آهيان ۽ پنهنجي دور جو واحد ترجمان آهيان.“ يعني هو پاڻ کي هڪڙي هيري جي طور تي آئيڊيلائيز ٿو ڪري (پنهنجو پاڻ کي هيرو تصور ٿو ڪري) جنهن جو هو ڪنهن حد تائين برابر مستحق آهي، پر هن ان تصور کي ائبسوليوٽائيز ڪري ڇڏيو آهي (انتها تائين پهچايو). خير، مقصد اهو آهي ته نثر ۾ اياز جون منفي فڪري ڳالهيون ظاهر ٿين ٿيون. اها شيءِ سندس پوئين دور يعني هاڻوڪي شاعريءَ ۾ به ظاهر ٿئي ٿي. ان شاعري ۾ منفي لاڙا به آهن. سندس پهرين دور جي شاعريءَ ۾ اهي لاڙا ڪين ٿا ملن. تنهن جي باوجود، سندس شاعري، سندس نثر جي مقابلي ۾ وڌيڪ ترقي پسند آهي.

لاشاري: توهان ڪنهن زماني ۾ شاه ۽ اياز جي ڀيٽ ڪئي هئي. ان ۾ ڪيتري جسٽيفڪيشن (واجبيت) آهي، تہ شاه ۽ اياز کي ڀيٽجي؟

پليجو: اهو مون ڪٿي چيو هو؟ مونکي ياد نه آهي.

لاشاري: مونکي ياد ٿو پوي ته ١٩٦٢ع ۾، حيدرآباد ۾ عبدالله چنا صاحب جي جاءِ تي رات جو ڪا ڳالهه ٿي هئي. مون مشترڪ پاس ڪئي هئي ۽ پنهنجي استاد سان گڏ پهريون دفعو حيدرآباد آيو هوس، جيڪو مونکي آني وٺي آيو هو. اوهان به اتي هئا ته شيخ اياز به. اوهان تمام ڏکي تقرير ڪئي هئي. مونکي چڱيءَ طرح ياد آهي، ته اوهان شاهه ۽ اياز کي پاڻ ۾ ڀيٽيو هو ۽ ڪٿي ڪٿي ته اوهان اياز کي شاهه کان به مٿي ڪري ويا هئا!

ر.ب. پليجو: ڪن حالتن ۾ شيخ اياز، لطيف کان به تمام اڳتي آهي. اڄوڪي دور ۾ ڪي جديد ڪنسيپشنس (سوچون، خيال تصور) اهڙا آهن، جن جي لطيف کي خبر به ڪونه هئي. ڪي اهڙا تصور به آهن، جيڪي اياز وٽ آهن، پر لطيف وٽ ڪونهن. في الحال ان جي تفصيل ۾ وڃي نٿو سگهجي، ڇو ته پنهي جي شاعري سامهون ڪونهي. تنهن هوندي به، ان معنيٰ ۾ پنهي جي ڀيٽ ڪانه ٿي ٿي سگهي، ته هنن جو مجموعي طرح، پنهنجي پنهنجي دور ۽ سماج ۽ هن سموري ڪائنات تي جيڪو اثر آهي، ان ۾ لطيف تمام گهڻو اڳتي آهي. لطيف اياز تي حاوي آهي. پر ائين چئجي ته اياز، ”بلڪل ئي ڪنهن ڪئٽيگريءَ (درجي) جو شاعر ڪونهي،“ ته اها ڳالهه غلط آهي. ٻي ڳالهه، ته اياز ڪو پير ڪونهي. سيد به ڪونهي، اياز جا مريد به ڪونهن. اياز تي گنبذ به ٺهيل ڪونهي. سنڌس پويان، سنڌس سڄيندڙن جو هڪڙو وڏو لشڪر به ڪونهي، اياز جيڪي ڏنڊا کيا آهن، اهي به ماڻهن جي اڳيان آهن. اياز وائيس چانسلر به هو. اياز کي نوڪري به ڪپي. لطيف سائينءَ ۾ اهي ڳالهيون ڪونهن. اياز جون اهي ڳالهيون ڪيري ڇڏجن ۽ نفي ڪجن، ته اياز تمام وڏو شاعر آهي. اياز پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو شاعر آهي. اياز جهڙا ماڻهو صدين ۾ پيدا ٿيندا آهن. ممڪن آهي ته صدين کان پوءِ، ماڻهو ويهي طئي ڪن، ته اياز جو صحيح مرتبو ڪهڙو آهي؟ اياز کان پوءِ وري شاعري آهي ئي ڪانه آهي، پر معمولي درجي جي. ان گريڊ

جي شاعري اڄان نہ ٿي آهي. ممڪن آهي تہ اهو خال وارو دور پنجاھ سال هلي ۽ وري ڪو پيو ان پايي جو شاعر پيدا نہ ٿئي! ممڪن آهي تہ اهو دور سو سال هلي. ڇاڪاڻ جو اياز يونيڪ (يگانو، لاثاني) آهي. ايازجهڙي هماگير شاعري، لطيف کان پوءِ پيدا نہ ٿي آهي. اياز کي گهٽ ڪري نہ سمجهندا ڪيو. هن جي بوئين شاعري تمام هلڪي آهي. پر ان جي بہ شايد ڪنهن بہ دور ۾ ڪا وڏي حيثيت بڻجي. هن جيڪا ”گهوڙا گهوڙا“ ڪئي آهي، جيڪا سنڌس مايوسيءَ واري شاعري آهي، تاريخ جي ڏنڌ ۽ لٽ لهڻ کان پوءِ ۽ ماڻهن ۾ موجوده آمريت جي خلاف فوري ردعمل ختم ٿيڻ کان پوءِ، جڏهن ماڻهو توازن سان سوچڻ لڳندا، تہ خود اياز پنهنجي مايوسيءَ جي لمحن جي جيڪا عڪاسي ڪئي آهي، اها بہ شايد اعليٰ ادب ۾ شمار ٿئي! تنهن ڪري، ان باري ۾ ڪا مقرر شده يا فڪسڊ ڳالهہ نٿي چئي سگهجي. لطيف جهڙن ماڻهن جي پويان لڳڻ سنڌين توهين آهي. مثلاً، مون تازو پنجابيءَ ۾ هڪ تقريب ۾ خواجا فريد جوڪلام پڙهيو هو، جنهن ۾ هو چوي ٿو تہ:

ميڏا يار وي تون دلدار وي تون

يعني پنهنجي هڪڙي ئي ڪلام ۾ پنهنجي محبوب کي ائين همارنگي وصف سان ڏسڻ، سموري سنڌي، پنجابي ۽ سرائڪي شاعريءَ ۾ ڪونهي! اهڙي طرح سراپا جي عالم ۾ هن جي وصف جيڪا وارث شاه چئي آهي، اها پنهنجي سر هڪ يگاني شيءِ آهي! ائين مختلف وقتن تي مختلف ڳالهيون ٿين ٿيون. تنهن جي ڪري ان ڳالهہ ۾ ڪا حد فاصل نٿي رکي سگهجي، تہ ڪو شاعر ڪن ڳالهين ۾ ڪنهن بہ شاعر کان اڳتي وڃي سگهي ٿو! ممڪن آهي، تہ ڪيتريون ڳالهيون اياز ۾ هجن جيڪي لطيف سائينءَ ۾ نہ هجن!

لاشاري: ”چنڊ چنبيليءَ ول“ کان پوءِ، لڳي ٿو تہ اياز پاڻ ڏي پيهر انٽيگريٽ ڪرڻ (سهيڙڻ) شروع ڪيو آهي؟

ر.ب. پليجو: ها ائين لڳي ٿو. پر اڄان انهيءَ مقام تي

پهچي ڪين سگهيو آهي. اهان اهو انٽيگريشن اڇي! اهو پس منظر، اهي جمهوري لاڙا، جيڪي ڪجهه ٿيو پئي (اهو هاڻ ڪٿي!) هاڻ تمام گهٽو پاڻي وهي چڪو آهي. اياز مايوسين جا وڏا رڻ پٽ جهاڳي، هتي پهتو آهي. هينئر اها اميد، اهو لهجو ۽ اهو يقين ڪٿي! (ذهن تي زور ڏيندي) سندس هي شعر ته ڏسو!

جنهن جي چڳ چنبيليءَ ول ٿن جي،
سرهي سيج پري، ڪوئي ڪيئن ڪري!
پل پل تي تو پيار ڪمل جئن،
ڪومل هٿ ڏري ڪوئي ڪيئن ڪري!

ته اياز ۾ جيڪا رواني ۽ بي ساختگي هئي، اها هاڻ ڪٿي! پر وري به اياز هڪ غيرمعمولي فنامنا (مظهر) آهي.

لاشاري: (مشڪندي) اياز ڪي توهان ڪڏهن ڇڏيو بـه آهي؟ پاڻ کان پري به ڪيو آهي؟

(پليجو: (بيزاريءَ سان) ايازمان آئون زمانن جا زمانا بيزار به رهيو آهيان. اياز اهڙي پٽ ۾ ويو آهي، جو آئون اياز جي ويجهو ته ڇا، پرگهٽيءَ مان لنگهڻ لاءِ به تيار نه رهيو آهيان! مطلب تـه سندس فڪري معاملي ۽ وائيس چانسيلريءَ يـا سندس ذاتي رويي جي ڪري، آئون هن کان ناراض رهيو آهيان. اياز وٽ آئون ايئن به رهيو آهيان، جو اياز مونکي ماني به نه کارائي هوندي ۽ اٺي هليو آيو هوندس. ڪڏهن ته اياز جا مهمان به آيا هوندا، تـه انهن کي ماني کارائڻ جا پيسا به مون ڪيسي مان پري ڏنا هوندا، ته پنهنجا به! منهنجا اياز جي ڪمزورين جي باري ۾ جيڪي ڀرپور تاثر آهن، اهي رڳو ايازئي پڙهي سگهي ٿو، ٻيو ڪير به پڙهي نه ٿو سگهي!

لاشاري: هڪ سماجي نقاد جي طور تـي، توهانجو اهو به فرض ٿئي ٿو، ته اياز جهڙي وڏي شاعر کي پاڻ کان پري نه ڪيو، بلڪ ان کي پڪڙي رکو!

ر.ب. پليجو: نه. ڪڏهن ڪڏهن، ڪنهن ماڻهوءَ کـي

پڪڙي رکڻ لاءِ، ان ڪان پري رهڻ ضروري ٿيندو آهي. جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي احساس ئي نہ ڏياريو وڃي تہ، ”تو هيءُ ڪم صحيح نہ ڪيو آهي“ ۽ زندگي خود ان جي تربيت نہ ڪري، تہ ماڻهو ان کي سيکاري نٿو سگهي. ماڻهوءَ کي ڪڏهن ڪڏهن، سندس ڪيتي جو ڦل چکڻ جو موقعو ڏنو وڃي. تہ جيئن هو ڏسي تہ، ”منهنجن ڪنيل قدمن جو لازمي نتيجو ڪهڙو نڪتو آهي!“ ماڻهوءَ کي زندگيءَ سان اکيون اکين ۾ ملائي ڏسڻ جو موقعو ڏنو وڃي. اياز پاڻ ڏنو تہ، ”آئون بلندين تي هوس. (هاڻ نہ آهيان).“ (پليجو شاهہ جو شعر پنهنجي مخصوص انداز ۾ پڙهي ٿو:)

وڏيري هياس، چنيسر جي راڄ ۾،
دهلين دمامين نقرين، تي پليل پچياس
ڍولي ڍيلياس، ٿيس ڏهاڳڻ ڏيهہ ۾.

اياز پاڻ ڏنو تہ هن سان ليلا وارو قصو ٿيو، جنهن هار جي هڪ سيٽ يا هڪ مٽيي تي موهجي (چنيسر) وڃايو. اها ڳالهہ بهرحال جدا آهي. پر اياز جي شاعريءَ جي اهان ڪٽ ڪانہ ٿي آهي. اياز ايڏو وڏو شاعر آهي، جو ان تي ڪي پي.ايڇ ڊيون، ڪي ٿيسزون، ڪي قصا ۽ وڏيون ڀڳتون ڪبن. اياز کي پنهنجو نسل، سموئي، پوري ڪٽ ڪرڻ جي پوزيشن ۾ نہ آهي. يا وري توهان ۽ مون جهڙو ڪو ماڻهو، نانگو ۽ واندو وينو هجي ۽ ٻيو ڪو ڪم ئي نہ ڪري صرف اياز تي تحقيق ويٺو ڪري ۽ سڄو ڏينهن اياز جي پوياڻ لڳو پيو هجي، تہ پوءِ ٻي ڳالهہ آهي پر:

اور ڀي دک هئين زماني ۾ محبت کي سوا

هاڻ پاڻ ٻئي ٻاسي آهيون. باقي اياز جا پنهنجا جيڪي جوهر آهن، نثر ۾ سندس پنهنجا جيڪي عجيب و غريب خيال آهن، سي اهي ئي آهن، جيڪي پاڻ ڏسون ويٺا. مولانا مودوديءَ لاءِ بہ پاڻ چئون ٿا تہ، ”شايد هن بہ ڀي ريسرچ ڪئي!“ سو اها جدا ڳالهہ آهي. باقي اياز، شاعر ايڏو وڏو آهي، جو پاڻ ان جو تصور بہ ڪري نٿا سگهون!

لاشاري: ”پشوپاشا“ تي اوهان تنقيد ڪئي هئي. ان سلسلي ۾ ڪجهڙي راءِ اها آهي، تہ ’پشوپاشا‘، جيئن اوهان چئو ٿا تہ، ”هڪ خيالي ڪردار هو“. پر هڪڙو خيال اهو بہ آهي تہ، ”اها ڪنهن ڪردار ڪي ڏاهڻ جي خواهش ۽ باقائدي منصوبي بندي هئي، تہ جيئن، اهڙو ڪردار ادب ۾ بہ پيدا ٿئي، تہ سماج ۾ بہ.“ توهان ڇا ٿا سمجهو تہ اهو ڪردار هڪ خيالي ڪردارئي رهندو؟

ر.ب. پليجو: منهنجو اهو اعتراض نہ آهي، تہ ”ڪردار خيالي نہ هجن!“ آئون تہ پاڻ انهن جو زبردست حامي آهيان. مون اهو ’سنڌي ذات هجن‘ ۾ لکيو آهي تہ، ”جيڪي شيون اڄ ان تاريخ ۾ وجود ۾ نہ آيون آهن، جيڪي حالتون وجود ۾ نہ آيون آهن، تن ڪي فرض ڪري ورتو وڃي، تہ هيئنر اچي چڪيون آهن.“ جيئن جاسوسي ناولن ۾ ڏيندو آهي، تہ اهڙا اوزار جاسوسن وٽ هوندا آهن، جيڪي اڄا ٺهيا ئي ڪونهن! جيئن فئنٽيسيءَ ۾ ايچ جي ويلس جي هڪ ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ هڪ ٽائيم مشين ٺاهي وئي آهي. ان مشين کي جيڪڏهن اڳتي ڪجي، تہ ماڻهو پنج هزار سال اڳتي هليو ٿو وڃي! پر وري مشين کي هيٺ ٿو ڪجي، تہ ماڻهو وري ماضيءَ ۾ هليو ٿو وڃي! حالانڪ، اهڙي مشين اڃا ٺهي ڪ نهي. جيئن جولس ورن (Jules Vern) جا سائنس فڪشن آهن. جنهن ۾ ”ايٽ ڊيز ارائونڊ دي ورلڊ“ ۾ هن تصور بہ ڪري ورتو، تہ اهي ڳالهيون ٿي ويون. تهڙي طرح، سماجي طور تي، اسان کي تصور ڪرڻ گهرجي، تہ اهڙو معاشرو ٺهي ويو، اهڙا ماڻهو اچي ويا، اهڙيون تنظيمون اچي ويون، جيڪي درحقيقت موجود نہ آهن. پر ماڻهن کي انهن جو جلوو اڳواٽ پسائڻ لاءِ، اڳواٽ ئي انهن جون تصويرون پيش ڪرڻ ضروري آهي، تہ جيئن، ماڻهو ان تي موهت ٿي، اڳ ۾ ئي ان کي ڏسي (قبول ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃن) مثلن، ڪهاڻين ۾ ۽ ناولن ۾ اهڙيون حسين ڇوڪريون ڏيکاريون وڃن ٿيون، جهڙيون ماڻهو هن معاشري ۾ ٿو ڏسي! اهڙا بهادر ڏيکاريا وڃن ٿا، جيڪي هن معاشري ۾ ڪونهن! (مطلب تہ) اهڙا سڀ ۽

نيڪ ۽ انقلاب جا صاحب ڏيکاريا ويا، اهڙيون تنظيمون ڏيکاريون وڃن، جن جو وجود ڪونهي. پر (بهرحال) اهي اهڙيون هئڻ گهرجن، جن جا پير زمين تي هجن ۽ جيڪي اسان کي کپن. 'پشو پاشا' ۾ جيڪو ماڻهو پيش ڪيو ويو آهي، اهو چيڳڙو آهي. انقلابي ڪونهي. نه ته اهو ڀلو ماڻهو آهي ۽ نه ڪامياب! ان جي ڪابي ڪرڻ، پنهنجي تحريڪ کي نقصان پهچائڻ جي برابر آهي. ان جهڙو ماڻهو ٿيڻ سخت نقصانڪار آهي. اهو ماڻهو هيرو نه پر ائنٽي هيرو آهي. ان کان پاڻ بچڻ گهرجي. جمال ته هڪڙي اهڙي هچان ٿاهي وڌي آهي، جيڪا هڪ مصيبت ٿي پئي آهي! (چينڊڙ لهجي ۾) اهڙو جي هيرو ٿئي، جيڪو عشق ۾ ڪامياب نه ٿئي، ته ڏيڙ پچيو ويٺو آهي! ڪنهن چوريءَ کي پانهن کان جهليو پيو وڃي! ڪنهن کي ماري پيو! ڪنهن کي لٽ پيو هٽي! نه ڪهڙي ڪم جو! جمال اها چري بلا ڳچيءَ ۾ وجهي ڇڏي آهي. اهو صحيح مثالي ڪردار نه آهي، منهنجو اهو اعتراض نه آهي، ته فئنٽاسي نه هجي. پر منهنجو مطلب آهي، ته فئنٽاسي، صحيح آئيڊيل جي نشاندهي ڪري. يعني نسبتن صحيح. ظاهر آهي، ته فطرتي طرح، اهو جامع ۽ مڪمل ڪردار ٿي نٿو سگهي.

نوراني: سائين معاف ڪجو مونکي چانهن جي طلب محسوس ٿي رهي آهي. چانهن ملي سگهندي؟

ر.ب. پليجو: (اياز ڏانهن نهاريندي) گهران ٺهرائي 'ڇ.

لاشاري: پاڻو پاڻي به ڪٿي اڇجو. (ان وچ ۾ ٽيپ وغيره وري چيڪ ڪيو وڃي ٿو. پليجي کي به موقعو ملي وڃي ٿو ته ڪافي دير کان وات ۾ پيل ۽ چباڙيل گره ڪپت ڏيئي، نڙيءَ کان هيٺ لاهي، پوگره وات ۾ وجهي سگهي. گفتگوءَ ۾ مصروف هئڻ جي ڪري، پن ٽن ڪلاڪن ۾ هن نان جو چوٿو مس ڪاڌو هوندو. ٿوري دير کان پوءِ گفتگو پيهر شروع ٿئي ٿي.)

لاشاري: سائين سنڌي سماج ترقيءَ جي جنهن ڏاڪي تي هو يا آهي، ان ۾ تنقيد اها ڪنهن مٿاهين ڏاڪي تي ڪونه پهتي

آهي ۽ نظرياتي پختگي ايئن ايتري ڪونہ وڌي آهي. يا ائين ڪري چئجي تہ اها مـتر آرگنائيزيشن (وڏي تنظيم)، جيڪا انهن سڀني ڳالهين کي گڏ ڪري هلائي، اسان وٽ ڪونهي. انهيءَ صورت ۾ اهڙو ڪو تخليقي ڪردار پيش ٿئي ٿو، جيڪو ليڪ آهي، يـا رف آهي يا انڊويجوئلسٽ (مهم جو) يا انهن وانگر ڪم ڪري ٿو ۽ نيٽ ڪيس پريڪٽيڪل (عملي) ٽيٿو آهي، تہ بنيادي طرح ان قسم جو ڪردار هن دور ۾ تخليق ڪرڻ، ڪهاڻيڪار جي ڪاميابي ڪانهي؟ (لاشاريءَ جو مطلب ”پشو پاشا ڏانهن آهي).

ر.ب. پليجو: ان دؤر ۾ دنيا جـي اسٽيج تـي ۽ ادب جي دنيا ۾ بهترين ڪردار اچي چڪا هئا. جـڏهن ترقي يافتہ دنيا جو ادب موجود هجي، اهڙا پروٽو ٽائيپس موجود هجن. جڏهن زبردست هيرا ادب جي دنيا ۾ موجود هئا، تڏهن اهـڙي هڪڙي چري بلا پيش ڪرڻ، خـود سماج جي لاءِ نقصانڪار اثـر پيدا ڪرڻ جي برابر نہ آهي ڇا؟

يعني جـڏهن سڄو مال تيار هجي، جنهن مان بهترين هيرا تخليق ڪري سگهجن ٿا ۽ ٿوري محنت سان ماڻهو ڪجهہ ڪري سگهي ٿو، (تيزيءَ سان تقريري انداز ۾) جڏهن ايتري چاڻ ميسر هجي، سمجهہ هجي، شعور هجي، نظريو ميسر هجي، اتي ماڻهو هڪڙي الالچلولائي، يعني Naptitude (نااهليءَ)، بي سمجهيءَ، سستيءَ ۽ لاپرواهيءَ کان ڪم وٺي، هڪڙو اهڙو ڪم ڪري، جنهن جي ڪرڻ جا صحيح طريقا موجود هجن، تہ پوءِ ان جي ساراهہ نہ ٿي ڪري سگهجي. دراصل، انقلابي ڪردارن جي باري ۾ سنڌي توڙي برصغير جو جيڪو ادب اسان وٽ ميسر آهـي، تنهنجا سڀ نتيجا اهڙا ٿي آهـن. سڀئي هيرا منفي آهن. جيڪي بہ انقلابين بابت ڪتاب لکيا ويا آهن، سي رجعت پرست آهن. ۽ (افسوس آهي تہ) ماڻهن وري انهن جي تعريف ڪئي آهي! اردو ادب ۾ بہ جيڪي مثالي ڪردار پيش ڪيا ويا آهن، اهي بہ رجعت پرست، منفي ۽ عوام دشمن ڪردار آهـن. اهي ڄاڻي ٻجهي انقلابي جدوجهد کي

بدنام ڪرڻ لاءِ پيش ڪيا ويا هجن تہ بہ ٺهيو. حالانڪ، ڪي ماڻهو اهڙا بہ آهن، جن لاءِ ايئن نہ سوچجي، پر انهن جي تحت الشعور ۾ اهوئي خيال آهي. مثلن، ”آخري شب ڪي همسفر“ ۾ جيڪو انقلابي ڪردار لکيل آهي، سو سخت ۾ سخت موقعي پرست ۽ رجعت پرست آهي. ان ۾ انقلاب جو ڳڻ ڪونهي. هتي انقلابي ڪردار نگاريءَ ۾ منفي رويو ۽ لاپرواهي اختيار ڪئي ٿي وڃي اهي ماڻهو (ليکڪ) عام ماڻهن جي بي خبريءَ جو فائدو وٺي، پاڻ کي وڏا اديب ظاهر ڪريو، اصل ۾ پنهنجو جٽپڻو جهالتپڻو ۽ لاپرواهي لڪائين ٿا. انهن ماڻهن کي ڪو پڇڻ پڇڻ وارو ڪونهي! هڪڙي تمام محترم لکندڙ آهي، هاجرا مسرور جي ڀيڻ خديجا مستور، جنهن ناول ’آنگن‘ لکيو آهي. ان جو انقلابي بہ موقعي پرست آهي. عين ٽائيم تي ڀاڙيو ۽ بزدل ٿي، پنهنجي انقلاب کان هٽيو وڃي! ڪرشن چندر جو بہ مون ذڪر ڪيو آهي. انجو هڪ ناول آهي، جنهن ۾ ڏکڻ کان ٿو سج اڀري. ان جو جيڪو هيرو آهي، ان جو انقلابي هيري سان ڪو بہ تعلق ڪونهي. جيڪي جدوجهدون عام طرح ٿين ٿيون ان دور ۾ ٿيون، (بلڪ) جيڪي حقيقي طرح ٿيون، انهن سان ان جو ڪو بہ تعلق ڪونهي. اهو هڪ تمام جڏي قسم جو رومانوي ۽ خيالي ڪردار آهي. اها هڪ اهڙي فئنٽاسي آهي، جيڪا انقلاب دشمن ۽ ماڻهو گمراه ڪندڙ آهي. هڪ ٻيو بہ مشهور ۽ معروف ناول آهي، جنهن جا جيڪي هيرا آهن، انهن جو اختتام رجعت پرستيءَ، ابن الوقتيءَ وارو ۽ سڌارڪ آهي. بلڪ موقعي پرست ۽ رفارمسٽ آهي. ان ناول کي ماڻهن زمين تان کڻي آسمان تي پهچائي ڇڏيو آهي!

نقاش: ڪهڙي ناول ۾؟

پليجو: (نالو ظاهر ڪرڻ کان گريز ڪندي) مشهور معروف ناول آهي، جنهن ۾ هيرا مسيتون پيا ڏاهين. ميونسپالٽيءَ جا گهر پيا ڏاهين. خير ۽ ڀلي جا ڪم پيا ڪن. گئوشالون ۽ ڌرم شالون پيا ڏاهين. اهي ٻڇاڙيءَ جو، وڃي جدوجهدون ڪري، بلندين تي

ٻڌي، وڃي سڌارڪ ڪم ٿا ڪن! يعني ڪنهن تبليغي انجمن وارا ڪم ٿا ڪن!

نقاش: (اندازو لڳائيندي ٽڪڙ ۾) يعني ”خدا جي بستي!“ شوڪت صديقيءَ جو!

پليجو: (سڌو جواب ڏيڻ جي بجاءِ ڪجهه گهڙيون نقاش سان نگاهون ملائيندي، مزاحيه لهجي ۾) اهي عبدالستار ايڌيءَ وارا ڪردار! (سڀئي مشڪن ٿا).

نقاش: توهان جي نظر ۾ سنڌيءَ جي افسانوي ادب ۾ نسبتن، انقلابي اميج ۽ ڪردار ڪهڙي اديب ڏنا آهن؟

ر.ب. پليجو: (بلڪل سپاٽ لهجي ۾ بنا تذبذب جي) رسول بخش پليجي. (ان غير متوقع جواب تي، هڪ گهڙيءَ لاءِ، سڀني انٽرويو وٺندڙ هڪا بڪا ٿي وڃن ٿا. نوراني ۽ لاشاري، نقاش ڏانهن همدرديءَ سان ڏسن ٿا؛ پر نقاش انهن نگاهن جو نوٽيس وٺڻ کان سواءِ، پنهنجي حيرت تي قابو پائيندي، ڳالهه جاري رکي ٿو.)

نقاش: مثلن، ڪهڙا ڪردار؟

ر.ب. پليجو: (بنا ڪنهن هٻڪ جي) ”بختاور“. ٻي به هڪ ڪهاڻي آهي. ان ڪهاڻيءَ جو نالو الائي ڇا آهي؟ ان ۾ مهاڻي جي ڳالهه آهي. ان جو پٽ قتل ٿي وڃي ٿو. هو پنهنجو خون بخش ڪري ٿو. ان جي ڪهاڻي ياد آهي، پر نالو وسري ويو اٿم. اياز اچي، ته پڇون ٿا. (اياز چانهن کڻڻ لاءِ ويو ڇڪو آهي. پر پليجي جو اشارو سندس ڪهاڻيءَ ’اچ آڳڙيا آئيا‘ ڏانهن آهي. پليجي جي پنهنجي پٽ اياز لاءِ پنهنجي ڪهاڻيءَ بابت وڌيڪ ڄاڻ جو حوالو ڏيڻ سان، پيءُ ۽ پٽ جي باهمي ذهني همآهنگيءَ ۽ هڪ ٻئي ۾ اعتماد جو اظهار ٿئي ٿو. سنڌي ادبي ۽ ترقي پسند حلقن ۾ هڪ غير معمولي مثال آهي).

نقاش: گذريل پنجن سالن ۾ رسول بخش پليجي، يعني توهان جيڪي ڪهاڻيون لکيون آهن، انهن جي باري ۾ هڪڙي تنقيد اها به آهي ته، ”انهن ۾ اتساه ته گهڻو آهي، پر انهن جو آرٽسٽڪ

پهلو ڪمزور آهي ۽ اهي مبالغانا ڪهاڻيون لڳن ٿيون! ان تنقيد جو اوهان وٽ ڪهڙو جواب آهي؟

ر.ب. پليجو: هڪڙو ته آرٽ برائي آرٽ نه هئڻ ڪري. گهڻو زور ابلاغ تي هئڻ ڪري. يعني ماڻهن جي ذهنن تائين ڳالهه پهچي. بي ڳالهه، ته سادگيءَ ۾ به پنهنجو حسن هوندو آهي. مثلن، ڪا قميص سادي به چڱي لڳندي آهي، قميص تي پرت پرڻ جي ضرورت ڪونه هوندي آهي. قميص سادي آهي، ٺيڪ آهي ۽ پئي آهي! جهڙو ماڻهو هجي، تهڙو ان جو ميڪ اپ هجڻ گهرجي. گهرو ميڪاپ ڪرڻ سان ماڻهو حسين نٿو ٿئي، پر هڪ گڏي ٿيو پوي! پنهنجو هڪ اديب آهي، جيڪو رڳو هيري جو ميڪ اپ ڪندو آهي، پر ڳالهه ۾ ڪجهه ٿي ڪونه هوندو آهي! رڳو هيوي ميڪ اپ! پيو ٿيو خير! اندر ٺپڙ ڳم! ٻولي سبحان الله! لفظ واه واه! باقي ڳالهه اول ته رجعت پرست هوندي، يا وري ان ۾ پلاٽ هوندو ئي ڪونه! سنڌ جي ستر سيڪڙو ڪهاڻين جو پلاٽ ئي ڪونهي! ڪهاڻيڪار ڳالهيون ڪٿي ڪهڙيون به ڪري، پلاٽ ۾ ڪانهِ ڪا شيءِ ڍنگ ڪنيو بيٺي هوندي! يعني Well thought out plot (چڱي طرح سوچيل پلاٽ) هوندو ئي ڪونهي. باقي لفظن جي ڪاريگري ۽ پرت گهڻو هوندو آهي. ڪپڙي جي ماپ غلط! ڪيسو مٿي لڳو پيو آهي، ۽ شلوار گوڏن تي پئي لڙڪي! پر پائنچن تي پرت سبحان الله! سو اهڙا اديب به اسان وٽ آهن! يا وري ڪي اديب پلاٽ ڪي لاپرواهيءَ سان ڏسندا آهن. اهو ڪونه ڏسندا ته ان پلاٽ جو سماجي اثر ڪهڙو ٿيندو؟ يا جيڪي ڪجهه چوان پيو، ان جو اثر ماڻهن تي ڪهڙو پوندو؟ ڪيترن ۾ اها سمجهه ڪانهي، ته ڪيترن ۾ وري اهو شعور ئي ڪونهي، ته سمجهي سگهن ته ڳالهه ڪٿي وڃي ٿي دنگ ڪري! اسان جي اديبن ۾ اهي نقص آهن.

نوراني: چا توهان جو مطلب اهو آهي، ته سنڌي ادب ۾ رڳو فارم (شڪل) آهي، پر ڪانٽينٽ (مواد) ڪونهي، ۽ توهان جي ڪهاڻين ۾ فارم ڪونهي پر ڪانٽينٽ آهي؟

ر.ب. پليجو: نه اها ڳالهه ڪانهي. پنهنجي دور ۾ هڪ احتجاجي قسم جو ادب موجود آهي. يعني، ڪنهن خراب شيءِ جي اوگهڙ ڪرڻ، ان جي مذمت ڪرڻ ۽ ان کي بي نقاب ڪرڻ. ان حد تائين سنڌي ادب ڪامياب ويو آهي، پر ان ڪان مٿانهين اسٽيج تي سنڌي ادب اڃا پهتو ئي ڪونهي.

نوراني: ان جا ڪهڙا سبب آهن؟

ر.ب. پليجو: نقادن جي بي سمجهيءَ ڪري ايئن ٿيو آهي. نقادن کي خبر ئي ڪانهي ته تنقيد ڪيئن ٿيندي آهي! اسان پنهنجي دور ۾ ادب جي رهنمائي ڪري، ان کي هڪ سان اسٽيج تي پهچائي، امتحان پاس ڪرايو، پــر هن دور ۾ ڪو به اديب اهڙو ڪونهي، جيڪو موجوده ادب کي هٿي ڏياري، مٿين ڏاڪي جي نشاندهي ڪري ته، ”هن شيءِ کي هيئن وٺي وڃو. هيئن ڪريــو ۽ هيئن نه ڪريو.“ اهڙو اديب ڪونهي جو رهنمائي ڪري. اسان جــا اديب رڳــو ڪمينٽيٽر آهــن (تبصري نگار آهن) رهبر ڪونهن. تنقيد به ايئن ئي سطحي آهي. تنقيد جا ڄاڻو ڪونهن. تنقيد به هوائي ۽ تنقيد برائي تنقيد آهي.

لاشاري: سوير قرت‌العين جي ”آخري شب ڪي همسفر“ جي ڳالهه پئي ٿي. پر سندس ناول ”آگ ڪا دريا“ جي باري ۾ ڇا خيال آهي؟

ر.ب. پليجو: (نوراڻي سان) ان ڳالهه تي اچان ٿو، پر پهرين هيءَ ڳالهه ڪري وٺان.

لاشاري: ٺيڪ آهي.

ر.ب. پليجو: (نورانيءَ ڏانهن نهاريندي) ان ۾ ڇا آهي، ته ڪنهن شيءِ جي مذمت ته ڪئي وڃي ٿي، تنقيد بــه ٿئي ٿي، ۽ ڇيو وڃي ٿو ته، ”هيءَ ٺيڪ آهي يا خراب.“ پــر اهو نٿو ٻڌايو وڃي ته، ”ڇا ٺجي؟ ڇا ڪجي“ خراب ڪردارن تي تنقيد ته ٿي وڃي ۽ انهن جي مذمت به ڪئي وڃي. پر ”ڇا ٿيڻ کپي؟“ اهــو نٿو ٻڌايو وڃي! اديبن کي گهرجي، ته ان لاءِ مثالي ڪردار پيش

ڪن. جيئن رومانوي ڪهاڻين ۾ هيروئنون هونديون آهن. مثلن، هير آهي. ان لاءِ شاعر ٿو چوي تہ:

آئي هير سهيليان نال، ڏار تي آئون سير وچ.

هن چيو تہ حسن ڪپي تہ، هير وارو ڪپي. ٻيا وري لطيف چيو آهي تہ:

تڙ ڏوڙون ڏون چوٽا چندن چڪ ڪيو،
اڇن ڀونر ڀنيوليا، پاٽي تهين پون،
راول رتو رون، ڪو وه لڳو واسيئن.

يا وري:

جهڙا پانن پن تهڙيون سالون مٿن سايون.

مطلب تہ شاه پنهنجا آئيڊيل پيش ڪيا، تہ هھڙو ٿيڻ گهرجي يا سٽي مارئي ٿيڻ ڪپي:

مَ سڄني مارئي مَ جائي.

ٻيا:

آڏو نڪر نر متان روه رتيون ٿئين.

اهي سڀ آئيڊلس آهن. يا مثلن:

جنهن چوريءَ ۾ چوه، سا پٽون ٿيندي پير تي.

يعني، هن قسم جي چوڪري هئڻ ڪپي. اسين پڇون ٿا تہ هن دور جو انقلابي ڪهڙو هئڻ ڪپي؟ جواب ٿو ملي "آڳوٺو!" ڪو بہ آئيڊيل (مثالي ڪردار) ڪونهي. (هنن کي اها بہ خبر ڪونهي تہ (اڄ جي سهڻي چوڪريءَ جي پيءُ جو ڪردار ڪهڙو هئڻ گهرجي؟ هڪڙو اهڙو پيءُ هو، جيڪو سهڻيءَ جو پيءُ هو، پر اڄ جي حسين چوڪويءَ جي پيءُ کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ ترقي پسند عاشق کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ روايتي ميهار تہ هٽ ڪڍيو دڪان تي ويٺو هوا ان جي ڀيٽ ۾ اڄ جي ترقي پسند عاشق کي ڪهڙو ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي. اڄ جي ترقي پسند معشوق جي ترقي پسند ماءُ کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ "آخري شب کي همسفر" جي هيري جي مقابلي ۾ ڪهڙو هيرو ٿيڻ گهرجي؟

ان جي باري ۾ ڪو بہ افسانو ڪونهي. هتي سڀ چٽ ويٺا آهن!

نوراني: ان خاميءَ جو ڪو خاص سبب آهي يا ڪو نفسياتي مسئلو آهي هتي ادب ۾ ايترو گند چو آهي؟

ر.ب. پليجو: اهو سمجهڻ لاءِ بحرالعلوم ٿيڻ ضروري آهي. ان لاءِ نظريو اچڻ گهرجي. تواريخ جي ڄاڻ هجي. اهـا خبر هئڻ گهرجي تـہ مثالي شخصيتون ڪهڙيون هونديون آهـن؟ اِنهن جو تصور چٽو هجي. ويٽنامي، روسي، چيني ۽ فرينچ انقلاب پـڙهجي. هتي تہ اڻ پڙهيل ماٺهو ويٺا آهن! هنن جي سامهون عالمي، تواريخي ۽ گوناگـون مثالي ڪردار سامهون ڪونهن. تـواريخي سطح تـي ڪي بـہ تصور ۽ خيال ڪونهن. آئـڊياز جي کوٽ آهي. اميجز ڪونهن جن تي گوشت چاڙهي، پنهنجي وقت ۽ دور جي ماڻهن جي ڪچي مال کي انهن مثالي ڪردار ۾ تبديل ڪن.

نوراني: (نقاش ۽ لاشاريءَ ڏانهن اجازت طلب نگاهن سان ڏسندي.) پاڻرو آئون پليجي صاحب کان ادب تي ٻي سوال ڪندس، باقي ٻيا سوال پلي اوهان پيا ڪجو.

لاشاري ۽ نقاش: (يڪ آواز) ڀلي. ڀلي.

نوراني: (پليجي سان مخاطب ٿيندي.) سائين ايـاز پنهنجي ’ساهيوال جيل جي ڊائريءَ‘ ۾ مائوزي تنگ جي Talks at the Yenan forum on art and Litrature (ٽـاڪس ائٽ دي ينان فورم آن آرٽ اينڊ لٽريچر) بابت لکيو آهي تـہ، ”اها تقرير وڏي بڪواس آهي.“ آرٽ جي باري ۾ شيخ ايـاز جا ٽلهي ليکي هيءُ خيال آهن تہ، ”ادب کي آزاد رهڻ جي لاءِ، سياست کي ادب جي طابع هئڻ گهرجي.“

ر.ب. پليجو: (نهايت ڏيان سان ٻڌندي) وري چئو.

نوراني: مان سمجهان ٿو تہ سندس مقصد هيءُ هو تہ،”ادب آزاد ٿئي، ان لاءِ سياست ڪم ڪري تـہ، جيئن ادب آزاد ٿئي. يعني مطلب اهو ٿيو، تہ سياست ادب جي طابع هئڻ گهرجي، جيئن ادب ـ آزاد ٿئي. ان راءِ بابت اوهان جو ڇا خيال آهي. ٻيو سوال

ميءُ آهي تہ عالمي ادب ۾ اوهان کي ڪهڙا اديب وڻيا ۽ ڪهڙين ڳالهين جي ڪري؟ باقي ٻيون سوال آئون پوءِ ڪندس. (ان وچ ۾ چانهن اچي ٿي وڃي ۽ چانهن جو دور شروع ٿئي ٿو.)

ر.ب. پليجو: چانهن جي چسڪي ڀري، (نوراني ءَ کي ٿوري دير تائين گهورڻ کان پوءِ) "سياست اهڙي ٿيڻ کپي، جو ادب آزاد ٿئي." اها ڳالهہ جنهن نموني ۾ ۽ جن لفظن ۾ پيش ڪئي وئي آهي، اهو هڪ تمام بلند خيال آهي. مون اها شيءِ ايئن نہ پڙهي آهي، جيئن اوهان پيش ڪئي آهي. اهو خيال مان ٻهريون دفعو پيو ٻڌان! ۽ وري چوان ٿو تہ، "اهو زبردست خيال آهي." منهنجي نظر مان اها ڳالهہ نہ گذري آهي. ڪي عام شيون، اتفاق سان نظر ۾ اچڻ کان رهجي وڃن ٿيون. منهنجي نظر مان اها ڳالهہ ڪانہ نڪتي آهي. مان ان خيال کي وري اپريشيئيٽ ڪيان ٿو، تہ سياست دان جو آخري منتها اهو هئڻ گهرجي، تہ سياست بلنديءَ تي پهچي. سياست اهڙي ماحول کي جنم ڏئي ۽ مرتب ڪري ۽ اهڙو بندوبست ڪري، جو اديب پنهنجي خيالن کي آزاديءَ سان پيش ڪري سگهي. ان تي پابندي نہ هجي. پر سياست اهڙو معاشرو تخليق ڪري. تنهن جي لاءِ ضروري آهي، تہ ادب، ان سياست جي حمايت ڪري. (سوال ڪندي) سياست مان ڪم ونڻو آهي نہ؟ ان سياست کي طاقت ڏيارڻي آهي نہ؟

نقاش: پر توهان جو خيال تہ جيستائين اهڙو ماحول پيدا ٿئي يا سياست لاءِ اهڙو ماحول پيدا ڪرڻ لاءِ، ادب کي سياست جي طابع رهڻ گهرجي؟

ر.ب. پليجو: اهڙو ماحول پيدا ڪرڻ لاءِ، تہ جيئن، سياست پنهنجو ڪارج ڪم آڻي سگهي، انهي صحيح سياست کي طاقتور ڪرڻو پوندو.

نوراني: اهڙي ماحول کي، جنهن جو اوهان ذڪر ڪيو پيا، اسين ڪميونزم چئي سگهون ٿا؟ يعني اهڙو معاشرو تخليق ٿئي، جنهن ۾ اديب کي جيئن وڻي تيئن پيو لکي؟

ر.ب. پليجو: ائين ٿي سگهي ٿو. ان معنيٰ ۾، تہ ماڻهو ايڏو باشعور ٿي وڃي ۽ سندس ذاتي ڊسيپلين (نظم ۽ ضبط) ايڏو وڏي وڃي، جو هو جڏهن لکي، تہ هن جو پنهنجو اندروني ضابطو ان شيءِ کي بلنديءَ تي رکڻ جي لاءِ ڪافي هجي. ڪنهن ٻاهرين ۽ خارجي ضابطي جي ضرورت نہ پوي. مثلن، ڪو بہ اهڙو اديب آهي، جنهن جو ادب بندش کان سواءِ هجي ۽ آزاد هجي؟ منهنجو مطلب آزاديءَ جي وسيع تر معنيٰ سان آهي. مثلن، (ٺٺولي ڪندي) ائين آهي ڇا تہ شيڪسپيئر چوي تہ، ”بابا آئون آزاد آهيان! تنهن ڪري هاڻ بحر لڳي تہ بہ ٺيڪ آهي، نہ لڳي تہ بہ ٺيڪ آهي! انگريزي ٻوليءَ جو غلط استعمال ٿيو تہ بہ ٺيڪ آهي؟“ يا آرٽ جي ميدان ۾ استاد بڙي غلام علي چوي تہ، سر لڳو تہ بہ ٺيڪ آهي، نہ لڳو تہ بہ ٺيڪ آهي؟ يا آ جي بدران سا لڳي ويو، تہ بہ ٺيڪ آهي! ڀيرويءَ ۾ مالڪوس ڳائجي ويو تہ بہ ٺيڪ آهي؟ ڪابہ پابندي ڪانهي ڇا؟ ڇا ائين ممڪن آهي؟ جيئن جيئن اديب وڏو هوندو، تيئن تيئن پابندي بہ وڏي هوندي، پر اها ٻاهرين نہ پر اندروني پابندي آهي. گورڪي جڏهن پنهنجا افسانا لکندو هو، تہ ويهہ ويهہ دفعا پنهنجون سٽون بدلائي، ٻيون لکندو هو، اها صحيح ڪانہ هوندي هئي! ٻولي صحيح هئي، پر هن جي اندروني ضابطو، اندروني آرٽ جو ڊسيپلين، هن کي مجبور ڪندو هو تہ، ”هيءَ ڪاٽ، هيءَ لک.“ هن کي ڪو ايڊيٽر ڪونہ چوندو هو، نہ ئي ڪو پڙهندڙ هن کي ٽوڪيندو هو. فنڪار پنهنجو نقاد پاڻ ٿيندو آهي. هن جي اندر ويٺل نقاد هن جي رهبري ٿو ڪري تہ، ”هيءَ ٺيڪ آهي، هيءَ غلط آهي.“ فنڪار جهڙو ڊسيپلين جو ماڊل ماڻهو ٻيو ڪو ٿيندو ئي ناهي. سچو فنڪار تہ آهي ئي ڊسيپلين جو پيداوار. لفظ، بحر، وزن بلڪل ٺيڪ هجي. گرامر بہ ٺيڪ هجي. ڪميونيڪيبلٽي بہ اي ون هجي. لفظن جي پالش بہ اهڙي هجي، ڄڻ جڙاءُ ٿي ويو! لفظ تہ اهڙا هجن جو ڄڻ ماڻهوءَ هار ۾ هيرا پوئي ڇڏيا هجن! آرٽسٽ جي اندر جي پنهنجي پرک ۽ ڪسوٽي آهي، اها پرک

تمام ڊسيپلينڊ هوندي آهي. مطلب ته ان معنيٰ ۾ تــہ فن ۽ ادب آزاد ٿي نٿا سگهن. ادب جي آزاديءَ جو مطلب هيءُ آهي ته، اهو ادب جبري نہ هوندو. مطلب ته اديب يا فنڪار رضاڪارانہ طور تي، پنهنجو پاڻ پنهنجي پسند موجب، اهو ڊسيپلين قبول ڪري، اهائي ادب جي آزادي آهي.

نوراني: پوءِ اهو تـہ ايئن ٿو لڳي، تــہ اهو تصور ۾ تـہ ممڪن آهي، پر عملي طرح نہ، تـہ اديب بلڪل آزاد ۽ ڇڙواڳ ٿي وڃي!

ر.ب. پليجو: بلڪل نہ. ڇڙواڳ ڇونہ ٿيندو. ان معنيٰ ۾، تـہ ٻاهريون جبر نـہ هجي. مثلن، ماڻهوءَ کي چـار ڏوڪڙ مليا ۽ مضمون لکي ڇڏي. اديب آزاد هوندو، ته ايئن ڪونہ لکندو. جيئن ڪنهن شاعر کي ڪو ماڻهو چوي ته، ”بابا مون کي کهاڻي کپي، شاعري نہ. پيسا ڪهاڻيءَ جا ملندئي، شاعريءَ جـا نہ،“ تہ پـوءِ مجبورن شاعر ڪهاڻي ٿو لکي. پر ان ماحول ۾، جنهن جـو مون ذڪر ڪيو، اهو جبر نـہ هوندو. ان لحاظ کان ڏسجي تـہ وري هر (ڪنهن) حالت ۾ جبر خراب بہ ڪونهي. مثلن، ماڻهو پاڻ تي جبر ڪري، صبح جو پاڻ کي ننڊ مان اٿاري ٿـو ۽ چوي ٿو ته، (ڇپن کي گول ڪندي ۽ واچ ڏسي) ”اوهه آفيس جـو وقت ٿي ويو!“ يڪدم اٿي ٿو ۽ ڪپڙا مٽائي ڀڄي ٿـو وڃي. پر جيڪڏهن نـہ وڃي، تہ نوڪري وئي! پوءِ پيو پني! تـہ ڪن حالتن ۾ اندروني جبر بہ ضروري ۽ ڪارائتو آهـي. لفظن کي قطعي معنائن ۾ بہ نہ وٺڻ گهرجي. معنائون نسبتي ۽ مشروط هونديون آهن. مثلن هڪڙي شيءِ ڪن شين جي ڀيٽ ۾ چڱي ٿئي ٿي، ته ٻين جي ڀيٽ ۾ وري خـراب! تنهن ڪري، سياست انهي معنيٰ ۾ لائـق ٿئي، جو ادب کي آزادي ڏئي، تنهن لاءِ وري ضروري آهي ته سياست کي اڳتي وڌائڻ ۽ ڪامياب ڪرڻ لاءِ، ادب سندس پانهن پيلي ٿئي ۽ سندس رهنما ٿئي. ادب رهنما بہ ٿيندو آهي. جذباتي طرح ادب رهنما بہ ٿئي ٿو ۽ رهنما ٿيڻ کان پـوءِ، جيڪا سياست جنم وٺي ٿـي، ان

سياست جي رد عمل طور وري نئون ۽ اعليٰ درجي جو ادب جنم وٺي ٿو. ان کي Interaction of forces (قوتن جو باهمي ردعمل) چئبو آهي. هڪڙي شيءِ جڏهن ٻي شيءِ مان پيدا ٿئي ٿي، تہ پيدا ڪندڙ شيءِ تي اثر وجهڻ شروع ڪري ٿي. جيئن ٻيءُ مان پٽ پيدا ٿئي ٿو، تہ وري پنهنجي اعليٰ سطح جي علم ۽ ڄاڻ حاصل ڪرڻ ڪان پوءِ، پيءُ تي ري ائڪٽ ڪري ٿو (اثر وجهي ٿو) ۽ چويس ٿو تہ، ”بابا ايئن ڪونہ ٿيندو! هيئن ٿيندو. بابا ماڻهو وڏا آهن، تون وري اڳيٺ لڙڪايو ويٺو آهين!“ يا وري چوندو تہ ”بابا هن ماڻهوءَ سان وري هيئن ڳالهائبو.“

نوراني: منهنجو ٽيون سوال....

ر.ب. پليجو: (نورانيءَ ڏانهن ڏسي) آئون هيءَ ڳالهہ پوري ڪري وٺان.

نوراني: چڱو.

ر.ب. پليجو: ڪائنات ۾ جڏهن ڪي شيون، ڪن ٻين شين مان پيدا ٿين ٿيون، تڏهن اهي پيدا ٿيڻ ڪان پوءِ موٽ ۾، پنهنجي پيدا ڪيل قوتن تي اثرانداز ٿين ٿيون. انهيءَ دور جي گذري وڃڻ ڪان پوءِ، ٻئي شيون هڪ ٻئي تي عمل ڪن ٿيون. ڪائنات جون سڀ شيون هڪ ٻئي تي دارومدار رکن ٿيون. هڪ ٻئي ۾ سمايل آهن. هڪ ٻئي سان مليل آهن. ڪائنات ۾ شيون ڇڙوڇڙ نہ آهن. جڏهن هڪڙي شيءِ ٻي شيءِ مان پيدا ٿئي ٿي، تڏهن انهن جو هڪ ٻئي ڪان متاثر ٿيڻ جو باهمي عمل جاري رهي ٿو. (نورانيءَ ڏانهن نهاريندي) بس موڻ ڳالهہ ختم ڪئي.

نوراني: توهان جيڪا هيئر ڳالهہ ڪئي، اها مارڪسزم تي گفتگو مهل تفصيل سان ڪجي ها. پر خير، ڪن ماڻهن جو خيال آهي تہ، ”لطيف ڪان وٺي جيڪو بہ ادب اڄ تائين سنڌ ۾ پيدا ٿيو آهي، سواءِ ايڪڙ ٻيڪڙ تخليقن جي، يا ٻن ٽن شاعرن ۽ اديبن جي، جهڙوڪ شيخ اياز وغيره جي تن کي ڇڏي، باقي ٻئي ادب ۽ اديبن سنڌ ۽ سنڌي قوم کي غلام بڻائي رکڻ ۽ قوم جو

ستياناس ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي. اها سنڌ ۾ اسرندڙ هڪ نئين سوچ آهي.

ر.ب. پليجو: (نهايت شفقت سان) ڪيئن؟ ڇو؟

نوراني: مثلن، شاه صاحب جي شاعريءَ کي ٿي وٺو. اها شاعري گهڻي ڀاڱي اهڙن بيتن تي مشتمل آهي، جيڪا ماڻهوءَ کي درگذر ڪرڻ، صبر ڪرڻ، قناعت ڪرڻ، دنيا کي تياڳڻ، دشمن کي پنهنجا نِپَڙ ڪاٽڻ کان پوءِ به معاف ڪرڻ جو سبق ڏئي ٿي ۽ ان کان علاوه، مابعدالطبيعات تي گهڻو زور ڏئي ٿي، جنهن جو فائدو سنڌ جي پيرن، ميرن، سيدن ۽ مذهب جي آڙ ۾ عوام جو استحصال ڪندڙ سنڌ جي ٻين طبقن ذريعي مخالفن کي پئجي رهيو آهي. مطلب ته، شاه جي شاعريءَ جو نچوڙ ڪيجي، ته اهوئي نڪرندو ته،"بابا ٺيڪ آهي، هاڻ ڇڏيو. سڀ ڀائر آهيون. انسان آهيون. ڪير به هن دنيا مان ڪجهه کڻي نه ويندو. سڀ ٺيڪ ٿي ويندو، هاڻ دنياوي شين لاءِ ڪهڙو وڙهڻ!" مثلن سندس بيت، "اڳ اڳرائي جو ڪري خطا سو ڪائي...." يا وري "پاڻي منهن مونن ۾" وارو بيت يا وري "جي ڀائين جوڳي ٿيان،" وارا بيت، سر ڪلياڻ وارا شروعاتي بيت ۽ ٻيا به سوين بيت. باقي ٻين اديبن ۽ شاعرن گهڻو ڪري شاه جي تقليد ڪئي آهي، جنهن کان شيخ اياز به آجو ڪونهي. گهڻو ڪري سڀني اديبن، صوفيت ۽ انسانيت وغيره جي ڳالهه ڪئي آهي، جيڪا انهن حلقن جي خيال ۾ درگذر ۽ عفوءَ جو ماحول پيدا ڪري ٿي ۽ ماڻهوءَ کي پنهنجن حقن تان دستبردار ٿي، سڀ ڪجهه رب جي حوالي ڪري، پاڻ وڃي گهر آرام سان سمهي رهڻ وارو جذبو پيدا ڪري ٿي. اهوئي سبب آهي جو اسان جي قوم اڄ به تمام اڻ ڄاڻ، پوئتي پيل، مغلوب ۽ غلام آهي؟

ر.ب. پليجو: (انتهائي گنڀيرتا سان) دنيا جون جيڪي به منظم شيون آهن، جن مان ادب به هڪ شيءِ آهي، تن مان پوري طرح مزو تڏهن ايندو، جڏهن ان جي باري ۾ ڪافي واقفيت هجي. موٽر هلائڻ مان ڪافي مزو ۽ فائدو تڏهن وٺي سگهبو، جڏهن

ڊرائيونگ جي باري ۾ ڪافي واقفيت هجي. موٽر هلائڻ ۾ ڪافي مزو آهي، پر ٻهرين ڊرائيونگ اوڻ گهرجي. ادب بہ ايئن ئي آهي، يعني ادب کي ڇڙوڇڙ نموني سان پڙهجي يا استعمال ڪجي، تہ ممڪن آهي تہ اهڙيون ڳالهيون بہ سامهون اچي وڃن، جو ماڻهو واقعي گمراهہ ٿي وڃي. ادب خيالن جو منظم سلسلو آهي ۽ اهو گائيڊ لائينس (رهنمائي اصولن) کان سواءِ صحيح طرح سان ڪم ۾ نٿو اچي سگهي. مثلن ٽوال آهي، هاڻ اسان جهڙو اڻ ڄاڻ ماڻهو وٺو ٽوال سان بوٽ صاف ڪري يا بوٽ سميت بستري تي چڙهي وڃي، تہ اهو شيءِ جو غلط استعمال آهي. شيءِ جي صحيح استعمال جي ضرورت پوي ٿي. مثلن، اوهان جيڪو بيت پڙهيو تہ:

اڳ اڳرائي ڪري خطا سو ڪائي.
هو چوندي تون مَ چئو واتون ورائي.

نوراني: ڏ-ا، صبر جنين جو سير....

ر.ب. پليجو: (بيت مڪمل ڪندي) تير نہ ڪسي تن جو.

هاڻ اهو مسئلو هيءُ آهي، تہ ماڻهن جا پاڻ ۾ تعلق ٻن قسمن جا هوندا آهن. هڪڙا تعلق عام ماڻهن جا يعني پاڻ جهڙن ماڻهن جا هڪ ٻئي سان ٿيندا آهن. جنهن کي چئبو آهي Relations among-the people (ماڻهن جا پاڻ ۾ واسطا) ٻيا تعلق وري ماڻهن جا سنڌن دشمنن سان هوندا آهن. اهي ٻئي لاڳاپا ابتڙ قسم جا آهن. ٻئي ابتڙ قسم جون ڳالهيون آهن. جيڪا ڳالهہ هڪڙي کي سونهين ٿي، سا ٻئي لاءِ نقصانڪار آهي. جيڪا ڳالهہ هڪڙي قسم جي تعلق ۾ ضروري آهي، سا ٻئي حالت ۾ نہ رڳو انتهائي غيرضروري هوندي آهي، پر ماڳهين نقصان ڪار هوندي آهي! علامہ اقبال يا ٻئي ڪنهن شاعر جو هيءُ شعر آهي تہ:

در عشق غنچہ ايم
ڪہ لرزد ياد صبا
درڪار هائي زندگي
چون سنگ خار ايم

يعني، ”اسين محبت ۾ ان مکڙيءَ وانگر آهيون، جنهن کي هير جو جهونڪو به لڳي ٿو، ته ڏکي ٿا وڃون، يعني ايڏا نازڪ آهيون جو هير ٿي لڳي ته به ڏکڻ ٿا لڳون! پر زندگيءَ جي معاملن ۾، جتي مزاحمت جي ضرورت آهي، اتي ايڏا سخت آهيون، جهڙو ڪارو پٿر“ تنهن ڪري، پنهنجن ۽ پراون سان تعلقات ۾ فرق ڪبو، پنهنجن سان رويو ڪهڙو ۽ عوام جي دشمنن سان ڪهڙو هئڻ گهرجي؟ پنهنجن سان رويو جيڪو هئڻ گهرجي، تنهن لاءِ شاهه صاحب چوي ٿو ته:

هو چوڻي تون م چئو واتان ورائي
اڳ اڳرائي جو ڪري، خطا سو کائي
ٻانڌ ۾ پائي، ويو ڪيني وارو ڪينڪي

نقاش: يعني نان انٽاگونسٽڪ ڪنٽراڊڪشنس (غير مقابلائي تضاد)

ر.ب. پليجو: نه ڪنٽراڊڪشنس (تضاد) ڪونهن. ڊفرنس (نااتفاقيون ۽ موقف ۾ فرق) آهن پر تضاد ٿا اچن. ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته، ”دنيا ۾ رڳو تضاد آهن، هڪڙو منهنجو دوست آهي، سو هر وقت رڳو تضاد جون ڳالهيون پيو ڪندو آهي. ماڻهن جي وچ ۾ ڪي رشتا تضاد وارا آهن. تضاد برابر آهن، پر ماڻهن ۾ اتحاد به آهي. شين ۾ ۽ ڪائنات جي باري ۾ ڪن ماڻهن جو خيال آهي، ته رڳو تضاد آهي؛ جيڪو هماگير آهي. پر ايئن ڪونهي. ڪائنات ۾ ٻڌي به هماگير آهي، يونيٽي آف يونيورس (ڪائنات جي ٻڌي) يعني وحدت آهي سڄي ڪائنات هڪ وحدت به آهي. شيون رڳو مخالف شيون نه آهن، پر اهي هڪ مربوط نظامن جو هڪ سلسلو به آهن. ننڍا نظام، وڏن نظامن جو حصو آهن. مطلب ته هيءَ ڪائنات ڪا ڇڙوڇڙ شين جو مجموعو نه آهي، پر مربوط نظامن جو هڪ سلسلو به آهي، جيڪي هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهن، جيڪي هڪ ٻئي تي دارومدار رکن ٿا ۽ جيڪي هڪ ٻئي ۾ سمايل آهن، تنهن جي ڪري سڄي ڪائنات هڪ آهي. مطلب

۽ ڪائنات ۾ تضاد همه گير، تـه هيڪڙائي به همه گير آهي. عام ماڻهو يا ڪامريڊ ٽائيپ ترقي پسند هيڪڙائيءَ واري ڳالهه ڪونه سمجهندا آهن. ڪائنات جي ترقيءَ جو راز تضاد ۾ بـه آهي تـه وحدت ۾ به.

لاشاري: (ٿورو مشڪندي) سائين معاف ڪجو، اوهين ڪامريڊ ٽائيپ نه آهيو؟

ر.ب. پليجو: (نهٺائيءَ سان) آئون ٽائيپ نه آهيان. آئون ڪامريڊ آهيان. بهرحال ڪائنات ۾ تضاد سان گڏ هيڪڙائي به آهي. حالتون، ماڻهو ۽ شيون هڪ ٻئي سان ٽڪر ۾ ڪائين ٽيون ۽ اهڙي ريت ترقي به ٿئي ٿي، پر گهڻو واڌارو هيئن بـه ٿيو آهي تـه ماڻهن ۽ شين هڪ ٻئي سان تعاون ڪيو آهي. يعني ملڻ سان. ٻڌي ڪرڻ سان به ترقي ٿي آهي. تضاد هڪڙو پاسو آهي، ته ٻڌي وري ٻيو. مثلن، ماڻهن جا پاڻ ۾ جيڪي تعلق آهن، تـن ۾ ٻڌيءَ جي ضرورت آهي. ٻڌيءَ تـي زور ڏيڻ گهرجي. جنهن لاءِ لطيف مٺيون شعر چيو تـه: هـو چوڻي تون ۾ چئو. يـا وري: شاه صاحب فرمايو آهي تـه:

وڳر ڪيو وتن، پرت نـه ڇڻن پاڻ ۾
پسو پکيئڙيـن، مـاڙهئان ميٺ گهڻــو

يا وري:

پائي ڪان ڪمان ۾، ميان مار ۾ مون
مون ۾ آهين تون، مٺان تنهنجوئي توکي لڳي.

ايئن شاه صاحب جا ڪئين شعر آهن. جـن جو مقصد آهي ته ٻڌي ڪيئن ٿئي؟ اهـا ٻڌي درگذر ڪرڻ سان ٿيندي. سنهن-سنهن فرقن ۽ تضادن کي وساري ڇڏڻ سان ٻڌي رهي ٿي. پر دشمن سان رويو ڪهڙو هئڻ گهرجي، تنهن جـي لاءِ شاهه صاحب چـوي ٿو ته:

اڳيان ٽڪر ٽـر، مٺان روه رتيون ٿئين.

لطيف کي سمجهڻ ۾ ڏکيائي انهي ڪري ٿـي ٿئي، جو

هو پنهنجي تمام وڏي عالمي تاريخي ادراڪ ۽ وجدان يعني انٽيوئيشن Intuition (انترگيان) جي ذريعي، انهي صورتحال کي ڏسي ٿو، جيڪا هن ڪان پوءِ آئي آهي. مارڪس ۽ اينگلس چيو آهي ۽ خاص طرح يوناني فلسفين لاءِ ته، ”وجدان جي ذريعي انهن شين جي تصديق ڪئي ته اهي موجود آهن جن کي ثابت ڪرڻ ۾ سائنس کي پنج پنج يا ڏهه ڏهه صديون لڳي ويون“ هنن، شين کي ڪرور (اوائلي) ”صورت ۾ ڏٺو.“ پر چئي ڏنو ته ائين ائو. هيراڪلائيٽس (Heraclitus) چيو ته، ”هر ڪا شيءِ متحرڪ آهي.“ ڪابہ شيءِ اٽل نہ آهي ۽ شين ۾ تضاد آهي. اها ڳالهہ هن حضرت عيسيٰ ڪان بہ پنج صديون اڳہ چئي هئي، پر ثابت هاڻ ٿي آهي. بلڪ هيگل ڪان پوءِ ڏسي آهي. لطيف جي ادب ۾ برابر ڪي شيون اهڙيون آهن، جن جو واسطو خيال پرستيءَ سان آهي، پر پيون سندس اهڙيون شيون آهن، جيڪي نہ صرف سندس دور ڪان اڳتي آهن پر خود اسان جو دور اهي شيون مس حاصل ڪري سگهيو آهي، جن جي نشاندهي لطيف ڪئي هئي! مثلن، لطيف جي دور ۾ آهي ماڻهو ڪهڙا هئا جنهن لاءِ هو چوي ٿو ته:

سڪا سنڌ ڪپڻ ۾، ڪرڪٽا پيرين،
ٿمندين نيٺين آن ڪي ڪاهوڙي ڳڏيا؟

اهڙا ماڻهو هاڻ ۽ هن دور ۾ آهن اڳي ڪونہ هئا. يا وري

ڏٺ نہ ڪنهو ڏونئين جيڪي ڏٺ پرين

يا:

جت نہ پکيءَ پير، تت ٿمڪي باهڙي،
پيو پارينده ڪير، ڪاهوڙڪيءَ ڪير ري

اهڙا ماڻهو ان زماني ۾ ڪٿي هئا؟ يا:

مون ڪاهوڙي لکيا، گهرين نہ گهارين
واحد لڳ ولهن ۾، رويو جر هارين
گوندر گذارين، جہ ذوئي ڏٺ ڪڏ ٿيا.

يا:

سڪا منهن سندن، پيرين پسراڻا ڪيڙا
سا جوءِ ڏوري آئيا، سونهان جت منجهن
ڳجها ڳجهيون ڪن تهان پراهين پنڌ چون

يا:

وهي منجهين وڳ ڪٽوري ڏار چري
ماءُ منهنجي ڪرهي، پڊر پڳ نه لڳ
جڳ سين جهڙو جڳ، هينئين سين هت چري.

هاڻ پڊايو ته ان قسم جا ماڻهو اڳي ڪٿا هئا؟ هن ته تصور ۾ آئي اهي شيون ۽ اهڙا ماڻهو پيش ڪيا. جيئن:

ڪيچي ڪاچوني ڏانگن ڏني نيڻهن جي،
جهڙا آيا جڳ ۾، تهڙا ويا موني،
انين جي چوني، پورب ٿيندي پڊري.

اهڙا ماڻهو ان زماني ۾ ڪٿي هئا، جن جي چوني پورب ۾ پڊري ٿئي؟ ان زماني ۾ ته ويچارا جوڳي هوندا هئا، جيڪي پيا هلندا هئا. عالمي تاريخ جي حساب سان انهيءَ زماني ۾ اهڙا ماڻهو ڪٿي هئا، جن جي چوني پورب ۾ پڊري ٿئي؟ اهڙا ماڻهو موجوده دور ۾ آهن ۽ شايد ايندڙ دور ۾ وڌيڪ پيدا ٿين. شاهه تصور ٿي تصور ۾ اهي ماڻهو ڏيئي ڇڏيا، جيڪي هڻ ڪين. پر ان زماني ۾ ڪونه هئا. ان جي اعليٰ ترين تصور مطابق شيون، حسن، سونهن، راحتون، بهادريون، مڙسيون، همتون، ان وقت تصور ڪري اکين سان ڏيکاري ڇڏڻ، جڏهن سماج انهن کي پيدا ئي ڪري نه سگهيو هجي، هڪ وڏو ڪمال آهي. باقي جيتريقدر سنڌي ادب جو تعلق آهي، ته ان ظلم، جبر، غلاظت، منافقي ۽ مڪر کي اگهاڙو، ننگو، ايڪسپوز ڪيو آهي، انهن کي ذليل ۽ خوار ڪيو آهي، ۽ ان تي وڏا حملا ڪيا آهن. سنڌي ادب سان مصيبت هيءَ آهي، ته ان جيڪي آئيڊيل پيش ڪيا آهن، سي ننڍا آهن. آئيڊيل ڪهڙا هئڻ گهرجن! سنڌي ادب اهي ڏيکارڻ ۾ ناڪام ويو آهي. سنڌي ادب جيڪي آئيڊيل ڏنا آهن، سي ننڍڙا ۽ معمولي آهن. ننڍڙين شين

جي عڪاسي بہ ٿين گھرجي، پر رڳو نندڙين شين جي عڪاسي بہ نہ ٿين گھرجي. اسان وٽ وڏين شين جي عڪاسي ڪانهي. قدآور شيون ڪونهن. وڏيون تصويرون ڪونهن جو انهن کي ماڻهو ڏسي، يڪدم دانهن ڪري تہ، ”واہ واہ، تصوير برابر اهڙي هئڻ گھرجي.“ جيئن ڪنهن ڇوڪريءَ لاءِ چئجي تہ، ”سائين پاڻي بہ پيئين تہ نڙيءَ مان بہ نظر آيس.“ اهڙيون ڇوڪريون ڪونہ هونديون آهن، پر اديب هن جو تصور پيش ڪري ڇڏيو. يا چوندا آهن تہ، ”جهڙي ڪونج“ يا ڪنهن ڳائڻي لاءِ چئبو آهي تہ، ”ڄڻ تہ بلبل پئي ڳائي“ هاڻي اها تشبيهہ تہ، ”جهڙي بلبل پئي ڳائي،“ آئيڊيالائيزيشن آهي. پر نئين دور جا جيڪي هيرا يا نظام يا رشتا آهن، انهن جون جهلڪيون ۽ جهاتيون اسان جو اديب اسان کي پسائي نٿو سگهي ۽ اهو ان ڪري ٿو ٿئي تہ، هن وٽ اهو شعور فڪر ۽ نظريو ڪونهي. جيڪڏهن نظريو اٿس بہ، تہ بلڪل سطحي ۽ بلڪل معمولي. اسان جا اديب نظريي جي هماگيريت سان ادراڪ ڪونہ ٿا ڪن. شين جا تغيرپذيريءَ جي حالتن ۾ ڪهڙا رشتا ٿين ٿا؟ اها هنن کي خبر ئي ڪانهي! ڪردارن کي تغيرپذيريءَ جي حالت ۾ هئڻ گھرجي. اسان جي اديبن جي تخليق ڪيل ڪردارن ۾ تبديلي اچي ئي ڪانہ ٿي! سڄو ناول پڙهيو وڃون، ڪردارن جا نيڙ اهي ساڳيا! انهن جي اندروني ڪيفيت ساڳي آهي. انهن ۾ تحرڪ گھٽ آهي، ڊائناڪس (روانيت) گھٽ آهي. ڳالهيون وڏن ٿيون، واقعا وڏن ٿا، پر ماڻهو (اڳتي) نٿا وڌن! اهي ڊيولپ نٿا ٿين. سچوئيشن جو انٽرنل لاجڪ (اندروني منطق) نٿو اسري ۽ وڌي. شين جي اندروني ڊايالڪٽس (جدليات) جي عڪاسي نٿا ڪري سگهن. ان ڪري اسان جو ادب اڃا هيٺين سطح تي آهي. نہ صرف سنڌ جو، بلڪ سڄي برصغير جو ادب ايئن ئي آهي. اردو اديب بہ بلڪل ايئن ئي هوائي آهن. اهي ڪي بہ انقلابي ڪارب پيش ڪري نہ سگهيا آهن. منهنجو انقلابي نقطہ نگاہ کان اهوئي اعتراض آهي، تہ پنهنجي دور جا انقلابي هيرا ڪهڙا ٿين ڪين؟ ۽

کهڙا ڏيئي سگهن ٿا؟ انهن جي هنن کي خبر ئي ڪانهي! مثلن، ڪرشن چندر تشبيهه ٿو ڏئي ته، ”ڇوڪري گلاب جي گل جهڙي هئي“. پر هڪ مثالي ڇوڪريءَ کي گلاب جي گل کان وڌيڪ پيو ڇا ٿيڻ گهرجي؟ اها هن غريب کي خبر ئي ڪانهي! انهن کي نه ته انقلاب جي خبر آهي، نه انقلابي نظرين جي تواريخ جي! نه ته انهن کي تواريخ جي خبر آهي ۽ نه بايوگرافين جي! انهن کي اهو لٽريچر ميسرئي ڪونهي. اهو لٽريچر هاڻ پيو ننڍي کنڊ ۾ اچي.

نقاش: ته پوءِ مجموعي طور تي، پنجاه واري ڏهاڪي کان وٺي اڄ تائين، جيڪو ادب آهي، اهو ڪهڙي طبقي جي نمائندگي ٿو ڪري؟

ر.ب. پليجو: بورجوا ۽ بورجوازي طبقن جي. جيڪو انقلاب جي گهري شعور جي ادراڪ تي ٻڌل نه آهي.

نقاش: ان کوٽ کي پورو ڪرڻ لاءِ ڪهڙا اُپاءَ وٺڻ گهرجن؟

ر.ب. پليجو: ان کوٽ کي پورو ڪرڻ لاءِ اهڙا ناول پڙهڻ گهرجن، جن ۾ سچا پچا هيرا ڏيکاريا ويا هجن. مثلن، ’چراغ جلتا رها‘، ’قافلا شهيدون ڪا‘. ‘The Song of youth’ (نوجوانن جو گيت) ماڻهوءَ وارو. (اياز لطيف ڏانهن نهاريندي) ڪهڙي مائي؟

اياز لطيف: ينگ مو Yang Mo

ر.ب. پليجو: ها ينگ مو. زبردست ڪلاسڪ آهي.

لاشاري: (ياد ڏياريندي) ’دارو رسن ڪي آزمائش‘.

ر.ب. پليجو: ها ’دارو رسن ڪي آزمائش‘ انهن جو ادراڪ حاصل ڪجي. پيو ته اهو ڏسڻ گهرجي، ته ان دور ۾ ان قسم جا ڪهڙا ماڻهو ٿيندا هئا، انهن جي باري ۾ سياسي ادب پڙهڻ گهرجي. مثلن، هڪڙو ڪتاب آهي. (ويٽنام ول ون) ان ۾ آئيڊيالائيشن ڪونهي. ادبي آڊيسي Odessy (مهم جوئي) ڪانهي. ان بروٽو ٽائيپ نئين آهي. ان ۾ ڏيکاريل آهي ته عورتون هيئن ڪن ٿيون....

لاشاري: ڊاڪومينٽيشن آهي.

ر.ب. پليجو: ها، بلڪل ڊاڪيومينٽيشن آهي. اوهين بلڪل صحيح آهيو. وڏو ذريعو تہ واقعي ڊاڪيومينٽيشن آهي، جيئن مثلن، "جي ماريا نہ موت" گهڻو ڪري ڊاڪيومينٽيشن ٿي (دستاويزيت) آهي. رڳو ٿوري آئيڊيالائيزيشن آهي. پر بنيادي طرح، اها ڊاڪيو-مينٽيشن آهي. يا ايئن ڪئي چئجي تہ "فوٽوگرافي آهي."

لاشاري: ويٽنام يا جتي جتي انقلاب اچي ويا آهن، جتي بہ انقلابي جدوجهد ڪامياب ٿي آهي، اتي انقلابي جدوجهد تمام ترقي‌يافتہ مرحلي ۾ آهي. پر اسان وٽ انقلابي جدوجهد ان ترقيءَ جي مرحلي ۾ ڪونهي. هاڻ پنهي هنڌن تي ادبي معيار جو جيڪو فرق يا خال آهي، اهو بهرحال آهي.

ر.ب. پليجو: (اياز ڏانهن نهاريندي) ڇانهن آهي؟

اياز: ها آهي. (هو پيءُ ڪي ڇانهن ڏئي ٿو.)

ر.ب. پليجو: (لاشاريءَ ڏانهن نهاريندي) ادبي معيار جـو فرق يا انقلابي جدوجهد جي ڏاڪن جو فرق؟

لاشاري: ٻئي فرق. ظاهر آهـي تـہ، اهو سوال، ادبي فرق سان ٿي لاڳاپيل آهـي تـہ، "انقلابي جدوجهد ڪهڙي مرحلي ۾ آهي؟" بهرحال، اها ڳالهہ طئي ٿي وئي، تہ هتي پورهيت بہ خود جماليات کي نظرانداز پيا ڪن.

انهن ملڪن ۾ جتي انقلاب تمام ترقي‌يافتہ مرحلن ۾ آهي، اتي جي ڊاڪيومينٽيشن ٿي وئي. هتي جيڪو ادب آهي، سو وري پنهنجي دور جي ڊاڪيومينٽيشن آهي. مثال طور اوهان ناول "آخري شب ڪي همسفر" جو ذڪر ڪيو. اهو برابر آهي، تـہ ان جي پڙهڻ سان ماڻهوءَ کي اهڙي ڊپريشن ٿي ٿئي، جو ماڻهو ڳالهائڻ جهڙو ٿي نٿو رهي! پر بنگال جي ڪميونسٽ جدوجهد بہ تہ اهڙي‌ئي صورتحال مان گذري آهي، جهڙي "آخـري شب ڪي همسفر" ۾ ڏيکاريل آهي؟

ر.ب. پليجو: قطعن نہ . ان ناول جـو هيروئي بوگس آهي. اهڙو هيرو، بنگال جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جو هڪ منٽ لاءِ بـہ

ميمبر ٿي نه ٿو سگهي! هو رازداريءَ بدران بازارن ۾ ويٺو آهي ۽ سڀني سان ويٺو خبرون ڪري! جيڪڏهن نموني سان هو حالتن کي ٺڪل پيو ڪري ۽ رازداريءَ جو ڪارو منهن پيو ڪري، اهو نه سنڌ هاري ڪميٽيءَ جو پٽ ۾ چٽ ميمبر به جيڪر نه ڪري! وري جهڙي نموني هو آرڊر هلائي، اڄ جي جديد قسم جي پارٽي لاڳاپن ۽ اصولن جي ويٺو خلاف ورزي ڪري ۽ ماڻهن کي پنهنجي منهن گهرائي، حڪم ويٺو هلائي! ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته هن جو شخصي ذهن آهي. هن ۾ نه پارٽيءَ جي ڪابه رفليڪشن ڪانهي! هن جو پارٽيءَ سان ڪو تعلق ئي ڪونهي!

لاشاري: ته پوءِ اهڙا ڪردار ڪنهن به انقلابي جدوجهد ۾ موجود ڪونهن؟

ر.ب. پليجو: بلڪل ڪونهن.

لاشاري: وٽسيليٽنگ (ڦرنڊڙ گهرنڊڙ) ڪردار نه آهن؟

ر.ب. پليجو: وٽسيليٽنگ ڪردارن جي ڳالهه ئي ٻي آهي. اهي بهادريون ڪن ٿا. همت ڪن ٿا. انهن ۾ قابليت آهي.(حقارت سان) "آخري شب ڪي همسفر" جو هيرو ته بلڪل چسو آهي! بلڪل "پشوپاشا" ٽائيپ! هنکي نه ڪا خبر ئي ڪانهي! نه انقلابي ڪم ٿيندو ڪيئن آهي! وٽسيليٽنگ ڪردار، ايم اين راءِ وانگر آهن، جيڪي وٽسيليٽ ڪن ٿا پر اڳتي وڌن ٿا، محنت ڪن ٿا، قربانيون ڏين ٿا ۽ پوءِ گاڏي هلائي هلائي، اوچتو ائڪسيڊنٽ ڪن ٿا.

هي ته بنيادي طرح ڊرائيورئي ڪونهي. گاڏي هلائڻ ئي ڪانه ٿي اچيس! جيئن، هڪڙي ماڻهوءَ کي گرامر ئي نه اچي ۽ هو لکندو ته پهريون جملوئي غلط! ليکڪ غلطيون ضرور ڪندا آهن، پر پهرين ليکڪ هوندا آهن، پوءِ غلطيون ڪندا آهن. يا وڪيل به غلطيون ڪندا آهن. پر پهرين وڪيل هوندا آهن. هيءُ ته بلڪل انقلابي ڪردارئي ڪونهي. نه ته "آخري شب ڪي همسفر" جو نه "آنگن" جو، نه ڪو پيو. اهي ڪردار قرت العين

حيدر يا انهن قسمن جي ويچارن، بيخبر ۽ هوائي ماڻهن جي ذهن جي پيداوار آهن. رڳو ڏڪا!

نقاش: اوهان اُها جيل ۾ نہ هئا، تہ ۱۹۸۵ع جي شروع ۾ انجمن ترقي پسند مصنفين، هڪ ڪانفرنس ڪرائي. وفدن ۾ اوهان جو نالو بہ شامل هو، پر اوهان جيل ۾ هئڻ جي ڪري شامل ٿي نہ سگهيا. ساڳئي وقت، سنڌ جي وڏن اديبن جا نالا بہ هئا، پر سون ڏٺو تہ سنڌ جي وڏن اديبن جي حاضري تمام گهٽ هئي! اوهان جي خيال ۾ ان قسم جي تقريبن ۾ وڃڻ گهرجي يا وڏن اديبن جو انهن کان ڏار رهڻ، يعني بي اعتنائيءَ وارو رويو ٺيڪ هو؟

ر.ب. پليجو: ان ۾ بہ ڳالهيون آهن. هڪڙو تہ آرگنائيزرس انتظام ڪرڻ وارن طرفان جيڪا پٺي جي ڀڏ هئي، ان ڪي رزسٽ ڪرڻ گهرجي ها. (مدافعت ڪرڻ گهرجي ها) آرگنائيزرس حسب دستور جيڪي پڳٽون ڪندا آهن، اهي هنن هن پيري بہ ڪيون سچي ڳالهہ پنهنجي نموني سان هلائي. هنن جيڪو اهو فيصلو ڪيو تہ، ”ٻولين جي علائقي وار نمائندگي ڏيندي،“ اهو تمام هاڃيڪار آهي. هن معني ۾، تہ جيڪڏهن ٻوليءَ وار هر ڪنهن صوبي مان نمائندگي ڏيندي، تہ پنجابي اديب، جيڪو پنجاب مان اچي بلدين قبضو ڪري ويهي ٿو، اهو اتي وڃي چوندو تہ، ”آئون پنجابي ٻوليءَ جو اديب آهيان.“ پر هن جي نمائندگي تہ سنڌ جي ڪوٽا ۾ ٿيندي نہ! پر اها نمائندگي جيڪڏهن ٻوليءَ جي آڌار تي ٿئي ها، تہ سنڌ مان هن ڪي نمائندگي ڪونہ ملي ها. منهنجو مطلب هيءُ آهي تہ، سنڌي علائقو، سنڌي ٻوليءَ لاءِ مخصوص ڪيو وڃي ها ۽ ٻين ماڻهن ڪي پنهنجن پنهنجن صوبن مان حصو ملي ها، تہ انهن ڪي هتان جي نمائندگي ڏيڻ جي ضرورت ڪانہ پوي ها. (نقاش ڏانهن نهاريندي) اوهان منهنجي ڳالهہ سمجهو پيا؟

نقاش: (اثبات ۾ ڪنڌ لوڏيندي) جي ها.

ر.ب. پليجو: هنن چائي ٻجهي انهن سيٽلرن(ٻاهرين آبادگارن) کي هتي ادب جي لحاظ کان ليجيٽيمائيز ڪيو آهي. (قانوني طرح

تسليم ڪيو آهي). (ورجائيندي ۽ لفظن تي زور ڏيندي) ڇاٽي ٻڇهي! اصل سازش ڪري! مثلاً، هتي ڪراچيءَ ۾ پنهنجا ويٺا آهن. اهي چون ٿا، ”خوچا هم شاعر هئي.“ (هڪ هٿ وات وٽ آڻي بلند آواز ۾ پنهنجا شاعرن جو نقل ڪندي) ”بگڙ دي، ماياسي.“ هاڻ پنهنجا ويٺو شعر پڙهي! هن ڪي سنڌ مان نمائندگي ڏيئي، اسان چئو تہ هن ڪي سنڌي تسليم ڪري ڇڏيو! ان ڪي چئو تہ ادبي لحاظ کان، اسان ڊوميسائيل ڏيئي ڇڏيو! جيئن جنرل ضياءَ جو ريفرنڊم ٿيو، تہ ان جي لاءِ لکن ماڻهن ڪي ڪوڙا ڊوميسائيل ڏنا ويا، تہ جيئن اهي ضياءَ ڪي ووٽ ڏين. جيڪي افغان پڳوڙا هئا، انهن ڪي بہ وٺي آيا! هاڻ ادب جي حوالي سان انجمن ترقي پسند مصنفين بہ ڌارين ڪي سنڌ جو ڊوميسائيل ڏيئي ڇڏيو. اهي نڳيون اهي اديب ڪ دا رهندا آهن. انهن جي مزاحمت ڪرڻ گهرجي. ان ڪم ۾ ڀرپور حصو وٺي، انهن جو سڙسيءَ سان مقابلو ڪجي.

لاشاري سائين، اها مان وضاحت ٿو ڪيان تہ ايئن نہ آهي، تہ انهن ڪي ليجيٽيمائيز ڪيو ويو هو، يا هنن ڪي هتان نمائندگي ڏني ويئي هئي. عملي طرح، سنڌ منجهان جيڪا صورتحال بيٺي آهي....

ر.ب. پليجو: (لاشاريءَ ڪي وچ ۾ ٽوڪيندي) نہ آئون اهو ٿو پڇان، تہ ٿيوريٽيڪلي، يعني اصولي طرح ڪيئن هو؟ عمل ڪي ڇڏيو.

لاشاري: اهو هيئن هو، تہ اها ڪيترن سالن کان پوءِ ڪانفرنس ٿي هئي. انهيءَ ۾ سرائڪي ۽ پنجابيءَ جو جهيڙو ٿي پيو. انهيءَ جهيڙي جي ڪري اها ڪانفرنس ناڪام ٿي وئي. پوءِ اهو فيصلو ڪيو ويو، ”عارضي طرح اسٽيئرنگ ڪميٽي، انهيءَ ڳالهہ تي اتفاق ڪري تہ في الحال صوبن جي بنيادن تي نمائندگي ٿئي.“ ان ڪري ايئن ٿيو. پر جيڪڏهن صوبن جي بنياد تي نمائندگي ٻولين جي بنيادن تي ٿي آهي، تہ سنڌ منجهان نمائندگي فقط سنڌي ۽ اردو ٻولين کي ملي. وري جيڪا صوبائي ڪوارڊينيشن ڪميٽي ٺهي آهي، ان ۾ ڏهہ ماڻهو آهن. جن مان پنج سنڌي آهن ۽ پنج اردوءَ

وارا ....

ر.ب. پليجو: ڏسو عملي طرح ڇا ٿيو؟ آئون ان جي ڳالهہ نہ ٿو ڪيان. آئون چوان ٿو تہ اوهان جي ڳالهہ ڪٿي مڃجي بہ، تہ اڄ تہ اهو ڪونہ ٿيو آهي. پر ڪو ماڻهو چوي تہ، ”بابا آئون پنجابيءَ جو شاعر آهيان، ۽ هو واقعي سٺا شعر بہ لکي ٿو، زير زبر درست اٿس ۽ وزن بحر عاليشان! (ڏند پيهندي) پر آهي اهو وڏو مها حرامي، عوام ۽ سنڌي قوم جو دشمن، تہ توهان ان کي بہ نمائندگي ڏيندو؟

لاشاري: اول تہ ڪو پروگريسو ماڻهو اهڙو ٿيندو ئي ڪونہ! پر جيڪڏهن اهڙو پروگريسو اچي بہ ٿو، تہ ان کي نمائندگي پنجاب مان ملندي.

ر.ب. پليجو: ڪيئن؟

لاشاري: هاڻ جيئن ڪراچيءَ ۾ بلوچ شاعر رهن ٿا. انهن جي نمائندگي بلوچستان مان ٿي آهي.

ر.ب. پليجو: نہ. عملي طرح نمائندگي ڪٿان بہ ٿي آهي، اها ڳالهہ ٻي آهي، پر جيڪو اصول طئي ڪيو ويو آهي، انهيءَ جي لحاظ کان سنڌن نمائندگي سنڌ مان ٿي آهي. جيڪڏهن هنن کي سنڌ مان نمائندگي نہ ڏني وئي آهي، تہ اها طئي ٿيل اصول جي ڀڃڪڙي ڪئي وئي آهي. اها هڪ ٻي آهي. پر اصول موجب، تہ هنن کي نمائندگي هتان ئي ملي. مثلن، سنڌ صوبي مان ڪو گجراتي اچي ٿو چوي تہ، ”آئون گجراتيءَ جو شاعر آهيان، مونکي بہ سنڌ مان نمائندگي ڏيو.“ اهڙي طرح ڪشميري شاعر آهن، اسان وارا بروهي پاڻر آهن ۽ ٻيا بہ ڪيترا آهن، جيڪي شاعري ڪن ٿا، انهن کي بہ سنڌ جي ڪوٽا مان نمائندگي ڏينداؤ؟ افغان پکوڙا آيل آهن، انهن مان بہ ڪي عاليشان ايراني شعر بہ چوندا هوندا. انهن کي بہ اوهان جي اصول موجب سنڌ مان ئي نمائندگي ملي. هاڻ عملي طرح اوهان ڪٿي ان اصول تي عمل نہ ڪيو، جيڪو اوهان ٺاهيو هو، پر اصول تہ ٺاهيو ويو نہ! آئون چوان ٿو

تہ، ”اهو اصول خراب آهي ۽ جيڪڏهن اها روايت پنهنجي وٺي، ۽ ان ڳالهہ جو بنياد پنهنجي ويو تہ اڻ سڌيءَ طرح هنن کي سنڌ جي شهريت ملي ويندي ۽ سڄي ڳالهہ خراب ٿي ويندي.“ (نقاش ڏانهن نهاري) توهان جي سوال جو جواب هيءُ آهي تہ، اهڙين ڪانفرنسن ۾ سنڌي اديبن کي بلڪل حصو وٺڻ گهرجي. ان قسم جي سازشن کي منهن ڏيڻ لاءِ هنن کي ٿي منهن ڏجي. گهر ۾ لڪڻ جي ضرورت ڪانهي.

نقاش: هاڻ ٿورو سياست ڏانهن بہ اچجي.

ر.ب. پليجو: ڀلي.

نقاش: اڳي اسان وٽ نيشنل عوامي پارٽيءَ جي نالي سان ترقي پسند ڌرين جو هڪ گڏيل پليٽ فارم هو. هاڻ وري هڪڙو گڏيل پليٽ فارم اوهان عوامي نيشنل پارٽيءَ جي نالي سان ٺاهيو. اوهان کي انهن ٻنهي ۾ ڪهڙا فرق نظر ٿا اچن؟

ر.ب. پليجو: نالو ذري گهٽ ساڳيو اٿن. قومون ساڳيون اٿن. بنگالي لڏو ڪونهي، باقي ٻيو سڄو لڏو هتي ويٺو آهي. صدر بہ شايد هيٺر ولي خان ٿيندو. اڳي بہ ولي خان نعپ جو صدر هو. ٻنهي پارٽين ۾ اهي هڪ جهڙايون آهن. پر اڳي نعپ ۾ سنڌي ڪڪڙ ٿيو وٺا هوندا هئا، ايڏن هوائي هوندا هئا، في سبيل الله! حفيظ قريشي رڳو ٻيو رڙيون ڪندو هو. غلام محمد لغاريءَ جي اوڇنگارن جو ڦهڪو لڳو پيو هوندو هو. چوندو هو تہ ”ٻچن ٿي ڪونہ ٿا! پنهنجي منهن پيا ڪم هلائين. رڳو ٺڳيءَ جو ڏاهہ پيا ڪن.“ پوءِ هو وري اسانکي ۽ ڪامريڊ کي پيا مالشون ڪندا هئا ۽ تريون هڻندا هئا.

نوراني: ڪير؟

ر.ب. پليجو: اسان جا ڪامريڊ، جيڪي اصل ملڪ جا وارث هئا.

نقاش: اهي تہ نہ، جن کي اوهان پنهنجي تنقيد جو نشانو بڻايو هو؟

ر.ب. پليجو: ها. بلڪل اهي. تہ اهي سائي جيڪي هوندا

هئا ....

نوراني: (نهايت سنجيده لهجي ۾) سائين ڳالهہ پڌي، آئون سمجهان پيو تہ اوهين انهن جــا نالا ظاهر نٿا ڪرڻ چاهيو. ان ۾ اوهان جي خيال ۾ ڪا مصلحت هوندي. پر هيءُ جيڪو انٽرويو پيو ٿئي. ان جو هڪ مقصد، سنڌي قوم کي انهن واقعن ۽ ماڻهن کان واقف ڪرڻو آهي، جن کان ماضيءَ ۾ ڪين نقصان پهتو آهي. آئون گذارش ڪندس تــہ انهن ڪامريڊن جا نالا ورتا وڃن جن جي ڪري سنڌي نعپ ۾ ڪڪڙ ڏيو ويٺا هوندا هئا. آئون پانيان ڏو اها ستر جي ڏهاڪي جي ڳالهہ آهي. سنڌ جي نئين نسل کي انهن ڪامريڊن بابت ڄاڻ ڪانهي. آئون وري گــذارش ڪندس تہ انهن جا نالا ورتا وڃن، جيئن اڳتي سنڌي قوم انهن کان هوشيار رهـــي .

ر.ب. پليجو: (ڳالهہ کي ٽارڻ جي ڪوشش ڪندي) هاڻ انهن سان اسان جو پيهر اتحاد پيو ٿئي. اهو تہ اسان کي نقصان پيا رسايو!

نوراني: اوهان جـــي نقصان کان قوم جـــو نقصان وڌيڪ خطرناڪ آهي.

ر.ب. پليجو: (هٿيار ڦٽا ڪندي) ٺيڪ آهي. ان وقت نعپ جو جنرل سيڪريٽري محمودالحق عثماني هوندوهو. اهو هينئر سنڌ يونٽي بورڊ جو اڳواڻ آهي ۽ ٻهارين کي سنڌ ۾ آباد ڪرائڻ لاءِ سرگرم عمل آهي. اعزاز نذير هـــو، عزيزالله بئريسٽر هو، پيا بـــہ ڪيترائي صاحب هئا، جيڪي اسان جـــي رهنمائي ڪندا هئا. ان زماني ۾ اهي صاحب جيئن چوندا هئا تيئن ٿيندو هو. سنڌي ماڻهو انهن جي طابع هوندا هئا. پارٽيءَ جا سنڌي فرد سندن حڪم مڃڻ تي مجبور هئا. جيئن هـــو چاهيندا هئا، تيئن ٿيندو هـــو. هاڻ اهـــا صورتحال ڪانهي، هـــاڻ اسين هنن سان برابريءَ جـــي بنياد تـــي ڳالهيون ڪيون ٿا. اڪيون اڪين ۾ وجهي ڳالهائي سگهون ٿـــا. سوال جواب ڪري سگهون ٿـــا. پنهنجا نظريا پيش ڪري سگهون

ٿا. ماڻهن کي قائل ڪري سگهون ٿا. ماڻهو وڏيڪ داد ڏين ٿا. چڱا ڀلا ماڻهو اسان جي پويان هلڻ لڳا آهن. چون ٿا ته، "اسين توهان سان آهيون. توهان جي نظريي تي آهيون." اڳي اسين هنن جي پٺيان پيا ڊوڙندا هئاسين. هاڻ هو پاڻ اسان جي پٺيان پيا ڊوڙن! اڳي برابريءَ جو مسئلو هو. هاڻ ڪونهي. جيتوڻيڪ مڪمل برابري اڃان به نه آهي، پر ڪافي حد تائين يعني **Substantial** برابري آهي، يا ٿي ويندي. اڳي جاگيردارن جي پارٽيءَ تي هڪ هٽي هئي. هينئر اها نه آهي. اڳي نظريا پنجابين ۽ ڪامريڊن وٽان ايندا هئا، هاڻ نظريي سازيءَ ۾ سنڌي پاڻ به شامل آهن. اڳي نعپ جي سياست جا ڪمزور پهلو ظاهر ٿيل ڪونه هوندا هئا پر هاڻ آهن. اڳي پيپلز پارٽيءَ جهڙي پارٽي ڪانه هوندي هئي جو منٽ ۾ سينيءَ کي تهس نهس ڪري ڇڏي. اڳي مسلم ليگ هوندي يا نعپ، جن جو مقابلو هو، يعني 'جيسي ڪو تيسا' هو. هاڻ ته پيپلز پارٽي به سامهون آهي ۽ پيا به تضاد آهن، جيڪي تمام تيز ٿي ويا آهن. ان ڪري تمام سخت مقابلو آهي. اي. اين. پيءَ جي نعپ جي مقابلي ۾ ساک بهتر آهي. ماحول بهتر آهي. عالمي صورتحال بهتر آهي. اڳي سنڌي ماڻهو اندا گونگا، ۽ ٻوڙا ٿيو ويٺا هئا. ڪين چيو ويندو هو ته، "اٿ" ته اٿبو هو. "ويهه" ته ويهبو هو. محتاجي هئي. هو صاحب ٿيو ويٺا هئا. هو سنڌين کي جتي به چوندا هئا، اتي سنڌي ووٽ ڪري ايندا هئا. چوندا هئا ته، "وڃي نورانيءَ جي خلاف ووٽ ڪري اچو" ته چئبو هو "حاضر سائين". وڃي نورانيءَ جي خلاف ووٽ ڪري اچبو هو. ڀلي نوراني سڳو ڀاءُ ڇو نه هجي! هاڻ سنڌي ماڻهن جون پنهنجون تنظيمون آهن. تنهن ڏينهن، ولي خان سان پئي ڳالهايم. ڪيس چيم ٿي ته، "اسين سنڌي مسڪين ماڻهو آهيون، ڪنهن به حساب ۾ ڪونه آهيون. پر اوهان جو ملڪ آزاد آهي. باقي ملڪ به آزاد ٿيندو. سڄو ملڪ جڻ اوهانجو ملڪ ۽ تڏو آهي." ته ڳالهه ڪٽي چيائين ته، "اوهان جا ماڻهو نهايت منظم آهن. انهن جي معيار کي ڪير به پهچي

نٿو سگهي. اسان اهڙا بي خبر نہ آهيون. اوهان جا ماڻهو نظرياتي آهن. اسان جا ماڻهو نہ تہ ايترا نظرياتي آهن ۽ نہ منظم، پر تنهن هوندي بہ اسين ڪوشش ڪندا سون تہ ڪونہ ڪو معيار ڏاهيون." هاڻ اهڙي ڳالهہ اڳي ڪانہ هوندي هئي. آئون سمجهان ٿو تہ هاڻ اسانجو معيار بهتر آهي ۽ قوتن جو توازن پنهنجي حق ۾ آهي.

نقاش: "پنهنجي" مان اوهان جي مراد ڇا آهي؟ فقط سنڌي ماڻهو يا ترقي پسند؟

ر.ب. پليجو: مراد حقيقي ترقي پسند آهي. سنڌي، بلوچ پشتون معنيٰ تہ حقيقي ترقي پسند. سڄي ملڪ جي حقيقي ترقي پسندن جي ڳالهہ آهي. جيڪڏهن پنجابي ۽ مهاجر ترقي پسند بہ حقيقي ترقي پسند ڪونهن، تہ پوءِ پنجابي ۽ مهاجر عوام کي نقصان ڏا ڏين. حقيقي ترقي پسند هوندا، تڏهن ئي تہ فائدو ڏيئي سگهندا! بوگس ۽ فراڊ هوندا تہ پوءِ پنهنجي عوام کي ڪيئن فائدو ڏيئي سگهندا! پاڻ بہ جيڪڏهن بوگس ۽ فراڊ هجون ۽ قوم جي نمائندگي پيا ڪيون تہ قوم کي پوءِ ڇا ڏيئي سگهنداسون؟

نقاش: اوهان سنڌي عوامي تحريڪ جي نالي سان هڪ تنظيم ڏاهي هئي. ان کان پوءِ اوهان پاڪستان جي ترقي پسند گروپن سان گڏجي هڪ پارٽي ڏاهي....

ر. ب. پليجو: (ڳالهہ ڪٽيندي) اها پارٽي نہ، پر هڪ الائينس (گڏيل محاذ) هو.

نقاش: ها الائينس هو. ان کان پوءِ توهان عوامي تحريڪ کي اي. اين. پيءَ ۾ مرج پيا ڪيو. انهيءَ سڄي عمل ۾ اوهان تي مختلف ماڻهن، يا مختلف زاوين کان سوچيندڙ ماڻهن، اهو الزام پئي هنيو آهي تہ، "اوهان سنڌي عوامي تحريڪ جي اصلوڪي گول (منزل) کان ڦري ويا آهيو." ان الزام جي باري ۾ اوهانجو ڇا خيال آهي؟

ر.ب. پليجو: مون سويل عرض ڪيو تہ ۱۹۴۷ع کان وٺي، منهنجو گول (مقصد) ترقي پسندي آهي ۽ اهو بين الاقواميت جي

حوالي سان آهي. يعني بين الاقواميت ١٩٤٧ع کان وٺي منهنجو گول رهي آهي. مونکي قوميت جي ڳالهه بعد ۾ سمجهه ۾ آئي. شروع ۾ آئون قوميت واري معاملي ۾ واضح نه هوس. دراصل، انهيءَ شروع واري دور ۾ مونکي اها خبر ئي ڪونه هئي، ته سنڌي ماڻهو به ڪو مظلوم آهن! آئون سوچيندو هوس ته اهي مظلوم نه پر اصل چٽ آهن. نڪو شاعري ٿي اچين! نه ڪا انقلاب جي ڳالهه ٿا ڪن! اصل ٻنهه چٽ آهن. آئون سنڌي ماڻهن جو نالو ٻڌڻ لاءِ تيار ئي ڪونه هوندو هوس. سنڌ جي ڳوٺن ۾ ته ڇا، پر حيدرآباد ۾ به ڪونه ايندو هوس. سمجهندو هوس ته سنڌي ماڻهو صفا ويڳاڻا ۽ منفي قسم جا ماڻهو آهن. نه انهن ۾ ڪو سردار جعفري آهي ۽ نه ئي نياز حيدر! هنن جي ڪلام ۾ نه ته ڪا خوشبو آهي، نه زندگي، نه حرارت ۽ نه ئي ڪا انقلابيت. اصل بيڪار آهن. پوءِ وري اڳتي هلياسين، عبدالقادر جوڻيجي جي هڪ ڪهاڻيءَ "هورو" ۾ اٿ گم ٿي ٿو وڃي پر پوءِ سڄي ڌرتيءَ جي گولي جو چڪر ڏيئي، اٿ واپس ڳوٺ موٽي ٿو اچي. مطلب ته شعوري طرح پنهنجي ڳوٺ پهچڻ لاءِ به ماڻهوءَ کي ڌرتيءَ جو چڪر هڻڻو پوي ٿو! اهڙي طرح، سنڌ جي ڳالهه سمجهڻ لاءِ مونکي سڄي بين الاقواميت جي ڳالهه سمجهڻي پئي. پوءِ وري لينن جو مضمون "رائيٽ آف نيشنس ٽو سيلف ڊٽرمنيشن" (قومن جي خوداراديت وارو حق) پڙهيم ۽ پوءِ وڃي ڳالهه سمجهه ۾ آئي. نيٺ قوميت جي مسئلي تي آياسين. انڪري اهي ماڻهو جيڪي اسان تي الزام هڻن ٿا، سي يا ته سادا آهن، يا وري مخالف. "صبح ٿيندو" جو پهريون مضمون بين الاقواميت سان شروع ٿئي ٿو، جيئن عوام کي سياسي تعليم ڏيئي سگهجي. ان ڪتاب جو ٻيون حصو ان ڳالهه بابت آهي ته، "ماڻهن کي جدلي ۽ تاريخي ماديت ۽ سائنسي تعليم ڏيو. عالمي انقلاب جي مشهور انقلابي ڪردارن تي ڪهاڻيون لکو." معني ته پهرين اسان ماڻهن کي بين الاقواميت جي ڳالهه سيکاريون، پوءِ جون ڳالهيون پوءِ سان. پوءِ اڳتي هلي صبح ٿيندو ۽ سنڌي قوم ۽ انجي مظلوميت

جي ڳالهه ٿيل آهي. قومي ۽ طبقاتي جدوجهد کي گڏ هلائڻ واري ڳالهه مون ١٩٤٨ع ۾ نه ته چئي، پر ١٩٤٨ع کان ئي ڪرڻ شروع ڪئي هئي. ١٩٤٨ع کان ئي اهو منهنجو مطمع نظر رهيو آهي. جڏهن آئون مولانا نظاماڻيءَ وارو مضمون لکي، سائين جي.ايم سيد سان مليو هوس، ته آئون پنهنجي پر ۾ هڪڙو ترقي پسند شخص اڳيئي هوس، يعني قوم پرستيءَ سان ملاقات کان اڳم اسين ترقي پسند هئاسين. پوءِ مون ١٩٧٣ع ۾ هڪ مضمون "سنڌي عوام جو وطن دوست انقلابي نظريو" لکيو. ان ۾ مون چاٿايو هو ته "اسين سنڌي ماڻهو، مهاجر ۽ پنجابي عوام جا هرگز مخالف نه آهيون. اسين انهن سان تعاون رڳو انهيءَ ڪري نٿا ڪري سگهون جو اهڙا ماڻهو، اسان کي ان لائق ئي نٿا سمجهن جو اسان سان تعاون ڪن. جيڪڏهن اهڙا ماڻهو ٿيا، ته پوءِ يقينن تعاون ڪنداسون." (ان مهل ڪيسٽ جو هڪ پاسو ختم ٿي وڃي ٿو ۽ ڪيسٽ کي اٿلايو ٿو وڃي).

نقاش: (وقت جو احساس ڪندي) اسين اوهان تي ڏاڍو جبر ڪري رهيا آهيون، جو هيترو وقت ورتو اٿئون. اسين ايتري دير به نٿا ڪرڻ چاهيون، جو اوهان جو سڀاڻ جو شيڊول متاثر ٿئي.

ر.ب. پليجو: اوهان پنهنجو ڪم ڀلي پورو ڪيو. هڙا ڪم روز روز ڪونه ٿيندا آهن. هنن ڪمن جي ٻين ڪمن کان گهڻي افاديت ۽ اهميت آهي. هڙيون ڳالهيون ڪونه ٿينديون آهن. ان ڪري اوهان کي جيڪي به سوال پڇڻا هجن سي پڇي وٺو. (ڳالهه جي ڪڙي ڪڙيءَ سان ملائيندي) مون پنهنجي هڪڙي مضمون ۾ لکيو آهي ته "اسين مهاجرن ۽ پنجابين جي خلاف نه آهيون. اسين انهن سان پاڻ ٻي چاهيون ٿا. اسان جو ايمان آهي ته اسانجا جيڪي به تضاد آهن، سي عارضي آهن، دائمي ڪونهن. دائمي طرح سڀني قومن جي ماڻهن ۽ محنت ڪشن کي پاڻ ۾ اتحاد ڪرڻو پوندو ۽ اهو ضرور ٿيندو." ان مضمون ۾ مون اهو به چيو آهي ته،

”نہ رڳو سنڌين، بلوچن، پنجابين ۽ مهاجرن جي وچ ۾ اتحاد ٿيندو، پر ايشيا آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا جا عوام پاڻ ۾ ٻڌي ڪندا، بلڪ سڄي دنيا جا عوام پاڻ ۾ ٻڌي ڪندا. اهو اسانجو مقدر آهي ۽ اهو لازمي ٿيڻو آهي.“ في الحال اڄوڪي اسٽيج تي اسين پنهنجي مهاجر ۽ پنجابي دوستن مان ڪنهن حقيقي اتحاد جي توقع نہ ٿا رکون. ڇو جو حالتون اسان کي حقيقت پسنديءَ جي لحاظ کان اهڙي اجازت نٿيون ڏين. اسين انڪري جدوجهد ڪنداسين تہ اهڙا ڪي ٽولا يا فرد نڪرن، جن سان گڏجي ڪم ڪيون. اها اسان جي وسيلن جي اڻ هوند ۽ اڻاٺ هئي، جنهن جي ڪري اسين رڳو سنڌ ۾ ويٺا هئاسون. وسيلا نہ هئا تنهنڪري اسين سالن جا سال ميرپور ٻٺوري ۾ ويٺا هئاسون. لاڪاڻي بہ ڪونہ وڃي سگهياسين! انهيءَ جو مطلب اهو ڪونہ هو تہ اسان لاڙڪاڻي وڃڻ نہ ٿي چاهيو! فقط مادي ۽ ٻين انساني وسيلن جي کوٽ سبب ائين ٿيو. ٻاهر نڪرڻ جي لائق ٿياسون تہ لاڙڪاڻي بہ وياسون. سکر ۽ جيڪب آباد ۽ پوءِ اڳتي بہ وياسون. تنهن جي ڪري، اهو الزام غلط آهي، تہ اسين پنهنجي مقصد کان هٽي ويا آهيون. منهنجو ننڍي هوندي کان ئي اهو مقصد رهيو آهي تہ، ”هن دنيا کي ٽڪر ۽ پاش پاش ڪري، ٻي هڪ نئين فسٽ ڪلاس دنيا ڏاهجي.“ هاڻ رڳو ٿوري گهٽ وڌائي ٿي آهي. دنيا کي ختم ڪري، ٻي سٺي دنيا ٺاهڻ وارو آئيڊيل اڄان بہ جيئن جو تيئن منهنجو آئيڊيل آهي. ان مقصد ۾ ڪو فرق نہ آيو آهي. باقي ڏڙائين ۾ ٿورو فرق آهي، يعني دنيا سوشلسٽ هجي وغيره. ان ڏڙائين ۾ پاڻ بهتري آئي آهي.

(نئون نياپو تان ورتل)

(آڪٽوبر ٨٦ کان جون ٨٧ع)

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جا آگسٽ ۾ شايع ٿيندڙ ڪتاب

---

# سنڌي ادب جو مختصر جائزو

(سي-ايس-ايس ۽ پي-سي-ايس جي شاگردن لاءِ)

- مقابلي جي امتحان ۾ ويهندڙ اميدوارن لاءِ هڪ انمول ڪتاب، جيڪو بالڪل سليبس جي مطابق لکيو ويو آهي جنهن ۾: سنڌي ادب جي تاريخ، سنڌي ٻولي جو بنياد، هاڻوڪن توڙي اڳوڻن شاعرن جي ڪلام جو جائزو ۽ ادب جي سڀني اهم صنفن جي ارتقائي تاريخ جو تفصيل سان جائزو ورتو ويو آهي. سليبس ۾ ڄاڻايل ٢٨ ڪتابن پڙهڻ جي بجاءِ جيڪي تقريباً اڻ لڀ آهن) هڪ ئي ڪارائتو ڪتاب پڙهو. ٻي سنڌي جي شاگردن لاءِ پڻ هڪ ڪارآمد ڪتاب آهي.

# ڪتين کر موڙيا جڏهن (ڀاڱو ١١)

شيخ اياز جي هن ڪتاب ۾ ٨٠ ورقن، آزاد نظم ۽ نظمن کان علاوه دنيا جي چوٽي جي ٨٠ اديبن، سائنسدانن، دانشورن، فلاسافرن، مفڪرن، سياستدانن، عالمن، ليڊرن وغيره تي نوٽس لکيل آهن. جن مان ڪجهه جا نالا هي آهن: البرٽ ڪامو، ابن سينا، ارسطو، اسٽالن، افلاطون، البيروني، امام غزالي، اميرخسرو، انا اختموتوا، بدّ، ٽالسٽاءِ، ٽئگور، پابلونرودا، پشڪن، چي گيويرا، ڊارون، روسو، شلر، شيلي، شولوخوف، عمرخيام، غالب، فارابي، ڪاليداس، گوئٽي، لينن، مائيڪل اينجلو، گانڌي، نتشي، ٽراٽسڪي، ڪارل مارڪس، وڪٽرهيوگو، هومر، هيگل، هيمنگوي، هيوم، ابن رشيد، امام رازي، اوسپينسڪي، ايمرسن، بڪونن، سقراط، شوپنهار، شيڪسپيئر، گوئا، موزارٽ، والٽيئر، وليم جيمس وغيره صفحا ٢٠٤ کان مٿي. خوبصورت ٽائيٽل.

## قيدياڻيءَ جون اکيون ۽ چنڊ

سنڌي ٻوليءَ جي بي باڪ ۽ بهادر ليکڪا، نورالهديٰ شاه افسانوي ادب ۾ ’جلاوطن‘، ’ڪربلا‘ ۽ ’رڻ ۽ رڃ جو اتهاس‘ جهڙا مجموعا ڏئي چرڪايو هو. هاڻي پنهنجي هن شعري مجموعي ذريعي نثري نظم جي صنف ۾ هوءَ هڪ الڳ سڃاڻپ ڪٿي ظاهر ٿي آهي. سنڌس جرئت ڀريا نثري نظم، سنڌ سميت سڄي ٿرڊ ورلڊ جي مظلوم ماڻهن جا هڏڏوکي ۽ دوست نظم آهن. سنڌ جي پيڙائن جي تاريخ جو مطالعو آهي. آفسيٽ پيپر تي ڇپيل. صفحا ٢٣٢- خوبصورت ٽائيٽل. قيمت -/٥٥ رپيا.

## ڪوٽ لکپت جو قيدي

* سنڌ جي چوٽيءَ جي ڏاهي سياستدان ۽ مهان اديب رسول بخش پليجي جي لاهور جي بدنام جيل ۾ گهاريل ستن سالن جي قيد جا ڪڙا مٺا داستان * قيد تنهائيءَ جي انهن نازڪ ۽ تڪليف ده گهڙين جا احوال جڏهن زندگيءَ ۽ موت جي وچ ۾ چند انچن جو مفاصلو رهجيو وڃي. * سنڌي ادب جي سڀ کان طويل، سڀ کان اثرائتي ۽ سڀ کان نرالي جيل جي ڊائري. صفحا ٣٥٥- قيمت -/١٣٠ اوچي ڪاپي. ٽائيٽل تي پليجي جي خوبصورت تصوير ڏنل.

## ڀسي ڳاڙها گل

رسول بخش پليجي جي هن ڪتاب ۾ ڏنل ڪهاڻيون سنڌي ادب جون بهترين، لاجواب، عظيم ۽ نمائنده ڪهاڻيون آهن. صفحا ١٨٠- قيمت -/٤٥ رپيا.

## نيو فيلڊس جا جلد شايع ٿيندڙ ڪتاب

| | |
|---|---|
| ۱. سنڌي ادب جو مختصر جائزو | اڪبر لغاري |
| ۲. ڪتين ڪر موڙيا جلهن (ٻارن لاءِ) | شيخ اياز |
| ۳. تنهنجي ڳولا، تنهنجون ڳالهيون | زرينه بلوچ |
| ۴. ارائونڊ دي ورلڊ (سفرنامو) | الطاف شيخ |
| ۵. اوچا ڳاٽ پهاڙن جا | نجم عباسي |
| ۶. رد ڪيل ڪهاڻيون | امر جليل |
| ۷. نينڊ وليون (شاعري) | شيخ اياز |
| ۸. اندر جنين اڄ (سفرنامو) | ماهتاب محبوب |
| ۹. شيخ اياز جو چونڊ ڪلام | نور محمد |
| ۱۰. سورج مکي ۽ سانجهه (شاعري) | شيخ اياز |
| ۱۱. ڪوٽ لکپت جو قيدي (ٻارن لاءِ) | رسول بخش پليجو |
| ۱۲. ڳرپ وتي (ناول) | نورالهدي شاهه |
| ۱۳. منهنجو وطن، منهنجا ماڻهو | لوڪرام ڏوڏيجا |
| ۱۴. ديسي آڏاڻو پرديس (سفرنامو) | آدم خان لغاري |

## نيو فيلڊس جا تازا شايع ٿيل بهترين ڪتاب

### مٺ مٺ موتين جي

۴۰ کان وڌيڪ ليکڪن جون لکڻيون. پيش ڪندڙ محمد ابراهيم جويو. ڪل صفحا ۴۲۴. خوبصورت ٽائيٽل. قيمت -/۸۵ رپيا.

### ورهاڱي جو ورجاءُ

ماهتاب محبوب جي ۲۹ مضمونن، ڪالمن ۽ مقالن تي مشتمل هڪ بهترين ڪتاب. خوبصورت ٽائيٽل. قيمت -/۴۵ رپيا.

### پاپ ۽ پيڙا

دوستو وسڪي جو مشهور ناول. پورو پڙهڻ کان اڳ ڇڏڻ تي دل نه چوندي. مترجم: رشيد ڀٽي. خوبصورت ٽائيٽل. قيمت -/۵۰

# نيو فيلڊس پبليڪيشنس جا شايع ٿيل ڪتاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| ۰۱ | بين الاقوامي قانون ۽ تنظيم | فيروز احمد | (ختم ٿيل) |
| ۰۲ | جيل ۾ ۲۲ مهينا (ڀاڱو ۱) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ۰۳ | اڌ ملاقات (خط) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ۰۴ | جيل گهاريم جن سان | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ۰۵ | جيل ۾ ۲۲ مهينا (ڀاڱو ۲) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ۰۶ | زندگيءَ جو تنها مسافر (ڪهاڻيون) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ۰۷ | ۴- مارچ ۽ سنڌي جوڌا | — | ۲۰/- |
| ۰۸ | بهترين ڪهاڻيڪارن جون بهترين ڪهاڻيون | — | (ختم ٿيل) |
| ۰۹ | اونداهي ڌرتي روشن هٿ (ناول) | آغا سليم | ۴۵/- |
| ۰۱۰ | رات منهنجي روح ۾ | غلام نبي مغل | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۱ | ۳۰ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو ۱) | — | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۲ | ٽڌا چپ (ڪهاڻيون) | ايشور چندر | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۳ | وڻون وڻجارن جون (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۴ | ۳۰ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو ۲) | — | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۵ | بندر بازارين (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۶ | شڪليون (خاڪا) | عبدالقادر جوڻيجو | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۷ | يادگار ڪهاڻيون | مختلف ڪهاڻيڪار | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۸ | نئين دنيا جون ڪهاڻيون | ولي رام ولڀ | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۹ | عظيم ڪهاڻيڪارن جون عظيم ڪهاڻيون | — | (ختم ٿيل) |
| ۰۲۰ | دل اندر درياءَ (ڪهاڻيون) | مدد علي سنڌي | (ختم ٿيل) |
| ۰۲۱ | دل جو بندر (ناول) | اڊورل آئيونس/نصير اعجاز | (ختم ٿيل) |
| ۰۲۲ | رهيل قرض (ڪهاڻيون) | ظفر حسن | (ختم ٿيل) |
| ۰۲۳ | درد جي خوشبو (ناول) | قاضي خادم | (ختم ٿيل) |
| ۰۲۴ | ڪنهن سان سور سليان | مرتب: فيروز احمد | (ختم ٿيل) |
| ۰۲۵ | فڪر جي آزادي | اسٽيفن زويگ/ابراهيم جويو | (ختم ٿيل) |
| ۰۲۶ | منهنجو ساگر، منهنجو ساحل (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ۰۲۷ | غلامن جو ڀيڙو (ناول) | ابر ڪاردر/دوست محمد پٽني | (ختم ٿيل) |
| ۰۲۸ | سي ٽي جوين ڏينهن (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |

٢٩. ماشي (ناول) هينري رائڊر هئگرڊ/فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
٣٠. سي پهڙيون ر ڪمن ماجهه سون (سفرنامو) الطاف شيخ -/٢٠
٣١. سڌارٿ (ناول) هرمن هيس/فضل احمد بچاڻي -/٢٠
٣٢. جوان رس (ڪهاڻيون) الطاف شيخ (ختم ٿيل)
٣٣. روح جي ڳولا (ناول) مترجم: فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
٣٤. درد جا ڏينهن، درد جون راتيون طارق اشرف (ختم ٿيل)
٣٥. سانباهو سمونڊ جو (سفرنامو) الطاف شيخ -/٥٠
٣٦. سورج هوندي مرجهايل (ڪهاڻيون) نجم عباسي -/٣٠
٣٧. آسيه (ناول) هينري رائڊرهئگرڊ/فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
٣٨. قلندر (ڪهاڻيون) قرت العين حيدر/مدد علي سنڌي (ختم ٿيل)
٣٩. الطاف شيخ جي نوٽبڪ تان الطاف شيخ (ختم ٿيل)
٤٠. سزا جا سک آسڪر وائلڊ/فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
٤١. بهترين سفرناما الطاف شيخ (ختم ٿيل)
٤٢. للڪار (ڪهاڻيون) نجم عباسي (ختم ٿيل)
٤٣. ٽڪل سريت (ڪهاڻيون) البرٽو موراويا/وليرام ولپ (ختم ٿيل)
٤٤. لنڊن تائين لفٽ (ڪهاڻيون) الطاف شيخ (ختم ٿيل)
٤٥. تصوير جو خون آسڪروائلڊ/فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
٤٦. حليم شو حليم بروهي (ختم ٿيل)
٤٧. ٻارن جون آکاڻيون الطاف شيخ (ختم ٿيل)
٤٨. سپون خليل جبران/فضل احمد بچاڻي -/٢٥
٤٩. سفر يورپ جي ڊائري (سفرنامو) قاضي عبدالمجيد عابد (ختم ٿيل)
٥٠. آزادي خاطر (ڪهاڻيون) مرتب: فيروز احمد -/٣٥
٥١. چانديءَ جون تارون (ڪهاڻيون) ماهتاب محبوب (ختم ٿيل)
٥٢. بس سدا بهار چنبيلي (ناول) الطاف شيخ (ختم ٿيل)
٥٣. پيار ڪهاڻي (ناول) نجم عباسي (ختم ٿيل)
٥٤. نيڪر وعشق ۽ بغاوت [illegible]/نصير اعجاز (ختم ٿيل)
٥٥. شرم ٻوٽي (ناول) گوبند مالهي (ختم ٿيل)
٥٦. اکهي ابن عياس (جلد ١) فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
٥٧. [illegible] ڪان ٻارڻ (ڪهاڻيون) ماهتاب محبوب (ختم ٿيل)

| | | | |
|---|---|---|---|
| ۰۵۸ | بلنديون (ناول) | نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| ۰۵۹ | رڃ ۾ ٻاڇا (ناول) | موهن ڪلپنا | (ختم ٿيل) |
| ۰۶۰ | مون تو کي پيار ڪيو (ڪهاڻيون) | پوپٽي هيرانندائي | (ختم ٿيل) |
| ۰۶۱ | آڌي ڙي اولاڻا (ڪهاڻيون) | علي بابا | (ختم ٿيل) |
| ۰۶۲ | شاهه لطيف جي شاعري (جلد II) | تنوير عباسي | (ختم ٿيل) |
| ۰۶۳ | اُٺين گهوٽ ته نشا ٿيوئي (سفرنامو) | لوڪرام ڏوڏيجا | (ختم ٿيل) |
| ۰۶۴ | موهن جو دڙو (ناول) | علي بابا | (ختم ٿيل) |
| ۰۶۵ | ادو عبدالرحمان (ڪهاڻيون) | امر لعل هنگوراڻي | -/۱۲ |
| ۰۶۶ | ڌرتي روشن آهي (ڪهاڻيون) | آغا سليم | -۴۰ |
| ۰۶۷ | دارون هن ديواني جو (ڪهاڻيون) | نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| ۰۶۸ | پيغامبر | خليل جبران/ستار | -/۲۰ |
| ۰۶۹ | همه اوست (ناول) | آغا سليم | -/۳۵ |
| ۰۷۰ | اداس واديون (ڪهاڻيون) | حميد سنڌي | (ختم ٿيل) |
| ۰۷۱ | آئيني جي اکيان | ۱۷ ساهتڪار | -/۱۲ |
| ۰۷۲ | چنڊ چنبيلي ۽ وڻ (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ۰۷۳ | لهر لهر زندگي (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | (ختم ٿيل) |
| ۰۷۴ | اڻون ماڻهو (ڪهاڻيون) | سراج | -/۲۵ |
| ۰۷۵ | ٻه ننڍا ناول (ٻه ناول) | آغا سليم | (ختم ٿيل) |
| ۰۷۶ | اکين اڳيان هياس (جلد ۲) | فضل احمد بچاڻي | -/۲۵ |
| ۰۷۷ | رڻ تي رم جهم (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ۰۷۸ | واٽ ويندي | علي احمد بروهي | (ختم ٿيل) |
| ۰۷۹ | مڪلي ۽ کان ملاڪا تائين (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ۰۸۰ | ڪهاڻي جو قافلو | نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| ۰۸۱ | ساهيوال جيل جي ڊائري | شيخ اياز | -/۶۰ |
| ۰۸۲ | سنگاپور ويندي ويندي (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ۰۸۳ | چنڊ جا تمنائي (ڪهاڻيون) | آغا سليم | (ختم ٿيل) |
| ۰۸۴ | ڀڳت سنگهه کي ڦاسي | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ۰۸۵ | ست يوگوسلاويائي آکاڻيون | جڳت آڏواڻي | -/۱۰ |
| ۰۸۶ | ست ڪشميري آکاڻيون | اختر محمد دين/ايشور چندر | -/۲ |

| | | |
|---|---|---|
| ٠٨٧. ان ڇڻ ۽ چنڊ (شاعري) | آغا سليم | ٢٠/- |
| ٠٨٨. ڪوالالمپور ڪجهه ڪوه (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ٠٨٩. ڪپر ٿو ڪن ڪري (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ٠٩٠. سڌن متي سڏڙا | علي احمد بروهي | (ختم ٿيل) |
| ٠٩١. ڪانڌي | لوئي فشر/نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| ٠٩٢. پکل ڪنيڙاليون | خليل جبران/عبدالله الفائز | ٢٥/- |
| ٠٩٣. ماستر هرپال جو ٻنڪاڪ وڃڻ.... | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ٠٩٤. ڪي جو پيچل پوليو (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ٠٩٥. سرهي سرهي سار (سفرنامو) | ماهتاب محبوب | (ختم ٿيل) |
| ٠٩٦. خط، انٽرويو ۽ تقريرون (ڀاڱو I) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ٠٩٧. ڏنگيءَ منجهه دريا (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ٠٩٨. ڏيئا تيل ڦلهل جا | علي احمد بروهي | ٤٥/- |
| ٠٩٩. راج-ڳهاٽ تي چنڊ (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ٠١٠٠. موتي جي مهراڻ جا | مرتب: فيروز احمد | (ختم ٿيل) |
| ٠١٠١. تلاش (ناول) | نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| ٠١٠٢. لڙيو سج لڪن ۾ (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ٠١٠٣. ڏاهي جهرڪي ۽ ٻيون آکاڻيون | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ٠١٠٤. مرڻ مون سون آهه (ناول) | سراج | ٦٠/- |
| ٠١٠٥. پڙاڏو سوئي سڏ (ناول) | سراج | ٥٠/- |
| ٠١٠٦. رات وچ ۾ (ناول) | برپٽ هيلمڊي/فضل احمد ٻچاڻي | ٠٠/- |
| ٠١٠٧. ٻڙ جي ڇانو اکيي ڪان ڳهالي (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ٠١٠٨. اک سور (ناول) | رابندر ناٿ ٽئگور | ٥٠/- |
| ٠١٠٩. جت جر وهي ٿو جال (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ٠١١٠. رني ڪوٽ جو خزانو (ڪهاڻيون) | امر جليل | ٤٠/- |
| ٠١١١. ماسترياڻي (ناول) | مترجم: نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| ٠١١٢. اکن نيرا ڦليا (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ٠١١٣. منهنجي دنيا، هيڪل وياڪل (ناول) | سراج | ٢٥/- |
| ٠١١٤. رڻ ۽ رج جو اتهاس (ڪهاڻيون) | نورالهدي شاه | (ختم ٿيل) |
| ٠١١٥. انقلابي ماءُ (سوانح حيات) | مترجم: آزاد قاضي | (ختم ٿيل) |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ۰۱۱۶ | ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون | شيخ اياز | -/۵۵ |
| ۰۱۱۷ | جلاوطن (ڪهاڻيون) | نورالهدىٰ شاه | -/۵۰ |
| ۰۱۱۸ | جڏهن مان نه هوندس (ڪهاڻيون) | امر جليل | -/۵۰ |
| ۰۱۱۹ | پونر پري آڪاس (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۲۰ | راهون چنڊ ستارا (سفرنامو) | ماهتاب محبوب | -/۶۰ |
| ۰۱۲۱ | ٻادين جي انڊلٺ | الطاف شيخ | -/۵۰ |
| ۰۱۲۲ | جهڙ نيڻان نه لهي (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۲۳ | وقت وڻيون وڇوڙيون (ناول) | ڪلا پرڪاش | -/۲۰ |
| ۰۱۲۴ | شاهه لطيف جي شاعري جلد I، II ۽ III | تنوير عباسي | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۲۵ | تنهنجي دنيا، سڀ رنگ سانول (ناول) | سراج | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۲۶ | وڇون وسڻ آئيون (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۲۷ | ونڊسرمحل جو مسافر (سفرنامو) | عبدالجبار جوڻيجو | -/۲۰ |
| ۰۱۲۸ | ڳالهيون آهن ڳچ (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/۵۵ |
| ۰۱۲۹ | روس جو سير (سفرنامو) | جواهر لال نهرو | -/۳۰ |
| ۰۱۳۰ | پنهل ڪان پوءِ ۽ جڳ مڙيوئي سپنو | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۳۱ | منهن تنين مشعل (خاڪا) | تنوير عباسي | -/۳۰ |
| ۰۱۳۲ | فرينچ انقلاب | مترجم: محمد ابراهيم جويو | -/۸۰ |
| ۰۱۳۳ | علم تحقيق | ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو | -/۷۰ |
| ۰۱۳۴ | اڻين ڪٿا (ڪهاڻيون) | موهن ڪلپنا | -/۳۰ |
| ۰۱۳۵ | اڀر چنڊ پس پرين (شاعري) | شيخ اياز | -/۶۰ |
| ۰۱۳۶ | منهنجي دنيا مرگهه ترشنا (ناول) | سراج | -/۸۰ |
| ۰۱۳۷ | اي جرني ٽو ٿائلنڊ (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ۰۱۳۸ | پتڻ تو پور ڪري (شاعري) | شيخ اياز | -/۵۰ |
| ۰۱۳۹ | مٺي مراد (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | -/۳۲ |
| ۰۱۴۰ | منهنجو ڏس آسمان کان پڇو (ڪهاڻيون) | امر جليل | -/۴۰ |
| ۰۱۴۱ | دنيا منهنجي ديس ٻرابا (سفرنامو) | اياز لطيف پليجو | -/۳۰ |
| ۰۱۴۲ | سوزيءَ سان پيار | الطاف شيخ | -/۴۰ |
| ۰۱۴۳ | هينئڙو ڏاڙهونءَ گل جئن (شاعري) | شيخ اياز | -/۶۰ |
| ۰۱۴۴ | خط، انٽرويو، تقريرون (ڀاڱو II) | شيخ اياز | -/۶۰ |

۱۴۵. ڪوٽ لکپت جو قيدي — رسول بخش پليجو — ۲۰/-

۱۴٦. لنڊن تنهنجا ڪيڏا روپ (سفرنامو) — طارق عالم ابڙو — ۸۰/-

۱۴۷. سنڌو منهنجي ساهه ۾ — امر جليل — ۸۰/-

۱۴۸. نڪرا نئل صليب جا ۽ وائون ڦلن ڇانئيون — شيخ اياز — ٦۰/-

۱۴۹. ڪربلا (ڪهاڻيون) — نورالهديٰ شاهه — ٦۵/-

۱۵۰. تاريخ جو ڪفن (ڪهاڻيون) — امر جليل — ۴۰/-

۱۵۱. رهجي ويل منظر (ناول) — طارق عالم ابڙو — ۵۰/-

۱۵۲. پسي ڳاڙها گل (ڪهاڻيون) — رسول بخش پليجو — ۴۵/-

۱۵۳. دل جي دنيا (ڪهاڻيون) — امر جليل — ۴۵/-

۱۵۴. الوداعي گيت (شاعري) — شيخ اياز — ۴۰/-

۱۵۵. خبرون کيڙائن جون (سفرنامو) — الطاف شيخ — ۵۰/-

۱۵٦. پاپ ۽ پيڙا (ناول) — دوستو وسڪي/رشيد ڀٽي — ۵۰/-

۱۵۷. ڪتين ڪر موڙيا جڏهن (شاعري) — شيخ اياز — ۹۰/-

۱۵۸. ورها ڱي جو ورجاءُ — ماهتاب محبوب — ۴۵/-

۱۵۹. مٺ مٺ موتين جي — محمد ابراهيم جويو — ۸۵/-

۱٦۰. قيدياڻيءَ جون اکيون ۽ چنڊ — نورالهديٰ شاهه — ۵۵/-

۱٦۱. اوهريا جي عميق ڏي (سفرنامو) — الطاف شيخ — ۵۰/-

۱٦۲. روهڙ مون نه وڃاءُ — رسول بخش پليجو — ۵۵/-

گهرائڻ لاءِ لکندا: نيو فيلڊس پبليڪيشنس
فون نمبر: 610108 ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ

ٻني صاحب ڪانپوءِ رسول بخش پليجو پاڪستان جي گوناگون شخصيت آهي. هن جو دشمن به هن ۾ بي انتها ذهانت، تجزيي جي انفراديت، گهرائي ۽ دور انديشيءَ ڪان انڪار نه ڪري سگهندو آهي. ان ۾ ڪوئي شڪ ناهي ته هن پنهنجي پيل صوبي ۾ عوام جي نفسيات تي هن ڪي حيرت انگيز عبور آهي. هاڻي هو چوٽيءَ جي ليڊرن مان آهي. هن جي سڏ تي اندرون سنڌ مان سوا لک سنڌي ڪراچي آيا هئا، جن مان ڏهاڪو هزار ته عورتون هيون. هو لکن ماڻهن جي ميڙ ۾ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڳالهائي سگهندو آهي ۽ هن کي ٻڌي ماڻهو پنهنجي سڌ ٻڌ پلجي ويندا آهن. هن جي وڏي ڳالهه اها آهي ته هن نه رڳو پنهنجي پر پنهنجن پٽن، پيٽرن، پاٽرن، زال، ساري خاندان جو سنڌ لاءِ بک ڏنو آهي. جنهنجو مثال سنڌ ته نهيو پوري برصغير ۾ ورلي آهي.

**شيخ اياز**

اجتماعي سطح تي پليجي ارتقا ۽ اوسر جون اهي سرحدون اورانگهيون آهن، جتي ذاتي طرح نقصان برداشت ڪري، هن اجتماعي نقصان ڪرڻ ڪان پاسو ڪيو آهي. هن جو ادبي سفر، ڏاهپ جو سفر يا سياسي سفر ان ڪسوٽي تان سچو سون ثابت ٿئي ٿو. راءِ جو اختلاف رکندي به هرڪو مصنف مزاج پارکو اهوئي چوندو ته چا به هجي پر رسول بخش پليجو چوي سچ ٿو.

**سراج**

پليجي جي ادبي ۽ سياسي ڪمن ڏي نظر ڪرڻ سان هو مونکي نه رڳو سنڌ ليول تي پر ملڪي ليول تي به واحد اهڙو سياستدان لڳندو آهي جنهن وٽ نهايت ئي حساس دل، وسيع ذهن ۽ قوم جي مقدر کي بدلائڻ لاءِ اڻٿڪ حوصلو هجي

**ماهتاب محبوب**